# حيات النبي ﷺ

يعني

حضور انور حبيب ڪبريا رسول عربي محمد
مصطفىٰ صلي الله عليه و عليٰ آلہ و اصحابہ
بارڪ و سلم جي پاڪ زندگيءَ ۽ حيات
با برڪات جو مفصل ۽ محقق احوال

تصنيف ڪيل

جناب مولانا ابوالمحامد حڪيم مولوي
فتح محمد صاحب "صغير" سيوستاني
"عمدة الحڪماء"



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

ڇاپو نئون — ١٩٩٤ع



قيمت: پنجاهه رپيا
[Price Rs: 50-00]

ملڻ جو هنڌ

”سنڌي ادبي بورڊ“ جو بُڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ
۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو، ۽ شمشيرالحيدري، سيڪريٽري،
سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست مضامين

# پيش لفظ

بسم الله الرحمن الرحيم

نحمده و نصلي علىٰ رسوله الكريم.

ڪنهن به مصنف جي لاءِ خوش قسمتيءَ جي ڳالهه آهي تہ سندس تصنيف جي قدرداني سندس حياتيءَ ۾ ٿئي. پر جيڪڏهن سندس محنت ۽ ڪاوش جي قدر و منزلت سندس وفات کان پوءِ به ٿئي تہ آها تصنيف نہ صرف سندس هڪ يادگار رهندي، بلڪ سندس روح کي به راحت رسائيندي.

منهنجي والد مرحوم، حڪيم فتح محمد صاحب، پنهنجي پياري پرڳڻي ۽ انهيءَ جي مٺي ٻوليءَ جون جيڪي ادبي خدمتون ڪيون، آهي پڙهندڙن کان مخفي نہ آهن. مون کي پنهنجي ننڍپڻ ۾ چڱيءَ طرح ياد آهي تہ کين ادبي خدمت ڪرڻ ۾ ۽ سا به خاص طرح اسلامي ۽ مذهبي طرز جي، هڪ خاص لذت ۽ مزو ايندو هو، ۽ پاڻ هميشه فرمائيندا هئا تہ مون گناهگار بندي جو زاد راه هيءَ آهي. رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن جي ذات پاڪ سان کين هڪ قسم جو والهانہ عشق ۽ محبت هوندي هئي ۽ عموما پنهنجي مجلسن يا محفلن ۾ پاڻ سونهارن جي آسوءِ حسنہ سان گهڻائي مثال بيان ڪندا هئا. والد مرحوم جن جي تصنيف "حيات النبي" بارگاه رسالت ۾ سندن عقيدت جو هڪ نذرانو آهي. منهنجي لاءِ وڏي سعادت آهي جو مونکي "حيات النبي" جي ٽئين اشاعت لاءِ پيش لفظ لکڻ جو موقعو مليو آهي.

والد مرحوم جن جون جيڪي بيون تصانيف به گهڻيءَ حد تائين اڻلڀ ۽ ناياب ٿي پيون آهن، تيئن "حيات النبي" به کپي ويو هو. ڪيترائي دفعا مون خيال ڪيو تہ اهو ڪتاب ڇاپائي پڌرو ڪجي پر

زماني جي ڪمن ڪارين جي ڪري، ائين ڪرڻ ممڪن ٿي ڪين سگهيو. انهيءَ ڪري هيڪاري وڌيڪ مون کي پنهنجن ڪوتاهين جو احساس ٿيڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ منهنجو پراڻو دوست ۽ همسبق، محمد ابراهيم صاحب جويو، مون وٽ آيو ۽ ٻڌايائين ته "سنڌي ادبي بورڊ" ارادو ڪيو آهي ته هن سال "حيات النبي" ڇاپائي شايع ڪري. آءٌ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس ۽ مون بورڊ کي فورا انهيءَ جي اجازت ڏني. مون کي اميد آهي ته هيءُ ڪتاب جڏهن ناظرين جي هٿ ۾ پهچندو ته انهيءَ قسم جي لٽريچر جي ڪمي ۽ گهڻتائي، يا نايابيءَ جي ڪري جا خلاءَ پيدا ٿيل آهي سا ڪافي حد تائين پوري ڪندو.

آخر ۾ منهنجي گذارش آهي تہ پڙهندڙ، منهنجي والد مرحوم جن جي حق ۾ دعاء مغفرت ڪرڻ فرمائين.

و آخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين.

خاڪسار حڪيم محمد احسن
سابق ميئر- ڪراچي.

۷۶، اسٽريچن روڊ
ڪراچي.
مورخہ ٦ جنوري ١٩٥٣ع

# ديباچو اشاعت اول

بسم الله الرحمان الرحيم

نحمده تعاليٰ و نصلي و نسلم عليٰ رسوله الڪريم

زبان اٿم، مگر حمد الاهي جي حق ادا ڪرڻ کان عاجز. قلم اٿم، مگر حق تعاليٰ جي ڪماحقه ثنا لکڻ کان قاصر. هٿ اٿم، مگر جنهن احسن الخالقين عطا فرمايا آهن، تنهن خالق پاڪ جي تعريف لکڻ کان ناتوان. اکيون اٿم، مگر ساريءَ دنيا جي ظاهر باطن خدا جي حڪمن ڏسڻ ۾ حيران. آها زبان ئي ڪنهن کي ڪانهي جنهن سان اهڙي حق ادا ڪرڻ جي لاف هڻي. آها سياهي ئي ڪانه سُجهيم، جا پروردگار عالم جي ثناءِ صفت لکڻ لاءِ ڪافي ٿي سگهي. اهڙا قلم ڪٿان آڻيان، جن سان اهڙو داستان لا انتها لکان؟ اهڙا ڪاغذ ڪٿان گوليان، جن تي هي بيان بي پايان پورو ڪريان؟

ٿين مس جي ستئي دريا، لکان حمد خدا تنهن سان،

سڪي دريا وڃن، ليڪن نه ٿئي حمد خدا پورو.

شجر شاخون ٿين ڪلڪون، پنا پن جي ٿين تن جا،

ڪريان ڪوشش لکڻ جي، ته به نه ٿئي حق ثنا پورو.

سچائي پاڻ ڪسي ٿو حق تعاليٰ ٿسي حقيت ۾،

ڪري تعريف جو حق پي سگهي رب العلا پورو.

قل لوڪان البحر مدادا لڪلمات ربي لنفد البحر قبل ان تنفد ڪلمات ربي ولو جئنا بمثله مددا.

(سورت ڪهف رڪوع ١٢)

[چئو (اي رسول)، منهنجي رب جي حڪمت لکڻ لاءِ درياه مس ٿي پون ته اهي درياه، الاهي حڪمتن لکجي پوري ٿيڻ کان اڳ ئي هوند سڪي پورا ٿي وڃن (مگر

پڙهندا. اميد اٿم تہ جلدئي پنهنجو ٻيو ڪتاب "اخلاق محمدي" بہ، جو بہ هاڻي اڻ لڀ ٿي پيو آهي، نظرثاني ڪري، سڌاري، جامعہ اسلاميہ جي سرپرستيءَ هيٺ ڇاپائي وجهندس. ڏاڍي خوشي ٿيندي، جيڪڏهين "اخلاق محمدي" بہ سڌاري، پنهنجي حياتيءَ ۾ ٻئي ڀيو دفعو ڇاپيل ۽ مسلمانن جي هٿن ۾ پهتل ڏسندس. تنهن کان سواءِ منهنجو هڪڙو ننڍڙو رسالو نالي "دل ۾ گهاءُ ڪندڙ مناجات" بہ آهي، جو بہ ناياب ٿي ويو آهي ۽ مسلمان ان لاءِ بہ بيتابي ڏيکاري رهيا آهن؛ اميد تہ اهو بہ جلد ڇپرائي وجهبو؛ انشاءالله تعاليٰ دل ۾ تہ اهڙي اسلامي علمي خدمت جا گهڻائي خيال ۽ جذبا اٿم، پر افسوس جو صحت جي خراب ٿي وڃڻ ۽ ڪمن جي گهڻائيءَ کان مجبور آهيان. منهنجو عرض آهي تہ منهنجا اسلامي ڀائر مون گنهگار ۽ نابڪار جي حق ۾ پس غائبانہ دعا فرمائين، تہ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان مونکي صحت بخشي ۽ توفيق عطا فرمائي، تا تہ آءٌ اهڙي اسلامي خدمت بجا آڻڻ واريءَ مراد ۾ ڪامياب ٿيان. آمين. وآخر دعوتنا ان الحمدلله رب العالمين.

خاڪسار حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

مقيم ڪراچي سنڌ. ٢١ رجب المرجب

سنہ ١٣٤٤ هجري، مطابق ٥ فيبروري

سنہ ١٩٢٦ عيسوي.

# ديباچو اشاعت دوم

بسم الله الرحمن الرحيم

نحمده و نصلي و نسلم

الله پاڪ جا لکين شڪرانا، هزارين حمد ۽ آپار احسان آهن، جنهن مهربان مولا منهنجي تصنيف ٿيل ڪتاب ”**حيات النبي**“ کي منهنجي حياتيءَ ۾ ئي چڱي مقبوليت بخشي آهي ۽ منهنجي هن ناچيز قلمي خدمت کي قبول فرمايو آهي. ”حيات النبي“ ورهين کان وٺي ڪيترن ئي اشتياقمندن کي ملي نٿي سگهيو، جو ته هئون هٿ ڪڍي ويو هو: صدها ماڻهن اشتياق جا خط لکيا، تقاضائون ڪيون ته وري اهو ڪتاب جلد ڇاپيو وڃي، مگر ڪتاب جي ڇاپائڻ ۽ مشتاق پائرن تائين پهچائڻ سان ته منهنجو ڪو واسطو ڪو نه هو. اهو ڪم ڇاپائيندڙن ۽ وڪڻندڙن جو هو. انهيءَ ڪري آءٌ مندن اشتياق پوري ڪرڻ کان عاجز ۽ قاصر هوس.

اڄ الحمدلله ”جامعه اسلاميه و يتيم خانه حاجي عبدالله هارون“ جي سرپرستيءَ هيٺ منهنجو اهو پيارو ڪتاب، ٻي دفعي ڇاپجي پڌرو ٿو ٿئي. هن ٻي دفعي جي ڇاپجڻ وقت سون ساري ڪتاب کي وري سرسري نظر سان ڏسي ڪجهه قدر سڌاريو آهي. هيءَ سڌاريل ڇاپو اڳئين ڇاپي کان گهڻي قدر چڱو ٿيو آهي. اگرچ ڇاپي جون ڪي غلطيون اڃان به رهجي ويون آهن، پر اڳئين ڇاپي کان گهٽ گهٽ. هن دفعي ڪتاب مان آهي ٿورا ٽڪرا ڪڍي ڇڏيا اٿم، جي ٻين قومن لاءِ سڌيءَ طرح اعتراض جهڙا هئا، جن جي ڪري شايد انهن کي رنج رسيو هجي. هاڻي اميد ته مسلمان منهنجا ڀائر ۽ غير مسلمان دوست هن ڪتاب کي اڳي کان به وڌيڪ حب ۽ هيج، شوق ۽ ذوق، لطف ۽ لذت سان

خدائي حڪمتون ڪڏهن هوند لکئي پوريون نہ پون؛
جيتوڻيڪ ايتري مدد پي بہ ڪٿي آليون.]
"برگ درختان سبز در نظر هوشيار"
"هر ورقي دفتري ست معرفت کردگار"
(سعدي رح)
"سچائي ۾ سائين جي، جي آهين سيائو،
تہ چائڻ ۾ هن ڳالهہ جي ڇيڙو نہ اياڻو:
وڻ وڻ جو هر پن ڏيو، هن دفتر جو داڻو،
سيکو ڏيو سائو، صفت ۾ سائين جي."

هاڻي پوءِ اچ انهيءَ بابت کهڙي ڪوشش ڪريان؟ ڇا چئي ڇا چوان؟ ڇا لکي ڇا لکان؟ جيڪي چوان سو ٿورو. جيڪي لکان سو اڻ پورو. تڏهن هيترو لکڻ بس آهي تہ سڀڪا صفت ۽ ثنا، هر قسم جي واکاڻ ۽ وڏائي انهيءَ ئي هڪ خالق اڪبر کي سونهي ٿي، انهي ئي هڪ مالڪ مولا جو حق آهي، جو هن دنيا جي ساري چرخي کي هڪ اهڙي انتظام سان خلقي چلائي رهيو آهي، جنهن ۾ جيترو ڏو نهارجي، اوترو ڏو بي عيب معلوم ٿئي ۽ جيترو ڏو پراڻو ٿئي اوترو ڏو مضبوط ٿئي.

ماتري في خلق الرحمن من تفاوت فارجع البصر هل تري من فطور ثم ارجع البصر كرتين ينقلب اليك البصر خاسئا وهو حسير. (سورت ملک رکوع ۱)
[نہ ڏسندين تون مهربان مولا جي پيدا ڪرڻ واري قانون ۾ ڪو فرق؛ پوءِ وري چتائي ڏس تہ اچي ڏوکو چير يا ڦاٽ (فرق يا تفاوت) ڏسڻ ۾؟ پوءِ نهاري وري نهار تہ تنهنجي نظر توڏي ٿڪجي ماندي ٿي موٽندي.]
"هيڏاهن هوڏاهن چؤ طرف نهاريو پيو نهار،
سهڻو پسندين صاف تون جانب جو جنسار؛

سج چنڊ تارا سانجهيون، صبح ليل نهار،
گرمي سردي جهولا، بستان باغ بهار؛
مٽي پاڻي ساڪ آس، باه هوا هر ڪار،
آهي سڀ اسرار، حيرت لاءِ 'حڪيم' چئي."

سبحانه، و تعاليٰ شانه؛

"شان مٿاهون شاه جو سو شاهن جو بي شاه،
پاڪ منزه سو انشي، مٿان ٿيـن گمراه،
حق جي حق ۾ پانهنجا ناه ڪڏهن ۾ ناه،
سڏي اها ٿئي راه، وات نه ونجان آئي."

سڀڪنهن شي جو ضرور ڪو جوهر هوندو آهي: خالق اڪبر ساري مخلوقات جو جوهر حضرت انسان کي بنايو، جنهن جي وجود ۾ ايترين ته حڪمتون ۽ اسرار موجود آهن، جو ڪو هجي جو پروڙي ۽ ڪوَ هجي جو سمجهي. وري انسانن جو جوهر حضرت نبي آخرزمان حضور پر نور رسول خدا احمد عربي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم کي ڪيائين، جن جي اسم توڙي جسم ۾ نور الاهي ۽ شعاع رباني ايترو ته رکيل آهي، ۽ سعادت ۽ برڪت ايتري ته بخشيل آهي، جو اڄ ڏينهن تائين ظاهر ۽ روشن آهي. جيڪڏهن دنيا ۾ خدا جو هي برگزيدو نبي ۽ الله جو هي پيارو پيغمبر پيدا نه ٿئي ها، ته دنيا پنهنجي حقيقي خالق کي هرگز سڃاڻي ڪين سگهي ها. ڪنهن بزرگ چا نه سچ فرمايو آهي:

"آءٌ خدا کي محمد جو خدا سمجهي ٿو ميان"

خدا جي خدائي ۽ يڪتائي، ذات ۾ توڙي صفات ۾ جهڙي ۽ جيتري حضرت بابرڪت محمد عربي صلي الله عليه وسلم جي وسيلي سان دنيا کي معلوم ٿي، اوتري ۽ اهڙي ڪڏهن به ڪنهن جي هٿان نه ٿي؛ انهن جو انڪار ڪرڻ ڄڻ سج جي سوجهري کان انڪار ڪرڻو آهي.

# اما بعد،

ٻاسي ۽ دل، دل ۾ ايمان، ايمان ۾ اخلاص، اخلاص ۾ خلوص رکندڙ صاحبن جي خدمت ۾ منهنجو عرض آهي ته اڄ آءٌ سندن اڳيان هي هڪ اهڙو ڪتاب حاضر ٿو ڪريان، جنهنجو قدر اُميد ته سڀڪنهن اهل ايمان، اهل اخلاص ۽ اهل خلوص وٽ هوندو ۽ ٿيندو. ههڙي متبرڪ ۽ ضروري ڪتاب جي ضرورت ۽ گهرج سنڌ وارن کي جيتري قدر هئي، اوتري قدر ٻئي ڪنهن به ڪتاب جي ڪانه هئي؛ مگر افسوس جو سنڌ جا اهل علم ۽ اهل قلم هن ٻاسي کان اهڙو ته ٻاسي گذاريندا رهيا جو جڻ هن لاءِ نه سندن قلم ئي تيار هو، نه هٿ ئي ٿي هليا. ناول ۽ ناٽڪ لکي سنڌي زبان کي عيبدار ڪيائون، ماڻهن جو مذاق بگاڙيائون، اوليائن ڪرامن جون ڊبل ڊبل ۽ مبالغي آميز تاريخون لکيائون، مگر سيدالانبياءِ والمرسلين صلي الله عليه وسلم جي مبارڪ احوال لکڻ جي، افسوس جو يادگيري به ڪانه ڪيائون! مون ههڙي ضروري ڪتاب لکڻ جي سخت ضرورت سمجهي هٿ ۾ ڪنيو. مون ڪهڙيءَ طرح هي متبرڪ ڪتاب لکي پورو ڪيو، ساخبر مون کي آهي: صبح کان وٺي شام تائين، شام کان وٺي رات جي ١٠ بجي تائين، بيمارن جي علاج ۽ مريضن جي معالجي ۾ مشغول رهڻ ۽ هرهڪ بيمار جي مختلف پڪارن ٻڌڻ کان سخت ٿڪجي پوڻ هوندي به پنهنجي ننڊ ڦٽائي، آرام حرام ڪري، هي ڪتاب لکندو رهيس. رڳو ڪنهن هڪڙي ڪتاب جو ترجمو لکڻو هجي ها ته به ٺهيو، پر عربي، ٻارسي ۽ اردو جي عظيم الشان ۽ شاهي ڪتابن کي اٿلائڻ، هرهڪ ڳالهه جي تحقيق ڪري پوءِ لکڻ، البت تڪليفاڻتو ڪم هو. عربي ڪتابن مان صحيح بخاري، منهج العمال سيوطي، سيرت حلبي، شفا قاضي عياض، ٻارسي ڪتابن مان مدارج النبوت، شرح مشڪوات، شاه ولي الله جي تصنيف ٿيل سوانح عمري رسول الله صلعم، وغيره؛ اردو ڪتابن مان ته

ڳوٺا، ۾ خاص طرح، 'پياري نبي جي پياري حالات' ۽ 'رحمت للعالمين' وغيره منهنجي نظر ۾ رهندا هئا. اردو ڪتابن مان گهڻو ڪري چوڪي مدد، رحمت العالمين مان ورتي اٿم، مگر جيسين عربي محقق ڪتابن مان دلجاءِ نه ڪيم، تيسين نه لکيم. انهيءَ لکڻ مان منهنجو مقصد خدانخواسته ڪو اظهار فخر نه آهي، مطلب فقط هي آهي ته هن ڪتاب ۾ جيڪي لکيو اٿم، سو پنهنجي ڄاڻ موجب تحقيق ۽ ڪوشش سان لکيو اٿم. انهيءَ هوندي به جيڪڏهن ڪاٿي منهنجا ۽ منهنجي قلم جا پير ترڪي يا ٿڙڪي ويا هجن، ته پڙهندڙ صاحب منهنجين مجبورين تي نظر ڪري معاف فرمائين. مون کي اميد آهي ته آءٌ هن کان پوءِ "اخلاق محمدي" * لکندس؛ تنهن کان پوءِ اميد اٿم، ته سنڌي زبان ۾ هڪڙا اهڙا خطبا لکندس جن ۾ شعر گهٽ هوندو ۽ نثر ۾ وعظ گهڻو. خطبي جو مطلب ئي آهي حاضرين کي خطاب ڪري ديني ۽ دنيائي ضروري ڳالهين بابت وعظ ڪرڻ؛ سو مطلب رسمي خطبن مان ڪجهه به حاصل نٿو ٿئي. رسمي خطبن ۾ هڪڙي ئي مضمون هڪڙي ئي نموني تي زور لڳايل هوندو آهي سو به شعر ۾. خطيب وري جڏهن ممبر تي بيهي اهڙا خطبا پڙهندا آهن، تڏهن انهيءَ شعر کي اهڙي ته راڳن سان آلاپي پڙهندا آهن جو انهيءَ وقت ڪين خطيب سڏڻ ئي خطا آهي. ڇا حضور جن عليه الصلوات والسلام به ڪڏهن خطبي ۾ راڳ سان ڪي شعر پڙهيا؟ (استغفرالله) پوءِ خطبي ۾ شعر جو زور شور هڪ اهڙي بدعت آهي جنهن ۾ عام ۽ خاص خطيب ڦاسي ويا آهن. منهنجو ارادو آهي ته اهڙا خطبا لکان جي

* الحمدلله انجام موجب "اخلاق محمدي"، "حيات النبي" جي پوري ٿيڻ کان پوءِ جلد ئي لکي پورو ڪيم، جو "حيات النبي" وانگي ئي مسلمانن وٽ مقبول ٿيو ۽ هٿون هٿ کپي ويو. باقي سنڌي خطبا اڃا ناهي نه سگهيو آهيان؛ اميد الله ۾ آهي، حياتي هوندي ته خطبا به جلد ئي لکندس، انشاءَالله تعاليٰ. — فقير فتح محمد

سنڌي زبان جي نثر ۾ هجن ۽ گهٽ ڪري انهن ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي حياتيءَ مبارڪ جا احوال، اصحابن ڪرامن جي قربانين ۽ سندن سچي ايمان جا مثال، خدا ۽ رسول جا احڪام، اسلام جي غازي بهادرن جا واقعات، ۽ اهڙيون ٻيون عجيب ۽ مفيد معلومات بيان ٿيل هجن. اُميد ته اهڙا خطبا پنهنجي قوم لاءِ وڏيڪ فائد يمند ٿيندا. انشاءَ الله تعاليٰ.

هن ڪتاب جو نالو "حيات النبي" رکيو اٿم، جو ڪيترن سببن جي ڪري منهنجيءَ دل کي ڏاڍو وڻي ۽ پيارو لڳي ٿو. هن متبرڪ ڪتاب لکڻ مان منهنجو خاص مطلب هي آهي، ته منهنجا مسلمان ڀائر ڏسن ته حضور جن عليه الصلوات والسلام جي هلت چلت ڪهڙي هئي؟ ۽ جاهليت جون رسمون ڇا هيون؟ صاف ۽ سچو اسلام ڇا آهي؟ حضور عليه الصلوات والسلام جون مجلسون، خطبا ۽ وعظ ڪهڙي نموني جا هئا؟ اصحاب ڪرام جي محبت حضور جن سان، ۽ حضور جن جي پاڻهن ۽ شفقت مٿن ڪيتري ۽ ڪهڙي نموني جي هئي؟ اسان مسلمانن کي هي ڪتاب پڙهي، پاڻ ۾ نهارڻ ۽ خدا جي واسطي غور ۽ ويچار ڪرڻ گهرجي ته اسين ڪيتري قدر مسلمان سڏائڻ جا لائق آهيون؟ رب تعاليٰ شال منهنجي پورهئي کي ساب وجهي ۽ هن جو ثواب منهنجي والد بزرگوار، حضرت با برڪت حافظ حاجي مولانا خليفه غلام محي الدين حڪيم سيوستاني رحمت الله عليه کي رسائي. آمين.

خاڪسار ابوالمحامد حڪيم فتح محمد
"صغير" سيوهاڻي

مقيم ڪراچي سنڌ.

٢٥ جمادي الاوليٰ ١٣٣٢ هجري مقدس
مطابق ٢٢ اپريل ١٩١٤ عيسوي.

بسم الله الرحمان الرحيم

اللهم صل علىٰ سيدنا محمد و آل سيدنا محمد
كما صليت علىٰ سيدنا ابراهيم و آل سيدنا ابراهيم
انڪ حميد مجيد ∙

[اي اسانجا خدا تون پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون نازل ڪر اسان جي سردار محمد مصطفيٰ ۽ سندن آل (اولاد ۽ اصحاب) تي، جئن تو پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون نازل ڪيون اسان جي سردار حضرت ابراهيم ۽ سندس آل تي. تون سڳورو ۽ ساراهيل آهين.]

دنيا ۾ ڏسجي ٿو ته دين ۽ ڌرم، مذهب ۽ مت تمام گهڻا آهن. سڀڪو چوي ته منهنجو ڌرم چڱو ۽ منهنجو دين حق، منهنجو پير پلو ۽ منهنجو پيغمبر سچو، ۽ سڀ ڪو پنهنجي پنهنجي سمجهه آهر، پنهنجي پنهنجي دين ۽ ڌرم، ديوتائن ۽ پيغمبرن ڪي ساراهي پيو؛ ساراهڻ ته ٺهيو، پر وري پڻ پيغمبرن کي ندبن ۽ سئين بہ پيا- ڪي چون ته اسان جي ديوتائن ڪي، پيدا ڪرڻ، مارڻ ۽ جيارڻ جي سگهه آهي، ته ڪي چون ته اسان جو پيغمبر خدا جو پٽ، بلڪ ڪن ڳالهين ڪري خود خدا آهي. ڪي ڪئن چون ته ڪي ڪئن- مطلب ته اهي يا اهڙي قسم جون ڳالهيون پڌي، حال في الحال ته عقل ٿي ويچارو چڪر ۾ پنجو وڃي ۽ ساٿهن جي سمجهه ۽ خيالن تي خيرت وٺيو وڃي. هائي جيڪڏهن ٿڌيءَ دل ۽ نرم خيالن سان، سڀني ڌرمن ۽ سڀني پيغمبرن تي ويهي ويچار ڪبو، ته بيشڪ چئي سگهجي ٿو، ته هنا سڀ پنهنجي پنهنجي وقت ۾ حق تي ۽ هنا سڀ خدا جا نيڪ بندا ۽ خدائي مذهب تي؛ نہ ڪي هنا پيدا ڪرڻ ۽ مارڻ

جيارڻ وارا، نہ کي ھنا خدا جا پٽ يا خود خدا؛ نہ کي اسان کي اھي خيال ڪرڻ اينداء نکي اھي ڳالھيون ٿي فائديمند يا ڪمائتيون آھن: ڏسڻو فقط ھي آھي تہ دنيا ڪنھن جي فيض سان فيضياب ٿي؟ ڪھڙي پيغمبر جي سچي تعليم سان دنيا ۾ انسانيت ۽ اخلاق جو نور ۽ رونق پيدا ٿي؟ ڪھڙي بزرگ انسان جي برڪت سان حيوانن جھڙا انسان، انسان، ۽ انسانن جھڙا انسان ملائڪن جھڙا، بلڪ ملائڪن کان بہ اعليٰ ٿيا؟ ڪھڙي پيغمبر جو مذھب انسان جي حال موافق آھي؟ ڪھڙو مذھب يا ڌرم ساري دنيا لاءِ ھڪ جھڙو فائديمند آھي، ۽ ٿي سگھي ٿو؟ ڪھڙي مذھب ۾ الله پاڪ جي شان موافق سندس بندگي ۽ عبادت ٺھرايل آھي؟ ڪھڙي مذھب جي عبادت ۾ فلسفو ۽ حڪمت رکيل آھي؟ ڪھڙي پيغمبر کي گھڻو وقت قسمين تڪليفون پھتيون، ماڻھن ستايو ۽ دشمن ڏڪاريو، مگر ھو خدا جو نبي، الله جو سچو رسول، ڪڏھن بہ خدائي تعليم ڏيڻ ۽ خدائي دين پکيڙڻ ۾ ڪين ھٽيو؛ آخر جنھن ڪم تي الله پاڪ مقرر ڪيو ھوس ۽ جو بار مٿس پنھنجي خالق رکيو ھو، سو نيڪ وڏي ھمت ۽ جوانمرديءَ، صداقت ۽ سچائيءَ سان پنھنجن مبارڪ ۽ ھمت پريل ڪلھن تي کڻي؛ ثابت ڪري ڏيکاريائين تہ سچن جا قدم ڪڏھن بہ ڪين لڏندا آھن؛ سچ ۽ حق کي آخر فتح ٿيندي آھي. اھي مٿيون ڳالھيون خيال ۽ ڌيان ۾ وھاري چئي سگھجي ٿو تہ ھڪ اسلام ئي آھي، جو اجا تائين پنھنجي زبردست ۽ ھميشہ قائم رھندڙ پاڪ ڪتاب (قرآن شريف) جي وسيلي، حق ۽ سچ جا جلوا ڏيکاريندو رھيو آھي، ۽ قيامت تائين ڏيکاريندو رھندو ۽ ھڪ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ و آلہ وسلم ئي پيغمبر آھي، جنھن جي مبارڪ حياتيءَ تي ڌيان ڏجي ٿو ۽ سندن اڄ تائين اثر ڏسجن ٿا تہ بي اختيار چوڻو پوي ٿو تہ "اشھدان محمدا لرسول الله" يعني الله کي حاضر ناظر ڄاڻي سچ چوان ٿو تہ محمد ڪريم بيشڪ الله پاڪ جو رسول آھي.

دنيا ۾ جيڪي ٻه مذهب آهن تن سڀني مذهبن جا وڏا وڏا عالم، حضرت پاڪ جي سچائيءَ بابت شاهدي ڏئي چڪا آهن ته دنيا جو سڌاريندڙ، حيوانن جهڙن انسان کي انسان، ۽ انسان کي ملائڪن کان به وڌيڪ بنائڻ وارو حضرت پاڪ جهڙو ٻيو ڪو به پيغمبر دنيا ۾ نه ٿيو ۽ نه ڪو ٿيندو.

هي جو مون مٿي لکيو آهي ته سڀ ڌرم ۽ دين حق تي هئا ۽ سڀ پيغمبر سچا هئا، اهو فقط منهنجو چوڻ نه آهي بلڪ اهو اسان جو اسلامي اعتقاد آهي. قرآن شريف ۾ اها هدايت لکيل آهي، ته سڀڪنهن قوم ۾ الله تعاليٰ هادي ۽ رهبر موڪليا، سمجهائيندڙ ۽ سڌاريندڙ پيدا ڪيا. سڀني پيغمبرن کي عزت جي نگاهه سان ڏسڻ گهرجي ۽ سندن پيغمبريءَ کي مڃجي، يعني دل سان قبول ڪجي ته هو خدا جا پيغمبر هئا. هاڻي ڪتاب جا پڙهندڙ وا! اوهين انصاف ڪجو ته اهو عقيدو چڱو يا انهن صاحبن جي هلت چڱي جي خدا جي نبين ۽ پيغمبرن کي گهٽ وڌ چون ۽ بي ادبي ۽ بي عزتيءَ سان ياد ڪن ٿا!

اسلام جو سڀڪو حڪم اهڙو آهي، جنهن مان صاف ثابت ٿئي ٿو ته هي حڪم انهيءَ خالق جي درگاهه مان آيل آهي، جنهن انسان کي خلقيو آهي; انسان جي ذري پرزي حال جي خبر اٿس. بس اهائي نشاني آهي اسلام ۽ حضرت رسول ڪريم عليه الصلوات والسلام جي سچائيءَ جي. دين ۽ خدائي مذهب اهو آهي جو ساريءَ دنيا لاءِ سندس دروازا کليل هجن; نه رڳو ڪنهن هڪ ملڪ ۽ هڪ قوم لاءِ. اهڙو دين، جيڪڏهن آهي ته والله هڪ اسلام ئي آهي، جنهن جي تعليم ساري دنيا جي مخلوقن لاءِ هڪ جهڙي آهي- چا هندستاني، چا ايراني، چا يوناني، چا جاپاني، چا يوروپي، چا ايشائي، چا ڳورا ۽ چا ڪارا، ڪير به هجن ته اسلام ۾ داخل ٿي سگهن ٿا- اهوئي آهي خدائي دين جو صاف ۽ روشن نشان. دنيا ۾ ڪرو آهو پيغمبر ڇٻو، جنهن جي نصيحت ۽ هدايت انساني حال موافق هجي، جنهن مان ماڻهو اثر وارا ٿين

۽ ان تي تعميل ڪن. سو اوهين ويچار ڪري وري ويچار ڪريو ته اسلام ۽ حضرت پيغمبر عليه الصلوات والسلام جي مقدس تعليم ڪهڙي نه اعليٰ ۽ عمدي، وڻندڙ ۽ آسان آهي!

اڄ ساريءَ دنيا جي سردار، مڙني رسولن جي مهندار، حضرت رسول خدا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي پاڪ حياتيءَ جي تاريخ لکڻ ڏو: خاص هن لاءِ ته اسان جا بيخبر پائر دنيا جي هڪڙي زبردست مصلح، اعليٰ درجي جي سڌاريندڙ، الله پاڪ جي سچي رسول، خاتم الانبياءَ عليه الصلوات والسلام جي احوال ۽ اقوال، گڻن ۽ لڇڻن، هلت ۽ چلت کان واقف ٿين، پاڻ ان پيروي ڪن ۽ هي فيصلو به ڪري سگهن ته بيشڪ پيغمبري عهدو انهيءَ ڪي ٺي ڇنجي ۽ جنهن پاڪ انسان هيڏا سارا ڏاڪوا ۽ تڪليفون سر تي سهايون، سوئي سچ پچ رسول، ۽ رسول به سيني رسولن کان وڏو رسول هو ۽ آهي. هن ڪتاب پڙهندي، دوست ۽ دشمن سيڪو ڄڻي سگهندو ته اهڙي پاڪ انسان جي خدائي آواز کي نه ٻڌڻ ۽ سندن سڏ تي لبيڪ نه چوڻ، نهايت ناداني آهي.

جيڪي مخلص مسلمان منهنجو هي ڪتاب پڙهي، روحاني فيض ۽ فائدو حاصل ڪن، سي خدا ڪارڻ مون پوئتي پيل گنهگار جي حق ۾ دعا ڪن ته الله تعاليٰ دنيا ۾ شال منهنجي عاقبت موچاري ۽ اولاد صالح ڪري، ۽ آخرت ۾ بخشش ۽ مغفرت سان سرفراز فرمائي. (آمين) منهنجي به دعا آهي ته الله تعاليٰ شال منهنجن مسلمان پائرن کي ايمان جي نعمت سان نوازي ۽ کين حضور جن عليه الصلوات والسلام جي تابعداري نصيب ڪري. آمين!

# حضرت رسول الله صلعم جي پيدا ٿيڻ جي ضرورت ۽ سبب

هي ته سڀڪو مڃيندو ته انسان جيسين بيمار نه هوندو، تيسين ڪيس دوا درمل ۽ علاج معالجي جي گهرج ڪانه هوندي. پر ٻه جيسين بيمار نه ٿيندو، تيسين سندس مائٽ حڪيم وٽ دوا لاءِ نه نيندس. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ جيسين سخت بگيڙ ۽ پاپ نه پکڙندا، بديني ۽ بي ايمانيءَ جا ڪم نه ٿيندا، تيسين ڪو رسول يا پيغمبر پيدا ڪونه ٿيندو. جيڪڏهن پاپ ۽ بدينيءَ جا ڪم دنيا ۾ وڌيا ته ضرور آهي ته ڪو خدا جو رسول ۽ الله پاڪ جو پيغمبر پيدا ٿئي، دنيا کي انهن پاپن ۽ گناهن جي گندگي ۽ غلاظت کان پاڪ ۽ صاف ڪري. اهو الله پاڪ جو قديم کان وٺي دستور ۽ ٺهراءُ آهي ته پنهنجن بي خبر بندن کي پنهنجن موڪليل ۽ سمجهايل رسولن جي وسيلي خبردار ڪندو آهي، يا هيئن چئجي ته جڏهن الله جا ٻانها ناداني‌ءَ ۽ بيخبريءَ سببان گناهن ۽ پاپن جي مرضن ۾ گرفتار ٿيندا آهن، تڏهن الله پاڪ پنهنجي درگاه مان سيکاريل روحاني حڪيم يعني رسول ۽ پيغمبر دنيا ۾ موڪلي، گناهن جي مرضن جي علاج جو انتظام ۽ بندوبست ڪندو آهي. انهيءَ ۾ ته ڪجهه به شڪ ڪونهي ته جنهن وقت حضرت پاڪ عليه الصلوات والسلام پيدا ٿيو، تنهن وقت تحقيق عرب جي ملڪ ۾ تمام بديني پکڙيل هئي ۽ هڪ زبردست رسول ۽ پيغمبر جي سخت ضرورت هئي، پر آءٌ هيٺ جنهيءَ طرح لکي ظاهر ڪندس ته نه فقط عرب جي ملڪ ۾ بديني هئي، پر ساري دنيا ۾ پاپن ۽ گناهن جو جهڙ ۽ لڙهو، ڇوڌاري انڌوڪار هئي.

دنيا جو خالق يعني الله پاڪ ماڻهن جي دلين تان بلڪل
وسري ويو هو، ٻانهن ۽ مخلوق جو لاڳاپو پنهنجي سائينءَ
۽ خالق کان بلڪل ٽٽي ويو هو. ماڻهو ماڻهو نه رهيا هئا،
بلڪ شڪل ۽ صورت ۾ سو ماڻهو هئا، باقي عادتن ۽ لڇڻن
۾ جانورن ۽ پسن کان به پري هئا. نه دنيا جي انتظام ۽
عدالت جو ڪو ڍنگ هئن، نه اخلاق ۽ اطوار ڪي چڱا
هئن. ٺڪر، پٿر، باهه، پاڻيءَ، وڻ ٽڻ، سڀ جي پوڄا ۽
عبادت ڪندا هئا ۽ انهن ٻي طاقت ۽ بي جان شين کي خدا
جو مٽ بلڪ خدا کان به وڌيڪ سمجهندا هئا. ڪي نالائق
ته اهڙا به هئا، جو الله پاڪ سان چٿرون ڪندا هئا؛ جي
خدا کي ڌيرون آهن، اولاد آهي وغيره وغيره. توبه توبه!
مطلب ته دنيا ۾ هرطرف ــ ڇا اوڀر، ڇا اولهه، ڇا اتر، ڇا
ڏکڻ ــ اهوئي حال ۽ اهائي اونداهه هئي؛ نه ابراهيمي دين
جو اثر رهيو هو، نه موسوي مذهب باقي بچيو هو، نه عيسيٰ
مسيح جي ڪرامتن ۽ معجزن جو تاثير رهيو هو. هندوستان
۾ ويدن جا مڃيندڙ ته ڪنهن ڪم جا نه رهيا هئا، آهي
ويچارا ته نالي ماتر هندو ۽ ويدن کي مڃيندڙ سڏبا هئا.
فارس ۾ زردشت جو مذهب هڪ پراڻو دفتر ٿي ويو هو.
اهڙيءَ طرح چين ۾ ٻڌ ڌرم جو حال هو. اهڙي حال هوندي،
اهڙي وقت ۾ نه هميشه وانگي ٽيمپرري (وقتي) رسول
جي گهرج هئي، نه ڪنهن خاص ملڪ لاءِ ڪنهن پيغمبر جي
ضرورت هئي، بلڪ اهڙي وقت ۾ هڪ اهڙي جامع الصفات
ڪامل ۽ مڪمل بلڪ اڪمل رسول جي ضرورت هئي جو
ساري دنيا کي هميشه لاءِ اهڙو رستو ڏيکاري ڇڏي،
جنهن رستي تي هلڻ سان هو گمراه نه ٿي سگهن ۽ اهڙو
نسخو ٻڌائي، جنهن جي وسيلي سان هو پاپن ۽ گناهن جا بيمار
شفاياب ٿيندا رهن. اهڙي عظيم الشان ۽ زبردست انتظام ۽
ڪم لاءِ اهڙي مقدس رسول جي پيدا ٿيڻ جي سخت ضرورت

هئي، جنهن جون انساني طاقتون، ظاهري ۽ باطني، دلي ۽ دماغي قوتون سيني اڳين پيغمبرن ۽ نبين کان اعليٰ ۽ اوَليٰ هجن، جو ساري دنيا جي سڌارڻ جو بار پنهنجن مبارڪ ڪلهن تي کڻي سگهي ۽ ساري دنيا جي مخالفن جي مخالفتن کي سهي، پنهنجي فرض جي ادائگيءَ ۾ ڪوتاهي نه ڪري. چو ته الله پاڪ کي هن آخري زماني (ڪلجڳ) ۾ هڪ آخرين پيغمبر ۽ آخرين رسول موڪلي پنهنجي مخلوق کي خبردار ڪرڻو هو جنهن مٿان ڪو انسان چوي ته اسان جي خالق اسان کي پيدا ڪري، اسان جي هدايت ۽ سڌري هلڻ لاءِ ڪو بندوبست ڪونه ڪيو. انهيءَ حجت پوري ڪرڻ لاءِ هوندءِ ته هر وقت هر ملڪ ۾ الله تعاليٰ پنهنجا رسول ماڻهن ڏي موڪلي ميار لاهيندو آيو، پر پڇاڙيءَ ۾ ساري دنيا کي هڪ ئي رستي تي هلڻ لاءِ هڪ آخرين نبي ۽ زبردست رسول موڪلي الله پاڪ کي حجت پوري ڪري ڇڏڻي ضرور ٿي. انهيءَ ڪري ساري دنيا جو سڌاريندڙ ۽ سيني مذهبن ۽ مٽن جو مغز ۽ جوهر ڪڍي ساري دنيا کي هڪ خيال ۽ هڪ رستي تي آڻيندڙ، وڇڙيل مخلوق کي پنهنجي خالق سان ڳنڍيندڙ، ننڍڪي ڏڻ جو ڏنار ٿيندڙ، بي خبرن کي خبردار ڪندڙ، جاهلن کي عالم بڻائيندڙ، ٻچڙن کي خدا جي خوف کان ڏيڇاريندڙ، چڱن کي بهشت ۽ رحمت جي بشارت ۽ مبارڪ ڏيندڙ، الله جي قدرتن جو بيان ڪندڙ، هيٺن کي ڏاڍن جي ظلم کان ڇڏائيندڙ، انسانن جي جان ۽ مال جو بچاءُ ڪندڙ، سوَن ورهين جي جنگين کي ٽاريندڙ، رُٺلن ۽ وڙهيلن کي پرچائيندڙ، مسڪينن ۽ يتيمن جي سنڀال لهندڙ، اڙين کي آڌار ڏيندڙ، ولهين جي واهر ڪندڙ، خدائي قاعدو هلائيندڙ، الله جي دين کي دنيا ۾ پکيڙيندڙ، ماڻهن کي الله پاڪ ڏي سڏيندڙ، ڇڙوڇڙ ڏڻ کي تنواريندڙ، انسانن کي انسان

بلڪ انسانن مان ملائڪ بڻائيندڙ، ٻاجھارو، رحم وارو، صاحب لطف ۽ ڪرم جو، صاحب شان ۽ شرم جو، صاحب تخت ۽ تاج جو، صاحب براق ۽ معراج جو، حضرت بابرڪت عالي درجت سيدالمرسلين امام النبيين بشير المتقين نذير المجرمين سيدنا مولانا شفيعنا خاتم الانبياءَ حبيب الله، صفي الله، نبي الله، رسول الله محمد المصطفيٰ احمد المجتبيٰ صلي الله عليه و عليٰ آلھ و اصحابہ وسلم، اسلام جو سنئون سڌو رستو الله پاڪ وٽان معلوم ڪري، پاپن ۽ گناهن جي بيمارين لاءِ قران پاڪ ۽ ڪلام الله جو شافي ڪافي نسخو پاڻ سان کڻي دنيا جي ميدان ۾ تشريف فرما ٿيو. الله پاڪ جو قديم قاعدو آهي تہ جيڪو انسان جيتري قدر سندس گمراه ٻانهن کي تڪليفون وٺي، رنج ۽ ايذاءَ سهي راه تي آڻيندو، اوتري قدر الله پاڪ وٽ زياده محبوب ۽ زياده پيارو لڳندو. هن ڳالھ، ڪان ڪو دشمن ڪان دشمن بہ انڪار نہ ڪندو تہ پنهنجي حياتيءَ ۾ ٿي الله ڪي هڪ الله ڪري مڃيندڙ انسان، جيترا حضرت پاڪ ڏنا اوترا ڪنهن بہ پيغمبر کي ڏسڻ نصيب نہ ٿيا. انهيءَ ڪري بنا دير مدار چئي سگهجي ٿو- چئي چا سگهجي ٿو، پر سچ پچ آهي بہ ائين- تہ ساري دنيا ۾ اول ڪان وٺي آخر تائين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم سڀني انسانن، سڀني رسولن، سڀني پيغمبرن ڪان وڌيڪ الله پاڪ وٽ پيارو ۽ محبوب آهي. پوءِ جهان جي خالق ۽ دنيا جي مالڪ پنهنجي محبوب کي جا سهڻي صورت ۽ وڻندڙ سيرت بخشي هوندي سا ڪو سمجهي ۽ ويچار ڪري سگهي ٿو. صورت ۽ سيرت يعني شڪل ۽ شمائل جو بيان اڳتي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڪبو. هن وقت خاص طرح عربستان جي ملڪ ۽ عربن جو حال لکان ٿو، جنهن جي پڙهڻ سان پڙهندڙ صاحب سمجهي سگهندا تہ ساريءَ دنيا مان عرب جي ملڪ ۾ وڌيڪ فساد

هو ۽ عرب جي ملڪ ۾ ساري دنيا جا بگڙيل مذهب اچي
گڏ ٿيا هئا، ڇو ته عرب جو ملڪ ساري دنيا جي بگڙيل
مذهبن جي سَنڌڙي هو. پوءِ ساري دنيا جو سڌاريندڙ آخرين
پيغمبر به اهڙي ئي ملڪ ۾ پيدا ٿيڻ گهربو هو، جو آخر
پيدا ٿيو. شال الله پاڪ جون صلواتون ۽ رحمتون مٿن
هجن — آمين!



## عرب جي ملڪ جو حال ۽ عربن جي حالت

هونءَ ته ساري دنيا ۾ ايتري قدر خرابيون ۽ فساد هئا،
جو جيڪڏهن هزار پيغمبر پيدا ٿين ها ته به دنيا جو فساد
۽ ڪفر ايترو ڪين وڃائي سگهن ها، جهڙو الله جي
محبوب ۽ خدا جي رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله
عليه وسلم عرب جهڙي جهنگلي ملڪ ۾ پيدا ٿي، ملڪ مان
ڪفر، شرڪ ۽ فساد دفع ڪيو. دنيا جي آخرين پيغمبر ۽
سيني رسولن جي سردار، عرب جهڙي ملڪ ۾ پيدا ٿي،
جو ساري دنيا جو سڌارو ڪيو، تنهن ۾ انهيءَ پاڪ رسول
جو هڪ وڏو معجزو آهي جو لکن معجزن کان به وڌيڪ
چئبو. حضرت عيسيٰ مسيح چوڻ ۾ اچي ٿو ته مٿا جياريا،
ڪوڙهيا چڱا ڀلا ڪيا، پر قلب جا ڪارا جيترا حضرت
محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم روشن دل ڪيا، تيترا
ڪنهن به نبيءَ ڪين ڪيا. انهيءَ لکڻ مان منهنجو مطلب
ڪو حضرت عيسيٰ مسيح تي (معاذ الله) اعتراض ڪرڻ جو
بلڪل نه آهي، پر ڏيکارڻو فقط هي آهي ته حضرت عيسيٰ
ساري دنيا جي سڌارڻ لاءِ آيل ئي ڪين هو. جيترو بار
سندس طاقت ۽ وقت جي ضرورت آهر الله پاڪ مٿس رکيو
هو، اوترو پاڻ پوري‌يائين ۽ فرض ادا ڪيائين. مگر حضرت

محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي بار جهڙو رکيو ويو هو ۽ پاڻ انهيءَ بار کڻڻ ۽ فرض ادا ڪرڻ ۾، ڪري ٻه حد ڇڏيئون: انهيءَ ڪري سندن شان به اعليٰ آهي. معجزا ۽ ڪرامتون ڏيکارڻ رسولن ۽ پيغمبرن جو مقصد اصلي ڪينهي، سندن اصلي مقصد آهي خدا جي هيڪڙائيءَ جو ٻج ماڻهن جي دلين ۾ ڇٽڻ ۽ ڪفر جا خيال انسانن جي قلبن مان ڪڍڻ، سو حضور جن جي اثر مان ڪفر گهٽي قدر ڪافور ٿي ويو. دنيا ۾ توحيد جو ڏونڪو وڄي ويو، اڄ ڪيتريون ئي قومون ڏسجن ٿيون، جي پاڻ کي هڪ خدا کي مڃڻ واريون- چوائن ٿيون - اگرچ هو حضور جن کي نٿيون مڃين.

ڏسو جنهن ملڪ يعني عرب ۾ پاڻ سونهارا پيدا ٿيا، رسالت ۽ پيغمبريءَ جو فرض پورو ڪيائون، سو ملڪ نہ ڪو وڏو هو، نڪو اڳي سڌريل هو. - البت فرانس جي ملڪ کان سو ڀيٽو ويشڪ آهي، - سندس ڪو ڀاڱو وسندڙ آهي ته گهڻو حصو واري ئي واري، جبل ئي جبل، ڊٻون ۽ ڍير آهي. جتي ته يمن جي وادي ۽ طائف جا جبل سر سبز، آباد ۽ نظاري جهڙا آهن ته الحجر ۽ عرب جي وچن ڀاڱن جي زمين اهڙي سنسان، سڃ ۽ غير آباد پيئي آهي، جهڙو آفريڪا جو رڻ.

اهو ملڪ سموروئي هڪ حاڪم جي هٿ ۾ ڪو نہ هو، ڏکڻ ڀاڱن تي حبش جي حڪومت هئي تہ اڀرندي ڀاڱن تي فارس جو هٿ هو. اُتر ڀاڱن تي روما جي مشرقي شاخ يعني حڪومت قسطنطنيه جو قبضو هو ۽ اندريان ڀاڱا پنهنجي خيال ۾ خود مختيار ۽ آزاد هئا، مگر اڪيون ٽيئي حڪومتن جون منجهن هيون. اندرين ڀاڱن جا رهاڪو پنهنجي خود مختياريءَ جي ڪري ڏاڍا خراب ۽ ڪريل هئا،

بي پرواه، جهيڙا ڪار، فسادي، بيڪار، سست، جواري، شرابي، ڪبابي، زبان دراز، هٺيلا، ٺوريثي ڳالهه تي وڙهڻ وارا، پاڻ پڏائيندڙ، عياش، بت پرست، آتش پرست، بي دين، زاني (رنڊي باز)، حرام خور، ڪوڙا، دغا باز، ٺڳ، وياج خور، تور ۽ ماپ ۾ ڪپت ڪندڙ، ظالم، جاهل، جيڙين نيائين کي جيڙي ئي ڪڍن ۾ وجهي پورڻ وارا، بي رحم، بي قياس، خدا کان بي خبر، مطلب تہ سخت اڻ سڌريل هئا، وري عجب تہ اهو جو ايڏي اڻ سڌريلائيءَ هوندي بہ مغرور، بي پرواه ۽ بي حيا رهندا هئا. اهو خيال ئي ڪونہ ڪندا هئا تہ ڪي اهي ڪم بُرا آهن، ڪرڻ نہ جڳائن، بلڪ پنهنجي رنڊي بازيءَ ۽ عشق بازيءَ جا بيت ۽ شعر پنهنجن معشوقن جي نالن سميت ڏاهي وڏو فخر ۽ مٽرڪ ڪندا هئا، ڪنهن قسم جي بہ لڄ ڪانہ ايندي هين. اسلام کان اڳ جا اهڙا عربي شعر تمام گهڻا آهن، جن جي پڙهندي انهيءَ وقت جي اخلاقي ۽ دنياوي حالت جي پوري خبر پئجيو ٿي وڃي.

عرب جي ملڪ ۾ يهودي، عيسائي ۽ صابئي اهي قومون بہ هيون، جي ظاهر ڪري تہ انئين چوڻ ۾ آيو ٿي يا انئين چوڻ ۾ اچي سگهي ٿو تہ حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ مسيح، حضرت ابراهيم خليل الله عليهم السلام اهڙن نبين جون مڃيندڙ قومون هيون، مگر درحقيقت انهن پڻ پيغمبرن جي هڪ اصول جي بہ پيروي ڪانہ ڪندا هئا، ۽ ابتري قدر پنهنجن پيغمبرن جي پيرويءَ کان ڦري ويا هئا، جو سندن پاڪ ڪتاب توريت ۽ انجيل وغيره ۾ بہ پنهنجا نفساني رايا داخل ڪري ۽ قصا ڪهاڻيون وجهي، خدائي ڪتابن بدران نفساني ڪتاب بنائي ڇڏيا هوائون. انهيءَ کان وڌيڪ بت پرستي ۽ ستاره پرستي جي عادت بہ انهن ۾ پئجي وئي هئي. انهن ڳالهين هوندي بہ پاڻ کي عيسائي، يهودي ۽ صابئي

وغيره وغيره سڏائيندا هئا. جيڪڏهن انهن سڏاڻون ته ڪو سچ پچ حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ ۽ حضرت ابراهيم عليهم السلام جا سچا آمتي ڪين چئي سگهبا. خود حضرت موسيٰ ۽ حضرت ابراهيم، حضرت صالح پيغمبر ۽ حضرت عيسيٰ عليهم السلام پنهنجن پنهنجن آمتين کي انهن حالتن ۾ ڏسن ها ته ڪڏهن ڪين چون ها ته هي اسان جا آمتي آهن. ويچار جي ڳالهه آهي ته پيغمبرن جا اصول بت پرستيءَ جي بلڪل برخلاف هئا، پوءِ هو ڪيئن انهن بت پرستن کي پنهنجو سمجهندا؟ عام طرح عيسائي فقط حضرت عيسيٰ کي خدا جو پٽ چوندا هئا، مگر عرب جي ملڪ جا عيسائي ته بي بي مريم کي خدا جي زال ۽ ملائڪن کي الله پاڪ جون ڌيرون به ڪري ڪوٺيندا هئا (نعوذ بالله من ذالڪ). بت پرست وري اهڙيءَ شه ۾ پهل هئا، جو ”الله“ جي لفظ جو مونث ”لات“، ۽ ”عزير“ جي لفظ جو مونث ”عزيٰ“ ڪري بڻايو هئائون. عام يهودي حضرت عزير پيغمبر کي ابن الله (الله جو پٽ) ڪري سڏيندا هئا، پر عرب جي ملڪ جا يهودي پنهنجي قوم جي زالن تسوڙي مڙسن کي خدا جا پٽ ۽ ڌيون ڪري ڪوٺيندا هئا. آتش پرست گهڻو ڪري ڌيءَ ۽ ڀيڻ کي پنهنجي گهر ۾ عورت بڻائي وهاريندا هئا، مگر عرب جي ملڪ جا مجوسي ته پنهنجي سڳيءَ ماءُ کي ڇڏي، باقي ٻيءَ جي ڀيڻ زالن کي به پنهنجون زالون بڻائيندا هئا. گهڻو ڪري عرب جا ماڻهو علم کان بي خبر هئا، لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا ئي ڪين هئا. هنر ۽ صنعت کان اڻ واقف هئا. دنيا ۾ سڌري گذارڻ جو ڏانوئي ڪين ايندو هون. جنگ جوٽيندا هئا ته صلح جو خيال ئي ڪونه ڏيندو هون. ڪنهن به گنهگار کي معافي ڏيڻ ته وڏو گناهه سمجهندا هئا. ڪي نامراد ته اهڙا به هئا جي چوندا هئا ته خدا آهي ئي ڪونه؛ جيڪي آهي سو زمانو آهي. چڱي ۽ مٺي ڪم جي ڪري جزا سزا ملڻ

جي خيال تي ڪلندا هئا. مطلب ته دنيا ۾ جيڪي به بگڙيل مذهب ۽ ڌرم هئا، سي سڀ اچي عرب جي ٽڪري ۾ گڏ ٿيا هئا. شايد الله پاڪ جي مرضي هئي ته جيئن حضرت نوح جي طوفان وقت سڀ ڪنهن جانور جي جنس مان جوڙو جوڙو هڪ هنڌ ٻيڙيءَ ۾ ڪٺو ڪيو ويو هو، پوءِ جڏهن خير ۽ رحم ٿيو، تڏهن ساري دنيا ۾ انهن جوڙن مان ڳنج ٿي ويا، تيئن دنيا مان بگڙيل مذهبن ۽ خيالن جا ڪي ڪي ماڻهو هڪ هنڌ عرب جي ملڪ ۾ گڏ ڪجن ته آخرين پيغمبر انهن کي تڪليف وٺي اَتي سڌاري ڇڏي، ته پوءِ انهن مان ساري دنيا ۾ سڌاري جو اثر پکڙجي. سو ٿيو به ائين ساڳيا عرب جا بدو ۽ جاهل ماڻهو، جن کي سواءِ عشق بازي، گهوڙن ڊوڙائڻ، تيراندازي، راند روپ، کيل تماشن، جنگين جهيڙن، شراب پيئڻ ۽ ٻين اهڙن بچڙن ڪمن ڪرڻ جي، ٻيو ڪجهه ايندو ۽ اَچهندو ئي ڪين هو، نه اها خبر هين ته اسان جي مٿان ڪو احڪم الحاڪمين، شاهن جو شاهه بي پرواهه موجود آهي، جو اسان جي گناهن ۽ ڀاڱن کي ذري پرزي سميت ڏسي پيو، جنهن جي حضور ۾ اسان کان اسان جي هنن بچڙاين جي پڇا ٿيندي - ساڳيا سي ئي، دنيا جي بگڙيلن کي سڌاريندڙ ۽ ظاهر باطن جي بادشاهت جا مالڪ، روحاني فيض بخشيندڙ، بي علمن ۽ جاهلن کي تعليم ڏيندڙ ۽ اُستاد ٿيا. سيني گڏجي رسول الله (صلعم) جي روحاني فيض جي چشمي مان اهڙو ته خوشبودار ۽ سڳنڌ وارو آب حيات پيتو، جنهن جي سرهاڻ ۽ سڳنڌ، مٺاڻ ۽ مزي تي دنيا جون قومن جون قومون ڪيولين ۽ ماڪوڙن وانگي اچي گڏ ٿيون، يا هيئن چوان ته جيئن ماکيءَ تي مکيون! سبحان الله!

هر ڪجا بود چشمه شيرين،
مردم و مرغ و مور گرد آيند.

(جتي مٿو تلاءُ هوندو آهي، آتي ماڻهو،
پکي ۽ ڪوليون اچي گڏ ٿينديون آهن.)

هن ڳالهه لکڻ کان وري به دل ڪين ٿي رهي ته حضرت پاڪ جي ظهور پر نور کان اڳ ساري دنيا جي مٿان اوندهه ۽ گمراهيءَ جا بادل پريا پيئا هئا. جيڪڏهن عرب جي ملڪ ۾ ٽي سؤ پنجهٺ (٣٦٥) بتن جي پوڄا ٿيندي هئي ته هندستان ۾ سڄيون ٽيهه ڪروڙ ديوتائون پوڄيون هيون. مطلب ته دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ وحدانيت ۽ هيڪڙائيءَ جو پتو ئي ڪونه ملندو هو. مگر اسان جي سرڪار نامدار ۽ اسان جي سردار رسول مقبول محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله واصحابه وسلم دنيا کي انهيءَ اونداهه ڪار مان ڪڍي نور ۽ روشنيءَ ڏي آندو، انڌن کي اکين وارو ڪيو ۽ توحيد الاهي دنيا ۾ ڦهلائي. هيءَ ڳالهه پڌري پٽ آهي ته توحيد ۽ الله پاڪ جي هيڪڙائيءَ کي قبول ڪرڻ سراسر ثواب ۽ نسوري نيڪي آهي. اهڙو چڱو ڪم دنيا ۾ ٻيو اصل ڪونهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پيا انيڪ نيڪ ڪم ڪري ٿو، مگر خدا جي هيڪڙائيءَ جو قبولدار نه آهي ته سندس سڀ نيڪيون پاڻيءَ ۾ آهن. اهوئي سبب آهي جو اهو حقاني هوڪو ۽ رباني رستو ٻين سڀني رستن ۽ راهن تي غالب ٿي ويو. اڄ دنيا ۾ جتي جتي اهو آواز پڌجي ٿو ته دل ٻٽي خوش ٿئي ۽ روح کي ٻٽي راحت اچي ته نيٺ حق حق ٿيڻو آهي ۽ ناحق ناحق، سچ سچ ٿيڻو آهي ۽ ڪوڙ ڪوڙ. رکو سنڌ ۾ عام طرح هندو صاحبن جي حال تي نظر ٿي ڪجي ته اڄ آهي به گهڻي زور سان خدا کي هڪڙو ڪري مڃڻ لڳا آهن ته بيشڪ تحقيق خدا هڪڙو آهي. تن مان ڪي پنهنجن مذهبي پستڪن ۽ شاسترن ۽ ويدن کان اڻ واقف صاحب چون ٿا ته اسان جي ڪتابن ۾ به

لڪيل آهي ته خدا هڪڙو آهي. بس ائين چئي پاڻ کي پيا خوش ڪن، مگر حال هي آهي جو زبان سان ته خدا کي هڪڙو ڪري پيا مڃين پر ساڳي بُت پرستي پيا ڪن، تڪاڻن ۾ وڃي سورتين ۽ پاون جي اڳيان خدا جي ڏنل پيشاني پيا گسائين ۽ سجدا پيا ڪن ۽ هو انهن بتن کي خدا جي روپ ۾ سمجهن ٿا. توبه توبه! ڪي انصاف جا ڪوڏيا صاف چئي ڏين ٿا ته مندر خاص بت پرستيءَ لاءِ آهن، ۽ باوا خاص بت پرستيءَ جي سکيا ۽ تعليم ڏيندڙ آهن، انهن کي هرگز نه مڃينداسين، اسين پوريءَ طرح خدا کي هڪڙو ڪري مڃون ٿا. اهي صاحب بيشڪ خدا جي مهرباني ۽ رحمت جا اميدوار ٿي سگهن ٿا. انهن صاحبن ۾ باقي هيءَ رونڪ رهيل آهي ته جنهن پاڪ رسول اها تعليم ساري دنيا کي وڏي آواز سان اچي ڏني، تنهن پاڪ رسول جي پيروي ۽ تابعداري کان شرمائين پيا. اگرچه دل ۾ سچي ڳالهه سمجهندا هوندا، ڪي صاحب همت وارا، خدا ترس، حق جا طالب ته انهيءَ کان به قدم اڳيرو رکي ڪلمو توحيد جو پڙهي ڏيندا آهن: ”لا اله الا الله محمد الرسول الله“ صلي الله عليه وآله واصحابه وسلم. ياد رکو ته جو انسان خدا جو ٿيندو ته خدا به انهيءَ جو ٿيندو. جيڪڏهن دنيا جا ماڻهو سڀ پاڻ سان ٺهيل هجن مگر هڪ خدا ٺهيل نه هجي، ته درحقيقت ساري دنيا کي پاڻ سان بگڙيل سمجهڻ گهرجي. رسول الله عليه الصلواة والسلام جي صحبت جي رنگ سان رنگيل اصحابي سونهارا تڪليفن هيٺ آيا، ڏک ڏٺائون، مگر الله ۽ الله جي رسول کي نه ڇڏيائون ۽ خدا جي آواز کي رڙيون ڪري ملڪ ۾ پڌاياڻون ۽ حق جي منادي ڪيائون، پياني ۽ دوئي دل سان ڪڍي ڇڏيائون، هڪ خدا جي لڙ هر لڳا، پوءِ ساڳيا آهي اخلاص ۽ سچائيءَ وارا، فقيرن سان اسير، گمراهن بدران هادي ۽ مرشد ٿي پيا. هڪڙي

اصحابي سونهاري خواب ۾ ڏٺو ته سندس ٻانهن ۾ ڪنگڻ پيا آهن. اٿي حضرت پاڪ جي خدمت شريف ۾ ويو. چيائين 'يا رسول الله مون هيءَ خواب ڏٺو آهي.' پاڻ فرمايائون ته 'ايران جي بادشاهن قيصر ۽ ڪسريٰ جا بادشاهي ڪنگڻ تنهنجن ٻانهن ۾ پوندا.' ويچاري انهيءَ مسڪين ابوجهل اصحابي سونهاري پنهنجون ٻانهون (جن تي وڏا وڏا وارچاول هئا) ٻاهر ڪڍي چيو ته 'يا رسول الله ڇا هنن ٻجن وارين ٻانهن ۾ بادشاهي ڪنگڻ پوندا؟' پاڻ فرمايائون ته 'هائو، انهن ئي ٻانهن ۾!' ساري دنيا شاهد آهي، تاريخ جا ڪتاب کولي ڏسو ته ساڳئي اصحابيءَ سونهاري، قيصر ۽ ڪسريٰ جي ملڪ يعني ايران جي بادشاهيءَ جا ڪنگڻ ٻانهن ۾ پاتا. ڇا؟ انهيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪا ٻي صداقت جي شاهدي ٿي سگهندي؟ نه نه، بلڪل نه، پوءِ ڪي سمجهو ٿا ته هيءَ سڀ ڇو؟ هي خاص هن ڪري ته رسول الله جي پاڪ صحبت جي فيض کان هو اهڙا ته فيضياب ٿيا هئا، جو سندن توڪل ۽ تڪيو پوريءَ طرح الله پاڪ تي هو. هو الله پاڪ جا ٿي ويا هئا ۽ الله انهن جو ٿي ويو هو. "رضي الله عنهم و رضوا عنه"- يعني خدا انهن کان راضي ۽ آهي خدا کان راضي. پوءِ هنن کي ڪهڙي پرواه؟ "لا خوف عليهم و لا هم يحزنون"- يعني انهن تي ڪنهن به قسم جو خوف ڪونهي نڪي آهي ڪڏهن به غمگين ٿيندا.

ڪتاب پڙهندڙن صاحبن کي هن ڪتاب پڙهندي چڱيءَ طرح معلوم ٿيندو ته ڪيتري قدر نه حضرت پاڪ بنا ڪنهن به نفساني خيال جي صبر، نرمي، مضبوطي ۽ تحمل سان جانورن جهڙن ماڻهن کي سڌاريو ۽ ساري دنيا جي قومن ۽ ملڪن کي هڪ ٻڌائي گنڍي ڇڏيو ۽ ڪهڙيءَ طرح نه انسان جو درجو وڌايو ۽ توحيد جو سبق سيکاريو

۽ ماڻهن جي دلين ۾ الله پاڪ جي پيار ۽ محبت جو نقش ڇمايو ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو ته سج، چنڊ، تارا، باهه ۽ پاڻي سڀ انسان جا خادم آهن. امير ۽ غريب جو سنڌو سيڙهو وچان ڪڍي، سڀني کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بنائي هڪ ڪري ڇڏيائون. ڪو ڪنهن سان نه ريس ڪندو هو نه حسد، نه دشمني نه ضد، زبانن ۽ رنگن جو تفاوت ئي ڪونه رهيو هو. ڪارا ۽ پورا سڀ هڪ زنجير جي ڇنبڙيل، سڀ هڪ رستي تي هلندڙ، سڀ هڪ هنڌ وهندڙ ۽ سڀ هڪ ٿانو ۾ کائيندڙ هئا، جڻ نالي ڪاڻ گهڻا هئا، مگر درحقيقت هڪ ٿي ويا هئا. رسول الله عليه‌الصلوات والسلام جڏهن آهو خدائي بار لاٿو ۽ فرض ادا ڪيو، پاڻهن کي خدا سان ملايو ۽ قومن کي قومن سان ڳنڍيو، تون جا تون جا ۽ جهڳڙا ۽ دشمنيون ملڪ ۽ ماڻهن مان ڪڍي ڇڏيون، ماڻهن جي دماغن ۽ دلين کي روشن ڪري نور سان ڀريو، صداقت ۽ علم جو جهنڊو کڙو ڪيو، تڏهن مرڪندڙ منهن، چمڪندڙ پيشاني، خوشي ۽ رضامنديءَ سان دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. لاڏاڻي ۽ چالاڻي کان اڳ الله پاڪ وٽان هيءَ آيت آئي- ”اليوم اكملت لكم دينكم واتممت عليكم نعمتي ورضيت لكم الاسلام دينا“ - يعني اڄ مون اوهان جو دين ڪامل ڪيو ۽ پنهنجون نعمتون ۽ مهربانيون اوهان تي پوريون ڪيون ۽ اوهان جي اسلام قبول ڪرڻ کان آءٌ راضي آهيان.

حضرت رسول الله صلعم جي صحبت کان سندس اصحاب سونهارا اهڙا ته روشن دماغ ٿي ويا هئا، جو خدائي ڪلام جا اشارا به جهٽ سمجهي ويندا هئا. حضورجن جي سچي رفيق امير المومنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جڏهن اها آيت ٻڌي، تڏهن بي اختيار روئڻ لڳو. ٻين اصحابن پڇيو ته ’اي رسول الله جا سچا دوست، هي وقت ته خوشيءَ

جو آهي جو الله دين کي ڪامل ڪيو ۽ پنهنجي رضامندي بابت آيت شريف موڪلي آهي.' حضرت صديق اڪبر فرمايو ته 'سچ اِها ڳالهه خوشيءَ جهڙي آهي، پر هن آيت مان آءٌ سمجهان ٿو ته اسان جو سردار، اسان جو سائين رسول مقبول عليه الصلوات والسلام هن ڪان پوءِ دنيا ۾ گهٽو ڪين رهندو، ڇو تہ پاڻ پيدا ئي دين کي ڪامل ڪرڻ لاءِ ٿيا هئا، پوءِ جڏهن دين ڪامل ٿي چڪو تڏهن پائنجي ٿو ته پاڻ جلد اسان ڪان جدا ٿيندا ۽ هن دنيا مان لاڏائو ڪندا.' اِهو اشارو ٻڌي سڀ اصحاب سونهارا رئڻ لڳا. (سبحان الله) هن مان معلوم ٿيو ته حضرت رسول مقبول عليه الصلوات والسلام آيا ئي دين کي ڪامل ڪرڻ ۽ دنيا کي سڌارڻ لاءِ هئا ۽ سندن پيدا ٿيڻ جي ضرورت ۽ سبب ئي اهو هو.

سندن پاڪ صحبت مان اهڙو تہ عجب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ اثر پيدا ٿيو، جو ڪنهن به پيغمبر جي تاريخ ۾ اهڙو ڪونہ ٿو لڀي. رسول الله صلعم جي فيض سببان حبش جو بادشاه نجاشي، عمان جي ملڪ جو بادشاه جيفر ۽ دومة الجندل جو بادشاه اڪيدر، نجد جي وحشين ۽ تهامہ عرب جي بدُن ۽ يمن جي مسڪينن مان ڪاهو ڪلهي ۾ هٿي ٻيهڻ ڪان عيب يا عار ڪونہ ڄاڻندا هئا. عبدالله بن سلام، جو اڳي يهودين جو وڏو عالم هو، ورقہ بن نوفل جو عيسائين جو وڏو پادري هو، ۽ عثمان بن طلحہ جو صابي دين جو ٻريو مڙس هو، پنهنجون پنهنجون مسندون ۽ گاديون ڇڏي رسول الله صلعم جي دروازي جا مجاور، سندن گهوڙي جا ڪنجڪي ۽ اسلام جا خادم ٿي پيئا. يهودين جو زرخريد غلام سلمان فارسي، اهلبيتن جي درجي کي اچي رسيو. بلال حبشيءَ کي، حضرت اميرالمومنين فاروق اعظم رض جهڙو مڙس (جنهن جي دهڪي ۽ هيبت ڪان ايران جا بادشاه ۽ آس پاس جا حڪام به ڏڪندا هئا) سائين سائين ڪري سڏيندو هو.

مطلب ته شاهه ۽ گدا سڀ هڪ رنگ ۾ رنگجي ويا. ساڳيو خالد بن وليد رضي الله عنه، جو احد جي جنگ ۾ بت پرستن جي لشڪر جو سپه سالار ٿي مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ ميدان ۾ نڪتو هو، سو ڪجھ وقت ڪان پوءِ حضرت رسول الله صلعم جي حضور ۾ حاضر ٿي، لات ۽ عزيٰ کي لت هڻي، بي عزت سمجهي، مندرن کي ڊاهي مسلماني لشڪر جو جنرل يعني سپه سالار ٿي اچي بيٺو. اهڙيءَ طرح عروه بن مسعود رضي الله عنه، جو حديبيه ۾ حضرت پاڪ کي مڪي ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ سفير ۽ قاصد ٿي آيو هو، سو پاڻهي مديني شريف ۾ اچي، حضرت پاڪ جي حضور ۾ حاضر ٿي، ڪلمو پڙهي، پنهنجي قوم کي اسلام ڏي سڏڻ لڳو ۽ انهيءَ خدمت ۾ جان قربان ڪيائين. ساڳيءَ طرح سهيل بن عمرو رض، جو حديبيه جي عهد نامي وقت بت پرستن جي پاران عهد نامي جو ڪمشنر مقرر ٿيو هو، جنهن عهد نامي ۾ حضرت پاڪ جي صحيح تي اعتراض ورتو هو- يعني حضرت پاڪ صحيح ۾ لکايو هو "محمد رسول الله"، ته سهيل اعتراض ڪيو ته "رسول الله" جو اکر ڪاٽي ڇڏيو، ڇو ته اسين رسول ڪري مڃونس ٿي ته ٿا- ساڳئي سهيل رسول الله جي وفات بعد بيت الله ۾ ويهي بي اختيار اسلام جي سچائيءَ تي وڏو ليڪچر (وعظ) ڪيو، ۽ هزارن کي حيران ڪري وڌائين. اهڙيءَ طرح حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه، جو ترار جو هردار ڪٽي رسول الله عليه الصلوات والسلام جي قتل لاءِ نڪتو هو، سوئي مرد خدا رسول الله صلعم جي وفات واري ڏينهن ترار هٿ ۾ ڪٽي محبت ۽ جوش ڀريئي آواز سان چوڻ لڳو ته 'خبردار، جيڪو چوندو ته رسول الله مري ويو تنهن کي آءٌ هن اگهاڙي ترار سان ماريندس.' وحشي بن حرب رض جنهن امير حمزي کي شهيد ڪري، سندس جگر ڪڍي، سند سند ڌار ڪري، جنازي کي سخت بي عزت ڪيو هو، ساڳيو اهو رسول الله

صلعم جي بزرگ چاچي جو قاتل، اسلام قبول ڪري نيڪ مسيلم ڪذاب (جنهن نبيءَ هجڻ جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي هئي) جو قاتل ٿيو ۽ اسلام قبول ڪرڻ بعد رسول الله صلعم وٽ پين اسلام وارن جهڙو ليکجڻ ۾ آيو. آبو سفيان بن عبدالمطلب، جو رسول الله جو سڳو سؤٽ هو، جو حضرت پاڪ جي خلاف چٺرن جا بيت شعر چئي ماڻهن ۾ مشهور ڪندو هو، ساڳيو سوئي توفيق ربانيءَ سان رسول الله صلعم جي حضور ۾ حاضر ٿي، مسلمان ٿيو ۽ حنين واريءَ جنگ ۾ هڪڙوئي هڪڙو رسول الله جي رڪاب کي جهليو ڪنجڪي ٿيو بيٺو هو. اهڙيءَ طرح ابو سفيان بن حرب رض، جنهن سچا ست ورهه حضور جن کي ستايو ۽ ساڻن جنگيون ڪيون، سوئي اسلام قبول ڪري اهڙو ته معتبر ٿيو، جو نجران جي عيسائي علائقي تي مسلمانن جي طرفان حاڪم مقرر ٿي ويو. طفيل دوسي رض، جو مڪي شريف ۾ ڪنن ۾ ڪپاهه وجهي گهمندو هو ته متان محمد رسول الله صلعم جو آواز ڪنن ۾ پهچي، سو ساڳيو پنهنجي وطن ۾ وڃي ماڻهن کي محمد ڪريم عليه الصلوات والسلام جو آواز پهچائيندو ۽ پڌائيندو رهيو. ساڳيو عبد ياليل ثقفي رض، جنهن طائف جي ملڪ ۾ حضرت کي تڪليف پهچائڻ لاءِ چوڪرن کي پويان بڇي ڇڏيو هو، سو رسول الله صلعم جي صبر ۽ تحمل، ماٺ ۽ نرمي ڏسي حيران ٿي مديني شريف ۾ اچي حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ پنهنجي قوم وٽ ايمان ۽ محبت جا موتي پاڻ سان ڪٺي موٽيو. ساڳيو بريدت بن الحصيب اسلمي رض جو قريشن ڪان هڪ سؤ آٺن جي انعام جو انجام وٺي ستر سوار ساڻ همراه ڪري حضرت پاڪ جي گرفتار ڪرڻ لاءِ نڪتو هو، سو بن ٽن ڪلاڪن اندر خدائي ڪشش سان رسول الله صلعم جو علم بردار ٿي بيٺو. اهڙا مثال سوين چا هزارين آهن،

جن جي لکڻ سان ڪتاب تمام وڏو ٿي ويندو: انهيءَ ڪري مٿيان ٻه ٽي مثال ئي ڪافي آهن.

دوستو! هي سڀ حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ تعليم جو اثر ۽ نتيجو هو، جو آهستي آهستي دلين کي فتح ڪندو ۽ مٿن قبضو ڪندو ويو. حضور جن جا جاني دشمن جي سندن ساهه وٺڻ لاءِ پويان گهمندا وتندا هئا، جڏهن اسلام قبول ڪرڻ لاءِ حضور ۾ حاضر ٿيندا هئا ته آهي جاني دشمن به حضرت رسول الله صلعم جا جاني دوست ٿي پوندا هئا؛ ۽ رسول الله عليه الصلوات والسلام انهن کي پنهنجو جاني دوست ڪري ڄاڻندو هو. الله پاڪ جي شان ۾ قسمين قسمين بي ادبيون طرحين طرحين گستاخيون ڪندڙ، جڏهن اسلام قبول ڪرڻ لاءِ حضور ۾ حاضر ٿيندا هئا، تڏهن الله پاڪ انهن جون سڀئي مدايون معاف ڪري پنهنجي رحمت ۽ ٻاجهه جو ٻاچو مٿن پکيڙيندو ۽ لطف ۽ ڪرم جو هٿ مٿن ڦيريندو هو ۽ هزارن لکن گناهن کان کين پاڪ صاف ۽ آزاد ڪري ڇڏيندو هو ۽ اهڙو ڪري ڇڏيندو هون، جو ڄڻ ماءُ جي پيٽ سان نوان ڄاول هئا. الله پاڪ آهو مهربان ۽ رحم وارو آهي، جو انسان ڪيتريون به خطائون ۽ بي فرمانيون ڪري، مگر وري به جيڪڏهن سمجهي، پنهنجي رب کي سڃاڻائين ۽ توبه ڪيائين ته الله جي رحمت جو دروازو کليل آهي؛ بيشڪ آهو انسان آنهيءَ ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. الله، بخشش ۽ رحم ڪرڻ لاءِ تيار آهي پر ڪو هجي جو ڪناس بخشش گهري ۽ معافيءَ جو طالب ٿئي؟ الله تعاليٰ سدائين پنهنجي ٻانهن کي پنهنجي ٻاجهه ۽ لطف سان هيئن فرمائي ٿو:

باز آ، باز آ، هر آنچه هستي باز آ!
گر ڪافر و گبر و بت پرستي باز آ!

اين درگهِ ما درگهِ نوميدي نيست،
صد بار اگر توبه شکستي باز آ!

”موٽي اچ، موٽي اچ! جهڙو آهين تهڙو موٽي اچ!
جيڪڏهن ڪافر، گبر ۽ بت پرست آهين ته به موٽي اچ!
اسان جي هيءَ درگاهه نا اميدي جي جاءِ ڪينهي؛
سؤ دفعا جيڪڏهن توبه ڀڳي ته به موٽي اچ!“

(اللهم تب علي واغفرلي ولوالدي وللمؤمنين -

اي منهنجا مولا تون منهنجي توبه قبول ڪر ۽
مون کي بخش ۽ منهنجي ابيءَ ماءُ ۽ سڀني مومنن
کي به بخش!

يوم يقوم الحساب -

آنهيءَ ڏينهن جنهن ڏينهن عملن ۽ ڪرتوتن جو
حساب ڏيندو ۽ ليکو لهندو.)

## حضرت پاڪ جي ولادت (ڄمڻ)

جنهن پاڪ رسول يعني رسولن جي سردار نبين جي مهندار محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جي پيدا ٿيڻ بابت حضرت ابراهيم دعا گهري هئي ۽ جو پاڪ رسول حضرت موسيٰ جي مثيل ٿيڻو هو ۽ جنهن پاڪ رسول کي حضرت دائود، پهلوان جو خطاب ڏنو هو ۽ جنهن سائينءَ کي حضرت سليمان، محمد ڪريم اڪيلي ڪري ڪوٺيو، ۽ حضرت يسعياه نبي ساراهيو هو ۽ حضرت جستوق پيغمبر قدوس (پاڪ) ڪري سڏيو هو ۽ حضرت يحييٰ حمدث (احمد) نالو ڏنو هو ۽ جنهن آخرين پيغمبر کي حضرت عيسيٰ، فارقليط جي نالي سان ياد ڪري ويو، آخر سوئي سردار، سوئي سائين تاريخ

٩، مهيني ربيع الاول، سن عام الفيل جي پهرئين سال، مطابق ٢٠ اپريل سنہ ٥٧١ عيسوي، ۽ مطابق ٢٥ ويساک سنبت ٦٢٨ بکرمي، سومر جي ڏينهن، پره ڦٽيءَ کان پوءِ، سج آيرڻ کان اڳ، بهار جي موسم ۾ مکي شريف جي شهر ۾ پيدا ٿيو. سندن والد (پيءُ) جو نالو عبدالله، ڏاڏي جو نالو عبدالمطلب، پڙ ڏاڏي جو نالو هاشم، ٽئي ڏاڏي جو نالو عبد مناف ۽ چوٿين ڏاڏي جو نالو قصيءَ آهي. هن طرح محمد رسول الله صلعم بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبد مناف بن قصيءَ، پاڻ جڏهن خير سان ڄاوا، تڏهن سندن ڏاڏي عبدالمطلب، سندن نالو محمد (عليه صلوات والسلام) ۽ سندن ماءُ خواب ۾ هڪ غيبي ملائڪ کان بشارت طور معلوم ڪري، سندن نالو احمد (عليه الصلوات والسلام) رکيو. هڪڙي حديث ۾ پاڻ فرمايو اٿن تہ 'زمين تي منهنجو نالو محمد ۽ آسمان تي منهنجو نالو احمد آهي.' اهڙيءَ طرح توريت ۾ سندن مبارڪ نالو محمد ۽ انجيل ۾ احمد ڪوٺيو ويو آهي. پاڻ پنهنجي پيءُ جا هڪڙائي پٽ هئا يعني ڪو ٻيو ڀاءُ ڪونہ هون، مگر جهڙا هڪڙائي پٽ هئا اهڙائي پنهنجي پيءُ جا يتيم پٽ بہ هئا. سندن والد (پيءُ) سندن ڄمڻ ۽ دنيا ۾ اچڻ کان ٿورو وقت اڳيئي هن جهان مان لڏي ڪين يتيم ڪري پنهنجي پيءُ يعني سندن ڏاڏي عبدالمطلب جي هٿن ۾ ڇڏي ويو.

پيارا ٻڙ هندڙؤ! الله پاڪ جو ڪوبہ ڪم حڪمت کان خالي ڪينهي. حضرت پاڪ کي يتيم ڪيائين، انهيءَ ۾ وڏي حڪمت هيءَ آهي تہ جو پاڪ نبي ساري دنيا جو سڌاريندڙ، محتاجن جو مددگار، غريبن جو غمخوار، هيڻن جو همراه، يتيمن جو يار ٿيندو، سو پلي تہ يتيمي ۽ ڇورڙائيءَ جو ذائقو بہ چکي ڇڏي تہ پوري خبرداريءَ سان يتيمن،

ابالڙن ۽ ڇورڙن جي سنڀال لهي ۽ هنن جا ڏک درد ميٽي. اهوئي سبب آهي جو حضرت پاڪ هميشه يتيمن ۽ ڇورڙن تي ٻاجهه ۽ رحمت جا هٿ گهمائيندا هئا ۽ يتيمن کي تعظيم ڏيندا هئا. سچ ته يتيمن جو قدر انهيءَ کي پوندو جنهن يتيميءَ جا ڏينهڙا ڏٺا هوندا ۽ تڪليفن ۾ گذاريو هوندو. پاڻ جيئن يتيم هئا، تيئن ڪنهن استاد وٽان پڙهيل به ڪين هئا، ۽ جيئن يتيم ۽ اڻ پڙهيل هئا، تيئن وري غريب ۽ مسڪين به هئا. الله پاڪ قرآن شريف ۾ ڪين پنهنجن ڳڻن جون ڳالهيون ياد ڏياري فرمائي ٿو:

الم يجدك يتيما فاوى، ووجدك ضالا فهدى،
و وجدك عائلا فاغنى، فاما اليتيم فلا تقهر،
و اما السائل فلا تنهر، و اما بنعمة ربك فحدث.

اي محمد) عليه الصلوات والسلام ڇا ڪين لڌو هو توکي (خدا) يتيم؟ پوءِ پنهنجي پناهه ۾ آندئين ۽ لڌئين توکي اڻ پڙهيل، پوءِ رستي لائين يعني لدني علم سيکاريئين ۽ لڌئين توکي (اي محمد عليه الصلوات والسلام) غريب ۽ مسڪين، پوءِ بي پرواه ڪيائين ۽ سڀ ڪجهه ڏنائين - پوءِ يتيم کي ڪڏهن به نه ڇڙٻجاءِ ۽ نه ستائجاءِ ۽ سواليءَ کي ڪڏهن به خالي نه ڇڏجاءِ ۽ الله پاڪ جي مهربانين جون ڳالهيون ڪندو ۽ ڳڻ ڳائيندو وتجاءِ.

حضرت جي والده (ماءُ) جو نالو بيبي آمنه هو جا وهب جي نياڻي هئي، وهب بنو زهره جي قبيلي جو بزرگ مڙس ۽ سردار هو. بيبي صاحبه سڳدن ڄمڻ کان اڳ خواب ۾ ڏٺو ته ڪو روحاني ۽ رباني ملائڪ کين هي اکر پيو چوي:

انک حملت بخير العالمين فاذا ولدته فسميه محمد او اکتمی شانه.

(تنهنجي پيٽ ۾ اهو نيڪ انسان آهي جو ساري جهان کان ڀلو آهي. جڏهن ڄڻينس ته محمد نالو رکجانس ۽ سندس شان لڪائجانءِ).

جنهن سال پاڻ خير سان ڄاوا ته انهيءَ سال سخت ڏڪار هو پر سندن ڄمڻ شرط خدا جي اهڙي ته مهرباني ٿي جو ڏاڍو اڃي سُڪار ٿيو ۽ ماڻهو ڏاڍا خوش گذارڻ لڳا، ايتري قدر جو انهيءَ سال کي عرب جا ماڻهو ”سنة الفتح والا بتهاج“ خوشي ۽ ڪشادي رزق جو سال سڏڻ لڳا.

## حضرت جي والد جي عمر

جڏهن حضرت ڄائو ۽ سندن ڄمڻ کان اڳ سندن والد حضرت عبدالله وفات ڪئي، تڏهن حضرت جي والد جي عمر (٢٤) چوويهه ورهيه هئي. حضرت پاڪ جي ڏاڏي عبدالمطلب به يتيميءَ جو وقت ڏٺو ۽ اهو ذائقو چکيو هو، سو حضرت جي ڄمڻ جي خبر ٻڌندي ئي گهر آيو ۽ صاحبزادي کي ڪعبي ۾ کڻي ويو ۽ آتي دعا گهري موٽائي گهر کڻي آيس. ستين ڏينهن عقيقو ڪيائين ۽ سڀني قريشن کي سڏ ڏنائين.

## محمد نالي جي معنيٰ

ماڻهن عقيقي جي دعوت کائي پڇيو ته اوهان ٻنهنجي خاندان جا سڀ نالا ڇڏي صاحبزادي جو نئون نالو ”محمد“ چو رکيو آهي؟ سندن ڏاڏي عبدالمطلب جواب ڏنن ته ڀلي هي ٻچو ساري دنيا ۾ ساراهيل ۽ واکاڻيل ٿئي. محمد جي معنيٰ آهي ساراهيل ۽ واکاڻيل.

## ٽيج پيڻ وارا ڏينهن

مڪي جي وڏن ماڻهن جو قديم دستور هو ته ٻار جڏهن اٺن ڏينهن جوٿيندو هو ته ٽيج پيار يندڙ داين جي حوالي ڪري، ٻهراڙيءَ ڏي موڪلي ڇڏيندا هوا. انهيءَ دستور موجب حضرت پاڪ کي به حليمه سعديه جي حوالي ڪيو ويو جا ڇهين ڇهين مهيني آڻي سندين والده ۽ سندن ٻين مائٽن کي ڏيکاري ويندي هئي. جڏهن حضرت سائين ٻن سالن جا ٿيا، تڏهن سندن ٽيج ڇڏائي وئي ۽ بي بي حليمه کين سندن والده (ماءُ) وٽ کڻي آئي. مگر سندين والده کين وري به بي بي حليمه جي حوالي ڪيو، ڇو ته انهيءَ پاسي جي آب هوا حضرت سائينءَ جي طبيعت کي ڏاڍي موافق ٿي هئي.

## حضرت پاڪ جي والده جو دنيا مان لاڏاڻو

جڏهن حضرت سائينءَ جي چمار چئن ورهن جي ٿي ته سندين والده صاحبه کين پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ جڏهن سندين عمر مبارڪ ڇهن ورهين جي ٿي ته بي بي آمينت سندهن والده به دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. ۽ سندن ڏاڏي عبدالمطلب کين نپائڻ ۽ سنڀالڻ شروع ڪيو.

## حضرت پاڪ جي ڏاڏي عبدالمطلب جي عمر ۽ وفات

پر جڏهن حضرت سائينءَ جي عمر مبارڪ آٺن ورهن جي ٿي ته سندن ڏاڏي عبدالمطلب به پياسي ورهن جي چمار ۾ دنيا مان چالاڻو ڪيو.

## حضرت پاڪ جي چاچي ابو طالب جو ڪين نپائڻ

پوءِ آخر سندن سڳو چاچو ابوطالب ڪين نپائڻ لڳو، جنهن جي حضرت سائينءَ سان ڏاڍي دل ۾ محبت هئي، انهيءَ ڪري ڪو وقت به جدا ڪين گذاريندا هوا.

## شام جي ملڪ جو سفر ۽ پادري بحيره سان ملاقات

جڏهن حضرت سائينءَ جي عمر ٻارهن ورهين جي ٿي، تڏهن ابوطالب ڪين شام جي مسافري تي وٺي ويو، جو واپار جي سانگي اوڏاهين ويو ٿي. جڏهن شام جي شهر بصري ۾ پهتا، تڏهن هڪڙي گرجا ۾ وڃي لٿا. اتي هڪڙو پادري بحيره نالي ڏاڍو سمجهو ۽ سياڻو، توريت ۽ انجيل جو وڏو عالم هو. ڪيس سدائين آخرين پيغمبر جي پيدا ٿيڻ ۽ ڏسڻ جي آس ۽ آداس هوندي هئي، ڪيس معلوم هو ته هي هي نشانيون انهيءَ آخرين پيغمبر جون هونديون؛ تنهن حضرت پاڪ کي ڏسي چاچي سڃاتو ۽ بي اختيار سندن چاچي ابوطالب کي چيائين ته خدا نه پلائي ته هي ٻچو آخر زماني جو وڏو شاندار پيغمبر ٿيندو. ٻنهي ڪلهن جي وچ تي نبوت جي مهر جو نشان به ڏنائين جو بائبل ۾ پڙهيو هئائين ته آخر زماني جي پيغمبر کي اهو نشان هوندو. ڪتاب يسعياه جي باب ٩٠ ۾ نبوت جي مهر جو ذڪر ڏنل آهي. اسڪان ارسن نالي عيسائيءَ، جو ١٦٦٦ع ۾ بائبل جو عربي ترجمو ڪيو آهي انجي ٤٢ باب ۾ هي فقرو موجود آهي:

> و آثر سلطنت علي ظهره و اسمه احمد
> (جيڪو آخرين پيغمبر پيدا ٿيڻو آهي تنهن
> جي حڪومت جو اثر ۽ نشان سندس پٺيءَ تي
> هوندو ۽ سندس نالو هوندو احمد.)

انهيءَ پادريءَ حضرت سائينءَ جي زيارت جي خوشيءَ ۾ ساري قافلي جي مهماني جهلي ۽ ابوطالب کي سمجهايائين ته هن ملڪ جا يهودي هميشه نبين جا دشمن هوندا آهن، ائين نه ٿئي جو انهن کي خبر پئجي وڃي ۽ صاحبزادي کي ڪا تڪليف پهچائي وجهن، انهيءَ ڪري بهتر صلاح آهي ته تون اڳتي نه وڃ ۽ پوئتي موٽ. انهيءَ پادريءَ هيئن به چيو ته مون تازو هڪ خواب به ڏٺو هو ته انهيءَ پاسي جنهن پاسي کان اوهين آيا آهيو سڀ وڻ ٽڻ هڪڙي ڇوڪري جي آڏو نياز پيا ڪن ۽ اونڌا پيا ٿين. انهيءَ پادريءَ جي صلاح موجب ابوطالب ڪين موٽائي ڳوٺ روانو ڪيو.

حضرت سائين جن اڃا ننڍا هئا ته هڪ دفعي مڪي شريف ۾ ڏاڍو ڏڪار پيو. ابوطالب چا ڪيو جو حضرت سائينءَ کي ٻاهر ميدان ۾ وٺي ويو ۽ چيائينس ته ٻچا تون دعا ڪر ته مينهن وسي. حضرت سائينءَ برڪت ڀريل چپ چوري ڏاڍي نياز سان پنهنجي خالق کان دعا گهري. الله پاڪ اها پياري دعا قبول ڪئي ۽ ايترو مينهن اچي وسيو جو سارو ملڪ سرسبز ۽ آباد ٿي ويو.

## ڪين عرب ۾ محمد آسين ڪري سڏيندا هوا

جڏهن پاڻ خير سان جوان ٿيا تڏهن ايتري قدر ته چڱو سڀاءُ، چڱا لڇڻ، فضيلت، اخلاق ۽ لياقت منجهن ڏسڻ ۾ آئي، جو اڳي ڪنهن به جوان ۾ ڪنهن به ڪان ڏٺي هئي. عرب جا ماڻهو سندن اهي ڳڻ ۽ چڱايون ڏسي حيران ٿيندا هئا ۽ فخر ڪندا هئا ته عرب ۾ ههڙو لائق ۽ سلڇڻو جوان پيدا ٿيو آهي. منجهن ننڍي هوندي کان ئي وٺي امانت داريءَ جو گڻ تمام گهڻو هو، ڪوڙ ڪڏهين ڪين ڳالهائيندا هئا، بيجا طرفداري ڪنهن جي به ڪان ڪندا هئا، سچ سڀ ڪنهن کي چئي ڏيندا هئا، اجائي سنگت

۽ اچائي صحبت کان اصل ننڍي ئي لاڪر پچندا هئا. قريش ڪيترو به زور ڪندا هون ته سيڙن ملاخڙن ۾ هلن، پر پاڻ ڪڏهن به ڪين ويا. مطلب ته ايتري قدر ته سندن تعريف اچي ٿي جو گهر گهر سندين وصف ۽ واکاڻ هاڻ لڳي ۽ ننڍي وڏي جي وات ۾ اها وائي هئي ته محمد جهڙو سچو، محمد جهڙو امين نه ٿيو، نه ٿيندو، نه ڄائو، نه ڄمندو. عرب جي ماڻهن کي اها ته خبر ئي ڪانه هئي ته ڪنهن وقت هي نيڪ انسان ساري دنيا جو سڏارينڊڙ ۽ شاندار آخرين پيغمبر ٿيندو، مگر تنهن هوندي به سندين فضيلتون ڏسي ڪين صادق (سچار) ۽ امين (امانت ڪندڙ) اهي لقب ڏيندا هئا. نيٺ اهڙو اچي حال ٿيو جو جيڪڏهن به ڄڻا، ٻه قبيلا يا ٻه قومون پاڻ ۾ وڙهنديون هيون ته ڪين امين ۽ مصنف مقرر ڪندا هئا ۽ جيڻن پاڻ فيصلو ڪندا هئا، ڪا ذرو به انڪار نه ڪندي هئي. ڪيترن ماڻهن ته پنهنجون قيمتي قيمتي شيون وٽن امانت اچي رکيون. مطلب ته ننڍا توڙي وڏا سندن ادب ۽ تعظيم ڪرڻ ۽ سندين صداقت ۽ امانت مڃڻ لڳا.

## بي بي خديجة الڪبري سان شادي

نيڪ انسان کي هزارين گهرندا، اڪين محبت ڏيندا، اهڙي گوهر بي بها جا خريدار هزارين، اهڙي محبوب جا محب لکين. حضرت سائينءَ جي ساک ۽ نيڪي ٻڌي ڏسي، ڪيترن واپارين خيال ڪيو ته پاڻ اسان سان واپار ۾ شامل ٿين ته ڏاڍو چڱو، ڪيترن قبيلن سگ آڇيا، ڪيتريون ڪنواريون اهڙي گهوٽ لاءِ حاضر، مگر الله پاڪ پنهنجي رٿيل نبيءَ جي هرهڪ ڪم، هرهڪ قدم ۾ حڪمت رکائي هئي، سو الله پاڪ جي حڪمت ۽ حڪم کان سواءِ ڪو ڪم ٿيڻو نه هو. عرب جي هڪ عزت واري شريف خاندان

جي هڪ بيوه بي بي ”خديجہ“ نالي پئسي واري ۽ ڀلي عورت هئي ۽ هميشه پنهنجي پئسي مان واپار هلائيندي هئي. تنهن جو حضرت سائينءَ جو ناموس ٻڌو ۽ نيڪي ٻڌي تہ امين ۽ سچار هڪ ئي آهي، سو سنديس اچي مرضي ٿي تہ محمد (عليه الصلوات والسلام) منهنجي پئسي مان واپار هلائي، ڇو تہ اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ ويچارين بيوه ۽ بيوسيلي عورتن مان ماڻهو ڏاڍيون دغائون ۽ ڪپتون ڪندا آهن. انهيءَ ڪري بي بي خديجہ صاحبہ گهريو تہ ههڙو سچار ۽ امانتدار جيڪڏهن منهنجي پئسن مان واپار هلائيندو تہ تر جيترو بہ تفاوت ۽ جوَ جيترو بہ جوکو ڪونہ ٿيندو. آخر بي بي صاحبہ اهڙو عرض چورائي موڪليو. حضرت سائينءَ پاڻ قياس ڪري ويچاري بيوه عورت جي حال ۽ مال تي ترس کائي قبول ڪيو ۽ سندس پيسا کڻي شام جي طرف واپار جي لاءِ روانا ٿيا. خدا جي قدرت ۽ حضرت سائين جي برڪت ٿي، جو انهيءَ دفعي واپار ۾ تمام گهڻو کٽيو ٿيو، ايترو جو ٻين واپارين کي عجب لڳي ويو. انهيءَ مسافريءَ ۾ بي بي خديجہ جو ٻانهو ميسره نالي بہ حضرت سائينءَ سان رفيق هو ۽ قسمين قسمين فضليتون، ۽ چڱا لڇڻ ۽ معجزا (پيغمبر جون ڪرامتون) حضرت جا سڄي سفر ۾ ڏٺا هئائين، جي اچي پنهنجي سائڻ بي بي خديجہ کي ذري پرزي سميت ٻڌايائين. بي بي صاحبہ اگرچ بيوه هئي، پر وڏن وڏن سردارن سندن سنگ ڇڪايو هو تہ پاڻ نامنظور ڪيو هئائين، مگر حضرت جي فضيلتن کيس بي اختيار ۽ لاچار ڪري وڌو ۽ پاڻ نڪاح ڪرڻ جو عرض چوارائي موڪليائين. جڏهن تہ الله پاڪ جي بہ اهائي مرضي هئي، تڏهن حضرت سائينءَ بہ اهو عرض بي بي صاحبہ جو قبول فرمايو، ۽ شادي ٿي. عرب جا وڏا وڏا ماڻهو ۽ سردار حيران ٿي ويا. ۽ ڇگن سان ڪنهنجي ريس.

## انهيءَ شاديءَ وقت حضرت جن جي ۽ بيبي صاحبہ جي عمر

جڏهن هيءَ شادي خير سان ٿي، تڏهن حضرت سائينءَ جي عمر مبارڪ ٢٥ ورهيہ هئي ۽ بي بي صاحبہ جي عمر ٤٠ ورهيہ. حضور جن عليه الصلوات والسلام کي اڪثر اولاد هن ٿي بي بي صاحبہ مان هو. حضور جن جو اولاد، پڪي روايت موجب ٻہ صاحبزادا هئا ۽ چار صاحبزاديون. قاسم ۽ ابراهيم، زينب، رقيہ، ام ڪلثوم، فاطمہ. حضرت ابراهيم حضور جن جو صاحبزادو، بي بي ماريہ قبطيه رضہ مان هو. بعض روايتن ۾ آهي تہ عبدالله نالي ٻہ حضور جن کي فرزند هو، جو بہ بي بي خديجۃ الڪبريٰ مان هو. ڪن روايتن ۾ طاهر ۽ طيب نالا بہ آيل آهن. اهي سڀئي فرزند ننڍي هونديءَ ٿي وفات ڪري ويا هئا. سڀني ڀائن ڀينرن کان ننڍي، بي بي فاطمہ زهرا رضہ هئي، جا حضرت سائين جي وفات کان پوءِ بہ حيات هئي. باقي ٻيا سڀ صاحبزادا ۽ صاحبزاديون سندن هونديءَ ٿي دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا هئا. پنجاهہ ورهيہ چمار تائين حضرت سائين جي نڪاح ۾ فقط بي بي خديجہ صاحبہ رضہ هئي ۽ ڪابہ ٻي شادي ٽيستائين ڪانہ ڪئي هئائون. جڏهن بي بي صاحبہ جي عمر مبارڪ جو پيمانو اچي ڀريو ۽ الله پاڪ سان وصال جو وقت ٿين، تڏهن نهايت نيڪي ۽ عزت، پاڪائي ۽ ايمان، خوشي ۽ خدائي محبت سان دنيا مان لاڏاڻو فرمايائون. حضرت سائين، نہ انهيءَ ڪري تہ بي بي صاحبہ سندن بي بي هئي، بلڪ انهيءَ ڪري تہ صاحب حياءَ ۽ ايمان جي، صاحب شرف ۽ شان جي، چڱن اخلاقن واري، خدا پرست ۽ خدا ترس، پنهنجي گهر جي مالڪ جا حق پورا ڪندڙ، پنهنجي خالق جا فرض بجا آڻيندڙ بي بي هئي؛ گهڻو ڪري سندن ذڪر

۽ نيڪي ڪندا هئا، ته دنيا جون عورتون سمجهن ته نيڪ عورتن جي نيڪي مرڻ ۽ دنيا کي ڇڏڻ کان پوءِ به پئي هلي، ۽ هُو به سمجهن ته پنهنجن مڙسن ۽ پنهنجي خدا سان چڱيءَ طرح هلڻ گهرجي ۽ هميشه سڄاري جهڙن ڪمن ۾ مڙسن سان ٻانهن ٻيلي ٿجي. هن شاديءَ ٿيڻ کان پوءِ حضرت سائين سدائين سڄو وقت آسمان ۽ زمين جي پيدا ڪندڙ خدا جي عبادت ۾ گذاريندا هئا ۽ خدا جي خلق جي خيرخواهي ڪندا رهيا.

## ٻڪريون چارڻ

انهيءَ وچ ۾ نبين ۽ رسولن جي سنت (طريقي ۽ هلت) موجب اهڙو اتفاق به ٿيو، جو حضرت سائينءَ ٻڪرين جو ڌڻ چاريو ۽ سنڀاليو. الهامي ۽ خدائي ڪتابن ۾ پيغمبرن کي راعي يعني ڌڻدار (ڌنار) جو لقب ڏنو ويو آهي. ٻڪرين چارڻ جو ڪم ٻين نبين به ڪيو هو. جهڙو حضرت موسيٰ عليه السلام. ڏسو خروج باب (۱) ورس (۳) ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام به ساڳئي مطلب ۽ معنيٰ جا لفظ ڪم ۾ آندا آهن ته ”آءٌ بني اسرائيلن جي گمراه ڌڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن وٽ به نه آيو آهيان.“ ڏسو متي باب ۲۴ ورس ۱۵. متيءَ جي انهيءَ فقري مان هي به نيڪ روشن ٿيو ته حضرت عيسيٰ مسيح عليه السلام ساري دنيا جي سڌارڻ لاءِ آيل ئي نه هو جئن متي لکيو ويو آهي، بلڪ خاص بني اسرائيلن لاءِ آيو هو. هي جو اڪثر نبين کي ٻڪرين چارڻ جو اتفاق ٿيو آهي سو سياڻا ماڻهو ته سمجهي سگهندا هوندا، پر تنهن هوندي به عرض آهي ته جانورن ۾ چارڻ پيارڻ ۽ سنڀالڻ لاءِ ڏکيو جانور ٻڪريون آهن. ٻڪرين جي ڌنار کي ٻڪرين چارڻ ۾ جيتري تڪليف ۽ ڏاکڙو ٿئي ٿو، اونرو ڪنهن به ڌنار

ڪي نہ ٿو ٿئي. اهڙيءَ طرح حيوانن کي سڌارڻ بہ سولو آهي، پر انسانن کي سڌارڻ ۽ سنڀالڻ بلڪل ڏکيو آهي، تنهنڪري خدا جا پيغمبر ٻڪريون چاري هڪ قسم جو آزمودو حاصل ڪن ٿا. غصو، چڙ ۽ ڪڪ ٿيڻ جو مادو منجهان گهٽ ٿيو وڃي ٿو، پوءِ هو خدا جا پاڪ رسول گهڻي تحمل ۽ سهڻ سان الله جي مخلوق کي سڌارڻ لڳن ٿا؛ ۽ جيئن ڌنار ٻڪرين جي ڇڙوڇڙ ڌڻ کي تنواري سنواري گڏ ڪندا آهن، اهڙيءَ طرح حضرت پاڪ بہ ساري مخلوق جي ڌڻ کي گڏ ڪرڻ ۽ هڪ راه تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سڀني پيغمبرن کان وڌيڪ ڪامياب ۽ فتحمند ٿيا. اللهم صلي عليه و علىٰ آله و اصحابه و سلم.

## ڪعبتہ الله جي نئين سر عمارت ۽ حجر اسود جو ذڪر

حضرت سائينءَ جي عمر مبارڪ ٢٥ ورهين جي اڃا مس ٿي تہ ڪعبتہ الله جي عمارت کي قريشن نئين سر تيار ڪرڻ شروع ڪيو. انهيءَ ڪم ۾ حضرت سائينءَ بہ ڏاڍي مدد ڏني ۽ پاڻ پنهنجي سر پٿر ڍوئي ڍوئي پهچايائون. جڏهن حجر اسود (ڪاري پٿر) جي رکڻ جي مهل ٿي، تڏهن انهيءَ جي رکڻ بابت حجاز، عرب جي سڀني قومن ۽ قبيلن ۾ اچي جهيڙو لڳو تہ ڪير اهو پٿر پنهنجن هٿن سان ڪعبتہ الله ۾ ڪوڙي، ڇو تہ اڳين نبين جي وقت جي قديم نشاني هئي، تنهن ڪري انهيءَ جي ڪٿي ڪوڙڻ ۾ وڏي عزت ۽ آبرو سمجهيائون ٿي. چارڏينهن اهڙو تہ جهيڙو لڳو ۽ ايتري مخالفت ٿي جو هزارن خونن ٿيڻ جو امڪان هو. آخر گهڻي لڙ بکيڙي کان پوءِ هيءَ ٺهراءُ ٿيو تہ جيڪو ماڻهو ڀلي ڀلين حرم پاڪ جي دروازي کان اندر گهڙندو، سوئي

امين ۽ منصف ٿيندو جنّن وٽيس تڙن ڪري. اها راءِ ابو اميه بن مغيره ڏني هئي. آخر خدا جي قدرت، جو پهريون ماڻهو اندر آيو، سو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم هو. سڀني جي وات مان رڙ نڪري وئي "هذالامين هذالامين" اچهو منصف اچي ٿو! اچهو منصف اچي ٿو!! سبحان الله نبي تيڻ کان اڳيئي خدا جي خلق حضرت پاڪ کي جنگين جهيڙن جو ٽاريندڙ، امانت ۽ انصاف ڪندڙ سمجهندي هئي. اهڙو رتبو ڪنهن به پيغمبر کي نصيب نه ٿيو. خير. حضرت سائينءَ احوال ٻڌي سڀني قبيلن کي هڪ ئي ڳالهه راضي ڪرڻ ۽ مخالفت ۽ دشمني جي دفع ڪرڻ جو ضرور سمجهيو، تڏهن پاڻ چا ڪيائون جو پنهنجي چادر مبارڪ وڇائي، انهن تي پنهنجن هٿن مبارڪن سان پٿر (حجر اسود) کڻي رکيائون، پوءِ هرهڪ قبيلي جي سردار کي فرمايائون ته گڏجي هن چادر کي ڪنڊو ۽ کڻي ڪوڙڻ واريءَ جاءِ تي آڻيو. سڀني ائين ڪيو ۽ پٿر کي کڻي آتي آيا. پوءِ حضرت سائينءَ پاڻ پنهنجن مبارڪ هٿن سان کڻي اتي ڪوڙيو. ائين ڪرڻ سان سڀ خوش به ٿيا ۽ خوفناڪ جنگ به ٽري وئي. سمجهو ماڻهو هتان سمجهندا ته هي چڻ نبوت جو بنيادي پٿر هو، جو حضرت پاڪ جي هٿان الله تعاليٰ رکايو.

## الله پاڪ جي قدرتن جو ويچار

انهيءَ عمر يعني ۳۵ ورهن کان پوءِ چاليهن ورهين تائين، حضرت سائينءَ جو احوال ايترو آهي ته پاڻ ساري عربستان ۾ نيڪ مرد، دينداز، امانت دار، خليق، چڱن لڇڻن وارا، منصف مزاج، خدا ترس، بزرگوار، رحم دل، يتيم پرور، رحيم ۽ ڪريم سڏبا هئا، ۽ انهن ڳالهين ۾ ايتريقدر ته مشهور ٿي ويا هئا، جو ماڻهو سندن مثال ڏيندا ۽ ڳالهيون

ڪندا هئا، انهن ڳالهين ۽ صفتن کان سواءِ منجهن هڪ اهڙي صفت به هئي جا ڪنهن ۾ به ڪانه ليندي هئي. يعني حضرت سائين سدائين ڪنهن خيال ۽ ويچار ۾ محو ۽ غرق رهندا هئا ۽ خدا جي قدرتن ۽ ڪارخانن، آسمان، زمين، سج، چنڊ، تارن، وڻن ٽڻن، باغ باغيچن، بر، بحر، جهنگل، برسات، وڄ ۽ ڪڪرن وغيره ۾ غور ۽ خوض ڪندا هئا، ۽ هميشه مراقبي ۽ مڪاشفي ۾ مشغول رهندا هئا، ۽ ائين سمجهڻ ۾ ايندو هو ته ڪنهن اونهي خيال ۾ آهن يا ڪا وڏي ڳڻتي اٿن. آخر اهڙو حال اچي ٿيو، جو شهر، آبادي ۽ ماڻهن کان دل کڄي ٿي پين ۽ ماڻهن جا افعال کين بلڪل ناپسند لڳندا هئا. نيٺ ڪجهه ڏينهن جو کاڌو پيتو پاڻ سان کڻي، جبل حرا جي هڪ غار ۾ وڃي رهندا هئا ۽ الله پاڪ جي عبادت ۽ بندگيءَ ۾ وقت خير جو گذاريندا هئا، ۽ انهيءَ خيال ۽ ڌيان ۾ رهندا هئا. کين انهيءَ وقت اها خبر خيرڪا هئي ته پاڻ ڪنهن وقت زبردست نبي، آخر زماني جا پيغمبر، ساري دنيا جا سڌاريندڙ ۽ يتيمن، غريبن، مسڪينن ۽ بيواهن جا اميدگاه ٿيڻا آهن، ۽ جن ماڻهن کان پڄن ۽ گوشانتو گذارن ٿا، سا ڪيو تن سان گڏ گذارڻو ۽ انهن کي سڌارڻو پوندن.

## حضرت پاڪ، محمد بن عبدالله جي بدران محمد رسول الله سڏجن لڳو

خدا جو شان ته ڏسو جو عبدالله جي يتيم فرزند ۽ بي بي آمنه جي پياري پٽ کي الله تعاليٰ آخر نبين جو سردار ۽ رسولن جو مهندار بنايو، جنهن جو ڪنهن کي به خيال ۽ گمان ڪونه هو. جڏهن خير جا چاليهه (٤٠) سال عمر مبارڪ مان پورا ٿيا تڏهن الله پاڪ کين نبوت ۽ رسالت

بخشڻ لاءِ چُونڊيو ۽ ڏٺو، انهيءَ عهدي عطا ڪرڻ لاءِ لائق ۽ جڳائتو سمجهيو، جو تہ چاليهن ورهين جي ڄمار تائين جيڪي بہ نفساني قوتون انسان ۾ هونديون آهن، سي پنهنجو زور ڇڏي نرم ۽ ڍريون ٿينديون آهن. آهو جوانيءَ وارو جوش، آهي جوانيءَ جا آمنگ سڀ گهڻيءَ حد اعتدال کي پهچندا آهن ۽ ٻين احتياجمندن جي بار کڻڻ ۽ تڪليف سهڻ لاءِ انسان انهيءَ عمر ۾ سگهارو ٿي سگهندو آهي. اگرچ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم، الله پاڪ جي خاص عنايت ۽ احسان سان ڄمندي ئي ڄام هئا، ۽ ننڍي هوندي ئي بزرگ ۽ جوانيءَ ۾ ئي پيرمرد هئا مگر الله تعاليٰ هر هڪ ڳالهہ ۾ جا حڪمت رکائي آهي، ضرور آهو ڪم انهيءَ حڪمت موجب ٿيندو آهي. انهيءَ عمر ۾ الله پاڪ سهڻ ۽ بار کڻڻ، نرميءَ ۽ اعتدال جي خاص حڪمت رکائي آهي. ان موجب حضرت سائينءَ کي بہ الله تعاليٰ انهيءَ عمر ۾ نبوت بخشڻ ۽ رسالت ڏيڻ مناسب سمجهي. تنهن کان سواءِ وڏي حڪمت انهيءَ ۾ هيءَ بہ هئي تہ ماڻهن کي هيءَ پڪ ٿئي تہ جنهن انسان سچا چاليهہ ورهيہ نيڪيءَ، ناموس ۽ عزت سان سچو ۽ امين ٿي گذاريو آهي ۽ هميشہ ٻُڇڙي صحبت ۽ ٻچڙن خيالن کان پاڪ ۽ پري رهيو آهي، سو انسان الله تعاليٰ تي ڪوڙ ڪڏهن بہ ڪين هڻندو ۽ ڪڏهن بہ ڪين پاڻکي هروڀرو نبي ۽ رسول ڪوٺائيندو. هان جيڪڏهن جوانيءَ ۾ ئي اهڙا خيال هجنس ها تہ البت شڪ جو امڪان هو. تنهن کان سواءِ ٻيا نبي بہ انهيءَ عمر ۾ نبي ٿيا آهن، اهو الله تعاليٰ جو قديم دستور آهي. خير الله تعاليٰ پنهنجن حڪمتن موجب حضرت پاڪ کي چاليهن ورهن جي ڄمار پوري ٿيڻ تي نبوت بخشي ۽ حضرت جبرئيل عليہ السلام جي اچڻ کان اڳيرو هي حال ٿيو، جو جڏهن حضرت پاڪ جن شهر مان نڪري ٻاهر جبل ۽ جهنگ ڏي

وينندا هئا ته هر طرف کان 'السلام عليڪ يا رسول الله، السلام عليڪ يا رسول الله' اهو آواز وٽن ٽئن، پهڻن پٿرن مان نڪرندو هو ۽ حضرت سائين هيڏي هوڏي نهاريندا هئا ته هن لاءِ ته خبر پوين ته ڪير آهي جو هي آواز ڪري ٿو؟ سگر ڏسڻ ۾ ڪجهه به ڪين ايندو هو. پاڻ حيران ٿيندا هئا ۽ عجب ۾ پوندا هئا ته هي ڪهڙو اسرار آهي! هڪڙي ڏينهن حضرت علي مرتضيٰ رضه ساڻس گڏجي شهر کان ٻاهر ويو، حضرت علي فرمائي ٿو ته جيڪو وڻ يا وڏو ڪو پٿر اڏو آيو ٿي ته منجهانس 'السلام عليڪ يا رسول الله' جو آواز نڪتو ٿي. ۽ ٣٣ ورهيه چمار کان وٺي نوراني چمڪاٽ ۽ روشني حضرت سائينءَ کي ڏسڻ ۾ ايندي هئي، جنهن جي ڏسڻ سان خوش به ٿيندا هئا ۽ حيران به. اهڙيءَ طرح بعضي خواب اهڙا به لهندا هئا، جي بلڪل سچا نڪرندا هئا.

## حرا غار ۾ جبرئيل جو اچڻ ۽ اقرءَ سورت جو نازل ٿيڻ.

هڪڙي ڏينهن رمضان مهيني ۾ حضرت سائين جبل حرا جي غار ۾ الله پاڪ جي عبادت ۽ ڌيان ۾ مشغول هئا ته اوچتو ئي اوچتو الله تعاليٰ جو برگزيدو ۽ مقرب ملائڪ حضرت جبرئيل عليه السلام وٽن آيو ۽ هي پاڪ ڪلام، الله جي درگاهه مان آندائين ۽ اچي حضرت سائينءَ کي پڙهايائين ته:-

اقراء باسم ربڪ الذي خلق، خلق الانسان من علق، اقراء و ربڪ الاڪرم الذي علم بالقلم، علم الانسان مالم يعلم.

[ پڙهه (اي محمد عليه الصلوات و السلام)
پنهنجي پرورد گار (پالڻهار) جي نالي سان
جنهن (سڀ ڪجهه) اپايو آهي جنهن انسان
کي پاڻيءَ جي ڪيڙي مان پيدا ڪيو. پڙهه!
پڙهه!! تنهنجو پالڻهار گهڻي ٻاجهه وارو
آهي جنهن قلم جي وسيلي علم وڌايو جنهن
انسان کي سو سڀ سيکاريو، جو کيس
معلوم ئي نه هو.]

## نبوت جي بشارت

پر انهيءَ آيت شريف جي اچڻ کان اڳ حضرت جبرئيل عليه السلام فقط ڪين رسالت جي بشارت ۽ خبر ڏيڻ آيو هو. اها بشارت ۹ تاريخ مهيني ربيع الاول مطابق ۱۲ فبروري سنه ٦١٠ع جي سومر جي ڏينهن الله پاڪ جي درگاهه مان حضرت سائينءَ کي ملي. انهيءَ وقت سندن عمر ۴۱ ورهيه هئي يعني چاليهه ورهيه پورا ٿيل هئا ۽ ايڪيتاليهين ۾ سندن پير هو. حضرت جبرئيل عليه السلام اچي چيو "اي محمد! بشارت هجئي، قبول فرماءِ، او هين الله پاڪ جا رسول آهيو، الله پاڪ او هان کي اهو عهدو عطا ڪيو آهي، آءٌ جبرئيل خدا جو خاص ملائڪ آهيان جو اهڙيون خبرون ۽ پيغام نبين وٽ کڻي ويندو آهيان." حضرت پاڪ، جو اهو غيرمعمولي آواز ۽ احوال ٻڌو ۽ ڏٺو، سو گهبرائجي ويا ۽ بلڪل جلد پنهنجي دولتخاني (حويليءَ) ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ اچڻ شرط اچي ليٽي پيا ۽ بيبي صاحبه کي فرمايائون ته، "منهنجي مٿان ڪو ڪپڙو وجهه." جڏهن طبيعت مبارڪ ۾ آرام آيو، تڏهن بيبي صاحبه سان سمورو احوال ڪيائون ۽ فرمايائون ته، "مون سان هي هي حالتون ٿيڻ لڳيون آهن، نه ڄاڻان هن کان پوءِ الائي ڪهڙو حال ٿيندو ۽ خبر نه آهي

ته منهنجي جان کهڙين کهڙين مصيبتن ۾ پوندي."
بيبي صاحبه فرمايو "کو خيال نه ڪريو، اوهان کي کهڙو ڊپ آهي، اوهين پنهنجن مٽن مائٽن سان شفيق ۽ مهربان آهيو، سدائين سچار آهيو، رنن زالن، يتيمن، ڇورڙن، بيواهن، بيوسيان جا مددگار، حامي، مدد ڪي ۽ همدرد رهيا آهيو، مهمان نواز ۽ جهڙو ڪونهي، پوءِ تڏهن کهڙو سبب آهي جو اوهان کي خدا دنيائي تڪليف ۽ ڏک ۾ وجهندو، بلڪل نه، اميد ته جيئن اوهين جهان ئي جا خيرخواه آهيو تيئن ڏٺي تعاليٰ به اوهان کي ضرور تڪليفن کان بچائيندو رهندو."

## عيسائين جي وڏي پادريءَ ورقه بن نوفل جي حضرت پاڪ جي نبوت ۽ رسالت بابت شاهدي.

انهن ڏلاسن ڏيڻ هوندي به بيبي صاحبه جا کيو جو پنهنجي سوٽ ورقه بن نوفل عيسائي عالم وٽ وئي ۽ سمورو احوال وحي ٻڌايائينس. ورقه احوال ٻڌي چيو ته "سبحان الله سبحان الله! قسم آهي انهيءَ پاڪ خدا جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته اِهو احوال نبين جو احوال آهي ۽ اهو ناموس اڪبر (جبرئيل عليه السلام) آهي، جو حضرت موسيٰ عليه السلام وٽ به الله جا حڪم آڻيندو هو. بيشڪ محمد خدا جو رسول ۽ نبي آهي". ورقه بن نوفل کان اهو جواب ٻڌي بيبي صاحبه حضرت سائينءَ وٽ آئي ۽ کين پاڻ به اچي مبارڪ ڏنائين ۽ ورقه جو احوال ٻڌايائين. انهيءَ کان پوءِ هڪڙي ڏينهن حضرت سائين ڪعبة الله جي طواف (عبادت لاءِ چوڌاري ڦرڻ) واسطي آيا، آتي ورقه ملين ۽ ورقه وري روبرو خبرچار پڇن، پاڻ سمورو احوال ٻڌايائونس. ورقه چيو ته، "مون کي قسم آهي انهيءَ ذات پاڪ جو

جنهن جي ۾ هٿ منهنجو ساهہ آهي تہ، تون خدا جو رسول آهين ۽ قوم توکي ڪوڙو سڏيندي، تڪليفون ڏيندي، شهر مان ڪڍي ڇڏيندي، وڙهندي، جهيڙا ڪندي، جيڪڏهن منهنجي حياتي رهي تہ آءٌ توسان اهڙي مدد ڪندس، جو ڏسڻ وارا پاڻهين ڏسندا." پوءِ ڇا ڪيائين جو ڏاڍي محبت ۽ پيار، سڪ ۽ صداقت سان حضرت جي مٿي مبارڪ کي پاڻ ڏانهن ويجهو ڪري تاروڻ جي مٿان چمي ڏئي ورتائين. حضرت سائينءَ چيو تہ "ڇا مون سان منهنجي قوم وڙهندي ۽ مون کي ڪڍي ڇڏيندي؟" ورقہ چيو "هائو! اوهان کان اڳي، جو بہ رسول يا نبي خدا جو پيغام قوم جي سڌاري لاءِ وٺي آيو آهي تہ قوم سائنس سامهون ٿي آهي ۽ کيس تڪليف ڏني اٿس، مگر خدا مددگار ٿئي ٿو تنهن ڪري پرواهہ نہ ڪانهي."

## سورت الحمد لٿي

انهيءَ کان پوءِ قرآن پاڪ جي پهرين سورت فاتحہ يعني الحمد نازل ٿي، جنهن ۾ قرآن شريف جا سڀ مطلب اشاري طور بيان ٿيل آهن، گويا سڄي قرآن شريف جي سڀني مطلبن جي ياداشت يا فهرست آهي.

## وضو ۽ نماز

تنهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن حضرت جبرائيل عليہ السلام حضرت پاڪ کي جبل جي پاسي وٺي ويو ۽ سندن روبرو ويهي وضو ڪيائين، پوءِ کيس ڏسي حضرت سائينءَ بہ وضو ڪيو ۽ ٻنهي گڏجي نماز پڙهي، مگر امام ٿي نماز پڙهائي جبرئيل، جنهنڪري حضرت سائين جن نماز جو طريقو سکيا. نماز مُنڍ نون حضرت سائينءَ تي فرض ٿي هئي، اگرچ

پنجن وقتن جي مقرري وغيره نبوت ملڻ کان پوءِ يارهين سال ۾ ٿي هئي. انهيءَ کان پوءِ لاڳيتو حضرت پاڪ تي خدا جو وحي (جبرئيل) ايندو رهيو.

## سورت مُزمل ۽ مُدثر

تنهن کان پوءِ سورة مُزمل نازل ٿي جنهن ۾ رات جو الله پاڪ جي يادگيري ۽ عبادت لاءِ جاڳڻ ۽ اُپي تي بيهڻ بابت حڪم ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح سورة مُدثر ۾ هيٺيان حڪم آيا.

يا ايها المدثر قم فانذر وربڪ فڪبر وثيابڪ فطهر والرجز فاهجر ولا تمنن تستڪثر ولربڪ فاصبر [اي چادر ڍڪيل (نبي) اُٿ ۽ آٿي پنهنجي قوم کي ايندڙ عذاب الاهي کان ڊيجار ۽ پنهنجي رب (پالڻهار) جي وڏائي ياد ڪر ۽ پنهنجا ڪپڙا صاف ۽ پاڪ رک ۽ بچڙيءَ ۽ نه وڻندڙ هلت (يعني مخلوق پرستي) کان پري رهه، ۽ ڪنهن تي به وڏائيءَ لاءِ ٿورو نه ڪر ۽ خاص خدا ڪارڻ تڪليفون سهه ۽ صبر ڪر.]

حضرت سائين نبوت ۽ رسالت جي سروپا سان سرفراز ٿي، حڪم احڪام درگاه الاهيءَ مان حاصل ڪري پنهنجي حويليءَ (گهر) ۾ آيا ۽ اچي خدائي پيغام ٻڌايائون، خدائي حڪم سڻايائون ۽ الله پاڪ جي هيڪڙائي بابت سمجهايائون. سندن سچو سڏ سُڻي سندن ڪن مائٽن ۽ دوستن لبيڪ جا آواز بلند ڪيا. جڏهن ته گهر وارن سڀني کي حضرت سائينءَ جي سچائيءَ ۽ امانت جي پڪ هئي، تڏهن ڪين هن ڳالهه ۾ به بي دڙڪ سچو سمجهي، بيبي صاحبه خديجة الڪبريٰ

۽ حضرت علي ڏهن ورهين جي عمر ۾ ۽ حضرت ابوبڪر صديق ۽ زيد بن حارث انهن به انهيءَ ڏينهن ڪلمو پاڪ - لا إله إلا الله محمد رسول الله - پڙهيو ۽ خدا جي هيڪڙائي ۽ رسول ڪريم جي سچائي جي ساک ڀري.

گهر جا ماڻهو يا مائٽ مٽ اگرچه محبت ۽ قرب ۾ ٻين ٻان وڌيڪ هوندا آهن مگر مذهبي ڳالهه بابت سيڪو ٻکو ۽ مضبوط هوندو آهي. يار دوست بيشڪ سچا هوندا آهن مگر مذهب جي ڇڏڻ يا ڦيرائڻ ۾ شامل ڪڏهن ڪين ٿيندا آهن، جيسين انهيءَ ڳالهه کي سچ نه سمجهندا آهن. هي آزمودو به سيڪنهن کي هوندو ته مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن کي جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوندو ته آءٌ اوهان سڀني جو وڏو ٿيان يا آهيان يا مون کي اوهين ٻريو مڙس يا وڏو ماڻهو، پيشوا يا اڳواڻ سمجهو ته ڪڏهن به ڪين مڃيندس، بلڪ اڪثر مخالف ٿي پوندا آهن، مگر جيڪڏهن سچ پچ هو لائق هوندو ته ممڪن آهي جو مڃينس به ڪٿي. هاڻي انصاف سان خيال ڪري ڏسو ته حضرت سائين چوي ته آءٌ رسول الله آهيان، الله پاڪ وٽان مون ڏي پيغام اچي ٿو ۽ هن ذات پاڪ جو مون سان خاص تعلق ۽ لاڳاپو آهي؛ هو مون سان ڳالهائي ٿو ۽ مون کي هي هي حڪم ڏئي ٿو ته آءٌ اوهان کي ٻڌايان، بت پرستي (مورتي پوڄا) اجايو ڪم آهي، خدا کي هڪڙو ڪري مڃو وغيره وغيره. اهي ڳالهيون اهڙيون نه آهن جو ڪو به انسان يڪدم مڃي سگهي ۽ پنهنجي ابي ڏاڏي جي مذهب بت پرستي کي فوراً ڇڏي ڏئي ۽ دل و جان سان ڪين رسول الله ڪري مڃي، مگر اسان جي سردار نامدار محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جڏهن اهو آواز ڪڍيو ۽ هنن کي چيائون ته آءٌ خدا جو رسول آهيان، منهنجي معرفت جيڪي خدا جا حڪم اچن ٿا

سي قبول ڪريو ته انهيءَ ۾ اوهان جي لاءِ بهتري آهي ۽ انهيءَ سان اوهين الا هي عذاب کان ڇٽي سگهندئو، ته گهڻو ڪري جلد سندن مت مائٽ ۽ يار دوست مڃڻ لڳا ۽ تصديق ڪيائون. انهيءَ مان صفا ثابت آهي ته حضرت پاڪ سيني جا آزمايل ۽ سچا امين هئا. هنن کي پڪ هئي ته هڙو نيڪ انسان، هڙو ڀلو ماڻس ڪڏهن به ڪوڙ ڪين ڳالهائيندو، جنهن نيڪ مرد ڪڏهن ڪنهن انسان تي به ڪوڙ ڪونه هنيو آهي، سو ڪيئن پنهنجي پيدا ڪندڙ خدا تي ڪوڙ هڻندو؟ هرگز نه!

## ڪيترن مڙسن اسلام قبول ڪيو

خبر، تنهن کان پوءِ جلد ئي ٿورن ڏينهن اندر بلال، عمر بن عنبسه، خالد بن سعد رضي الله تعاليٰ عنهم به مسلمان ٿيا ۽ ڪلمو توحيد جو لا اله الا الله محمد رسول الله پڙهيائون. وري حضرت ابوبڪر جي سمجهائڻ ۽ نصيحت سان حضرت عثمان غني، زبير، عبدالرحمان بن عوف، طلحه سعد بن ابي وقاص رضي الله تعاليٰ عنهم اهي سيئي به ڪلمي پاڪ جي ذڪر ۾ شامل ٿي مسلمان ٿيا. تنهان پوءِ ابو عبيده عامر بن عبدالله بن الجراح (جنهن کي امين الامت سڏيندا هئا) عبدالاسد بن هلال، عثمان بن مطعون، عامر بن فهيره ازدي، ابو حذيفه بن عتبه، سائب بن عثمان بن مطعون ۽ ارقم رضي الله تعاليٰ عنهم اهي سيئي به مسلمان ٿيا. اهي يا ٻيا به اهڙا خدا جا ٻندا ڪيترائي اسلام ۾ داخل ٿيا.

## زالن جو مسلمان ٿيڻ

مڙسن کان سواءِ زالون به ڪيتريون ئي بت پرستي کان توبه ڪري خدا پرستي قبول ڪرڻ لڳيون، نه ته زالون

اڪثر گمراهيءَ جي خيال ۽ پراڻن رسمن ۽ رواجن کي ڪين ڇڏيندا يون آهن، مگر هن خدائي آواز تي ڪيترين زالن به لبيڪ لبيڪ چيو، ڪنڌ نايو ۽ سر جهڪايو ۽ پنهنجي اڳوڻن خيالن، رسمن ۽ رواجن کان پڇتايو. تن مان بيبي خديجه رضي الله تعاليٰ عنها جو ذڪر ته مٿي پڙهيو. تنهن کان سواءِ حضرت پاڪ جي چاچي بيبي اُم الفضل، اسماءَ بنت عميس، اسماءَ بنت ابي بڪر ۽ فاطمه ڀيڻ حضرت عمر فاروق جي رضي الله تعاليٰ عنهم اهي نيڪ بيبيون به مسلمان ٿيون.

## اسلام جي دعوت اول ڳجهي پوءِ ظاهر ظهور

اگرچ ڪجھ خدا جا بندا مسلمان ٿيا، مگر تنهن هوندي به اهي سڀ جبلن جي غارن ۾ لڪي لڪي نماز پڙهندا هئا، ڳجهيءَ طرح پنهنجي خالق جي عبادت ڪندا هئا ۽ حضرت سائين به ٽن سالن تائين ته ڳجهو پالهو ماڻهن کي سمجهائيندا هئا ۽ وَٽن ڪُٺن، پٿرن پوڄڻ ۽ چنڊ سج جي پوڄا کان ماڻهن کي روڪيندا هئا، پر جڏهن يا ايها المدثر ۾ به حڪم ٿين ته آٿ ۽ اٿي ماڻهن کي الاهي خوف کان ڊيڄار ۽ هي آيت به نازل ٿي.

فاصدع بما تؤمر

(جيڪي توکي حڪم ڏجي ٿو آهو صاف
صاف ۽ پڌرو پڌاءِ.)

تڏهن پاڻ ظاهر ٿي اسلام جي تعليم پکيڙڻ لڳا ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ جي تبليغ ڪرڻ ۽ بُت پرستيءَ کي ننديڻ لڳا. پاڻ جيڪي به چوندا هئا، سو اهڙو ته اثر وارو ۽ چيندڙ هوندو هو جو ماڻهن جي دلين ۾ بي اختيار ويهي ويندو هو، ۽ اهڙو ته اثر ڪندو هو، جو ماڻهو حيران ٿي

تي چوندا هئا ته محمد جي ڪلام ۾ سحر يا جادو آهي. سحر ٻحر ڀيو ڪهڙو هو، جوش دل مان اندر جو آواز هو جو حق ۽ سچ هجڻ ڪري بي اختيار اثر ڪندو هو. پاڻ ڏاڍي جوش سان الله جي مخلوق کي سمجهائيندا هئا ۽ پاڻ فصيح ۽ بليغ به ڏاڍا هئا، مگر سندن گفتگو سدائين وڏن ۽ بزرگن وانگي سراسر نصيحت ۽ هدايت سان ڀريل هوندي هئي. جڏهن روحاني حقيقتن جو بيان ڪندا هئا ته اهڙو ڪندا هئا جو انهن حقيقتن کي ٻڌندڙن جي آڏو جڻ موجود ڪري بيهاريندا هئا، يعني اهڙي صفائي ۽ عمدگيءَ سان روحاني حقيقتن کي بيان فرمائيندا هئا، جو ٻڌندڙ انهن اڻ ڏٺن ڳالهين کي ائين سمجهندا هئا ته جڻ اکين آڏو بيٺيون آهن. مثال لاءِ جڏهن خدا جي جلال ۽ جمال ۽ بزرگي جو بيان ڪندا هئا ته ٻڌندڙن جي دلين ۾ خدائي جلال جو نقش جمي ويندو هو. اهڙيءَ طرح جڏهن الله پاڪ جي قهر يا غضب جو بيان ڪندا هئا ته ٻڌندڙ حيران، پريشان ۽ ششدر رهجي ويندا هئا يا جڏهن الله پاڪ جي مهر، لطف ۽ رحمت جو ذڪر فرمائيندا هئا ته ٻڌندڙن جون دليون نهايت خوشيءَ ۽ اميد ڪان باغ بهار ٿي وينديون هيون، يا جڏهن بهشت يا بهشتي نعمتن جو ذڪر ڪندا هئا ته انسان جي آڏو گويا بهشت ۽ بهشتي نعمتن جي تصوير بيهي ويندي هئي. اهڙيءَ طرح دوزخ يا حساب ڪتاب جو ذڪر فرمائيندا هئا ته سبحان الله ٻڌندڙ آهو ڪم جڻ ٿيندڙ ڏسندا هئا. سندن قول ۽ ڪلام ۾ اهڙي ته حڪمت مولا سائينءَ رکائي هئي، جو عرب جا قابل قابل ۽ فصيح بليغ انسان حيران ٿي هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪندا هئا ته ههڙي جوهر جو انسان ته نه ڪو ٿيو نه ڪو ٻڌو نه ڪو ڏٺو. پاڻ جڏهن گمراهن کي سمجهائيندا هئا ۽

هدايت تي اچڻ لاءِ وعظ ۽ نصيحت ڪندا هئا ته سندن
جسم مبارڪ جو هڙو حال ٿيندو هو، جو جڻ ڪنهن،
وڏي غنيم ۽ مهم جي اچڻ کان ڊڄي ماڻهن کي خبردار
ڪري رهيا آهن ته، اجها ٿي اها غنيم ۽ مهيم اڄ
صبح ڪڙڪي.

## سر وليم ميور انگريز ۽ ڊاڪٽر اي سپرنگر جي شاهدي حضرت جي صداقت بابت

ساڳيو اهڙيءَ طرح جئن هتي مون لکيو آهي تئن
مشهور انگريز سر وليم ميور به پنهنجي ڪتاب تاريخ محمديءَ
۾ لکيو آهي ۽ ڊاڪٽر اي - سپرنگر پنهنجي ڪتاب
سيرت محمدي جي صفحي ۲۹ ۾ لکيو آهي ته، 'حضرت محمد
صلي الله عليه وسلم تيزفهم ۽ تمام وڏي نظر وارا هئا. سندن
عقل ۽ راءِ مضبوط ۽ طبيعت عاليشان هئي. اگرچ پاڻ شاعر
جي نالي کي پسند ڪين ڪندا هئا، مگر سندن ڪلام
شاعرن کان به وڌيڪ عمدو ۽ لذيذ هوندو هو. قرآن پاڪ
جي عبارت هڪ بئي سان ملندڙ ۽ مضمون عالي درجي
جو، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي فضيلتن جا
شاهد آهن، سندن خيال ۾ هميشه خدا جو تصور ۽ خيال
هوندو هو. سج ايرندو يا مينهن وسندو يا سلا ڦٽندا يا
وڻ چمندا ڏسي الله پاڪ جي قدرت تان ٻلهار (قربان) ويندا
هئا. وڄ جي گوڙ، پاڻيءَ جو آواز، پکين پکڻن جا مٺا مٺا
آواز ۽ سريليون ٻوليون ٻڌي پنهنجي ڌڻيءَ جي آواز کي
ياد ڪندا هئا. سنسان جهنگلن، رڻن پٽن ۽ پراڻن ويران
ٿيل شهرن کي ڏسي خدائي قهر ۽ غضب جو نتيجو سمجهندا
هئا." هيءَ آهي هڪڙي انگريز تاريخ لکندڙ جي شاهدي.

## حضرت جي نبي ٿيڻ وقت دنيا جي حالت

جن ڏينهن ۾ الله تعاليٰ حضرت سائين جي ڪلهن تي نبوت جو بار ڌريو، تن ڏينهن ۾ ساري دنيا گمراهيءَ جي اونهي کڏ ۾ پيل هئي. انسانيت يا ماڻهپو ته اصل ماڻهن مان چڙهائي ويو هو، ماڻهو به مرڻ جهڙا ٿي پيا هئا. بني اسرائيلن جو حال ته اهڙو وڃي ٿيو هو جو ڪين ماڻهو عام طرح نانگ يا نانگن جا ٻچا ڪري سڏيندا هئا. حضرت مسيح جي لعنت سبيان ظاهري شڪل ڪان سواءِ منجهن ڪابه ايمان جي نشاني ڪانه رهي هئي. پين ڪي ڏسي هي به بت پرستي سکي پيا هئا. يورپ وارا ته ليکي ۾ ئي ڪين هئا، آهي حيوان ۽ وحشي سڏبا هئا. انگلستان ۾ برٽن ۽ سيڪسن نالي وحشي قومون هونديون هيون. انگلستان جي سيني ضلعن ۾ ووڊن نالي بت جي پوڄا ٿيندي هئي. فرانس ۽ اهڙن ٻين ملڪن ۾ ته پادرين ڪيترا ناجائز ڪم جائز ڪري ڇڏيا هئا. فرانس جو ته سدائين انگلستان جي سيڪسن قوم مان الب نالي درياءَ تي جهيڙو لڳو پيو هوندو هو. اها لڙائي سنه ٧٨٢ع کان پوءِ به جاري هئي. انهن ڏينهن ۾ ساڍا چار هزار ويچارا سيڪسن نهايت ئي بي رحمي ۽ بي شرميءَ سان شهر وردن ۾ قتل ڪيا ويا هئا.

ايران ۾ مزدڪي نالي قوم جو زور هو، جن زن، زر ۽ زمين کي عام طرح وقف (خيرات) ڪري ڇڏڻ ۾ پنهنجي ڀلائي ۽ نجات سمجهي هئي. هندستان ۾ پراڻن جي پرچار جو زمانو شروع ٿيو هو ۽ بام مارگي فرقو زور هو. مندن ڌرمي اصول نهايت خراب ۽ بي شرمي جهڙا هئا. جهڙو ته مندرن ۾ زالن ۽ مڙسن جون اگهاڙيون شڪليون ناهي رکندا هئا ۽ انهن جي پوڄا ڪندا هئا. عباد تخانن (تڪائن)

۾ اهڙيون گنديون شڪليون ۽ نه ڏسڻ جهڙا بت درن دروازن تي هٽي ڇڏيندا هئا، جن مان ڪي ڪي پراڻا بت هن وقت به عجائب خانن ۾ نموني طور رکيا آهن. جن کي ڏسي اڳين زماني جي بي سمجهي ۽ بداخلاقي ۽ بي ديني جي حالت ڪجهه نه ڪجهه معلوم پئي ٿئي، ۽ بالڪل ٻُجهان پئي لڳي. چين وارن بيوقوفن ته پنهنجي ملڪ کي آسماني فرزند جي بادشاهي سمجهي خالق کان منهن موڙي ڇڏيو هو، ذري ذري ڪم لاءِ جدا جدا بت ٺاهيا هئائون. سينهن جو، اولاد جو، جنگ جو ۽ امن امان جو. وري بتن کي سزا ڏيڻ جو اختيار بادشاه کي هوندو هو. حڪيم ڪان فيوشش کي چين جو اگرچ سڌاريندڙ سمجهڻ ۾ اچي ٿو پر انهن ڏينهن ۾ ته آهو به اجان ڪونه پيدا ٿيو هو. مصر ۾ عيسائي ڌرم زور هو پر حضرت مسيح بابت روز روز نوان نوان اعتقاد گهڙبا هئا، نوان نوان فرقا پيدا ٿيندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي ڪافر سڏيندا هئا، ۽ پنهنجي مخالف کي قتل ڪرڻ ته ڇڏيو پر باهه ۾ ساڙڻ کان به ڪين گسندا هئا. هي اٺو انهن ملڪن جو حال جي انهيءَ وقت سڌريل سڏبا هئا ۽ وڏن وڏن بادشاهن جي حڪومت هيٺ هئا؛ پر عربستان جو حال سڀ کان بڇڙو هو جنهن جو ذڪر مٿي لکي آيو آهيان. حضرت پاڪ اهڙن مرن کي ماڻهو ڪيو ۽ اهڙن ملڪن کي اخلاق ۽ انسانيت جي شمع سان اڇي روشن ڪيو، جنهن جي روشنيءَ سان سيني انڌن کي پنهنجي انڌائي ۽ اونداهيءَ ۾ پيلن کي پنهنجي انڌوڪار جي خبر پئجي وئي ۽ سيڪو سمجهڻ لڳو ته برابر اسين ڏاڍي انڌوڪار ۽ اونداهه، خرابيءَ ۽ خواريءَ ۾ هئاسين. حضرت سائينءَ جو قدر تڏهن پوندو، جڏهن ٻين نبين جي اثر ۽ عمل کي به ڏسبو. مثال لاءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي پيش ڪجي ٿو ته حضرت مسيح کي سندس مائٽن ۽ پاڻن ڪين سڃاتو سو ڪين مڃيو، بلڪ

هڪ دفعي انهن گڏجي حضرت مسيح کي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ڇرپٽ سمجهي گرفتار ڪرڻ جو خيال به ڪيو هو، ۽ سندس خاص حواري (مريد) به هميشه ساڻس بداعتقاد ۽ ضعيف الايمان رهندا هئا، جنهن بابت انجيل ۾ گهڻو ذڪر آهي. ۽ خود ڪيترن پڪن عيسائين به انهيءَ ڳالهه کي مڃيو آهي.

## حضرت عيسيٰ جا حواري بداعتماد رهندا هئا

جهڙيءَ طرح سر وليم ميور پنهنجي ڪتاب اردو تاريخ ڪليسا ۾ لکيو آهي ته مسيح جي حوارين ۽ شاگردن سندس تعليم جي حقيقت کي بلڪل نه سمجهيو هو ۽ انهن حوارين جو سست ايمان رکي دنيائي نعمتن ۽ فائدن جي اميد ۾ لڳل هو. مسيح جي گرفتار ٿيندي، سڀ سندس حواري وغيره کيس ڇڏي، لڪي ۽ ڀڄي ويا، ۽ پطرس نالي سندس مريد عدالت ۾ پنهنجي خداوند مسيح کان ڦري ويو، وري مسيح جي سوريءَ تي چڙهڻ کان ته سڀ بلڪل مايوس ۽ نااميد ٿي پيا.

اهڙيءَ طرح ٿامس ڪارلائل صاحب پنهنجي هڪ ليڪچر ۾ لکيو آهي ته، ”محمد صاحب جو هميشه اهو حوصلو ۽ خيال هوندو هو ته دنيا ۾ سچو ٿي گذارجي. جيڪي به کيس سچائيندا هئا، سي سڀ کيس چڱو سمجهندا هئا، اهوئي دليل سندس ڀل ماڻهائپ لاءِ ڪافي آهي. اڄا ڪراڙو ٿيوئي ڪين هو ته نفساني خواهش کي لتاڙي ڇڏيو هئائين ۽ جيڪو سندس دنيا ۾ حصو هو، اهو هي هو ته ساري دنيا ۾ صلح ۽ سانت هجي؛ جيڪو اهڙي رسول کي نفساني خواهش تي هلندڙ وغيره چائيندو ته آءٌ توبه توبه ڪري ڪڏهن به ڪين مڃيندس.“

راڊويل صاحب، جنهن قرآن شريف جو ترجمو لکيو آهي،
سو انهيءَ ترجمي جي ديباچي ۾ لکي ٿو ته ”محمد صاحب جا
سڀ ڪم هن نيڪ نيتي تي ٻڌل هئا ته پنهنجي ملڪ جا
جاهل ۽ بي سمجهه ماڻهو جهالت، ذلت ۽ بت پرستيءَ جي
دام کان آزاد ٿين، ۽ انهيءَ کان سواءِ وڏي مراد سندن
هيءَ به هئي ته الله پاڪ جي هيڪڙائي ۽ توحيد (جا سندن
پاڪ روح جي رڳ رڳ ۾ پريل هئي) دنيا ۾ وڌي.“
مٿين انگريزن جي لکڻ مان معلوم ٿيو ته حضرت جن کي
ڪيتري قدر نه پنهنجي قوم بلڪ پنهنجي قوم کان سواءِ
ساري دنيا جي قومن جي سڌارڻ جي اُڻتي هئي ۽ ڪين
اهائي خواهش ۽ سندن اهائي مراد هوندي هئي ته ٻانها
سائينءَ کي سڃاڻن، مخلوق ۽ خالق جو سنڌو سيڙهو ٿئي؛
مگر نادان قوم، جاهل قوم، بي خبر قوم، جي جي تڪليفون
ڪين بيگناهه پهچايون، سي جڏهن ڏسجن ۽ ٻڌجن ٿيون ته
حيرت ۾ پئجو وڃجي ٿو ته ڇا حضور پُر نور رسول الله صلي الله
عليه وسلم جا نيڪ خيال، ۽ وري ڇا ڪمبخت قوم جا بڇڙا
حال. رسول الله گهري ته پنهنجي قوم ٻرندڙ، ساڙيندڙ
۽ خانو خراب ڪندڙ باهه کان بچي ۽ ڪمبخت قوم انهيءَ
تي ضد ۽ زور ۽ شدت شور ڪري. رسول الله صلعم گهري
ته دنيا جا انسان جانورن جهڙي حياتيءَ کان ترقي ڪري
ملڪوتي حياتي حاصل ڪن، مگر دنيا جا ماڻهو زور لائن
ته انهيءَ خسيس ۽ ذليل حياتيءَ ۾ هجون. رسول صلعم گهري
ته ڏاڍا هيڻن سان ڏاڍ ۽ ظلم نه ڪن مگر نادان انسان
گهرن ته دنيا ۾ ظلم هليو اچي. رسول الله صلعم گهري ته
دنيا عدل ۽ انصاف سان پرجي وڃي، مگر ظالم گهرن ته
اهو شڪار هٿئون نه وڃي. رسول الله صلعم گهري ته خدا
جي خلقيل پيشاني بتن ۽ مورتين جي اڳ نه گسائجي،
بيوقوف بت پرست چون ته اها ته ابي ڏاڏي جي پراڻي هلي

چلي آهي، سا کهڙي به ڪٿي بچڙي هجي، مگر ڪڏهن به نه ڇڏيون، رسول الله صلعم گهري ته ملڪ ۾ چوري نه ٿئي، ڌاڙا نه لڳن، غريبان مار نه ٿئي، شراب پي انسان بدمست نه ٿين، جوا نه کيڏين، پراين نياڻين ڏانهن بڇڙي نظر نه ڪڻن، راڳن ۽ روڻن، تالن ۽ تماشن ۾ غافل ۽ غرق، ڪاهل ۽ مست ٿي، دنيا جي سڌاري ۽ خالق ۽ مخلوق جي حقن کان بيخبر نه ٿين، مگر نالائق انسان بيهودا انسان اهڙي سچن، اهڙي خيرخواه، اهڙي پاڪ رسول، اهڙي عاليشان سڌاريندڙ جي بزرگانه، پدرانه، مشفقانه، ناصحانه، عالمانه، حڪيمانه، مدبرانه صلاحن جو قدر نه ڪري، اِنهي پاڪ ۽ بيگناه، انهي ڀلي انسان ۽ خيرخواه سان سامهون ٿي، ڪيس تڪليفون، اهنج ۽ ايذاءَ رسائن ۽ کين شاعر، ساحر، جادوگر، ڪوڙو، فريبي، ڇريو وغيره دل ڏکوئيندڙ لفظن سان سڏين، مجوتيءَ ۽ آفرين بدران اهڙا برا لقب ڏين. افسوس هزار افسوس، حيف صد حيف. ڇا اهڙو حال ڏسي ڪو به انسان هوند صبر ڪري سگهي؟ ڇا اهڙيون تڪليفون ۽ مصيبتون ڏسي طاقت آهي جو برداشت ڪري سگهجي؟ ڇا اهڙيون مشڪلاتون ڏسي ڪوڙي ۽ فريبي ماڻهوءَ جا قدم قائم ۽ پير مضبوط رهي سگهن؟ هرگز نه! بلڪل نه!! مگر هن خدا جي سچي رسول ۽ الله پاڪ جي پاڪ نبيءَ تڪليفون ۽ مشڪلاتون سڀ سٺيون، اهنج ۽ ايذاءَ سڀ سر تي سهايا، ليڪن زبان سان رکو آف به ڪو نه ڪيائون ۽ وقت بوقت بيخبر بندن کي معاف ڪندا آيا ۽ چوندا رهيا ته او انسانو! او هين مون کي ڪڻن به ڪٿي ڪريو، پرزا پرزا ڪري ڇڏيو، مگر آءٌ تيسين اوهان کي نه ڇڏيندس جيسين اوهان جون پيشانيون ۽ ڪنڌ الله پاڪ جي اڳيان جهڪندا ۽ نمندا نه ڏسندس، جيسين اوهان ۾ انساني آثار ۽ انساني

اخلاق ۽ اطوار نه ڏسندس، جيسين اوهان کي اوهان جي افعالن کان واقف ۽ بد چالين کان خبردار نه ڏسندس؛ مطلب ته جيسين اوهان کي پکو ۽ پختو خدا پرست مسلمان نه ڏسندس. (الله اڪبر) همت ۽ استقلال انهيءَ کي چئجي، رسالت ۽ نبوت، پيغمبري ۽ اصلاح جا حق اهي آهن.

## حضرت پاڪ تي ڪافرن جا ظلم، ايذاءَ ۽ اهنج

ابولهب ۽ عقبه ٻئي ڪمبخت ڇا ڪندا هئا، جو ڪرفتي ۽ ڇيڻا، گند ۽ ڪچرو گڏ ڪري رستي لنگهندي مٿن وجهندا هئا، يا رستي ۾ وجهي رستي کي پري ڇڏيندا هئا. پاڻ نهايت نرمي ۽ آرام سان چوندا هئا ته او عبد مناف جا اولاد! پاڙي جا حق اهي ته آهن جي اوهين ڪم ۾ آڻيو ٿا، ائين چئي پاڻ انهيءَ گند ۽ ڪرفتي کي صفا ڪري ڇڏيندا هئا.

پاڻ حج جي موسم ۾ بي اختيار ميدان تي نڪري ماڻهن کي سڏي چوندا هئا ته، ’يا ايها الناس قولوا لا اله الا الله تفلحوا - اي انسانو! چئو ته هڪ خدا ڌاران ٻيو ڪو خدا ڪونهي ته خدائي عذاب کان ڇٽو ۽ نجات ملي.‘

ڪمبخت ۽ ظالم ابولهب پٿرن جون جهوليون ڀري سندن پويان پيو گهمندو هو ۽ جتي جتي پاڻ ائين فرمائيندا هئا ته ڪين پٿر هڻندو هو، ايتري قدر جو پاڻ زخمي ٿي پوندا هئا ۽ رت ڦينڊيون ڪري پيو وهندو هو. مٿان وري هيئن پيو چوندو هو ته مٿان ڪو هن ڪوڙي جي ڳالهه ٻڌي. ايتري هوندي به پاڻ تمام تحمل ۽ صبر سان فرمائيندا هئا ته آهي ڪو خدا جو ٻانهو، جو مون سان همراهه ٿئي ته مان پنهنجي رب سائينءَ جو پيغام پهچايان؟ انهيءَ شخص کي خدا بهشت ۾ پنهنجو ديدار پسائيندو.

هيءَ ته ابولهب جو حال هُيو؛ پر ابولهب جي زال ڇا ڪندي هئي، جو جهنگل مان ٻيرن جا ٽڪا ڪنڊا گهولي ڏيرن جا ڍير پنهنجي گهر اچي گڏ ڪندي هئي، جڏهين اونداهيون راتيون ٿينديون هيون ته حضرت سائينءَ جي وڃڻ واري رستي ۾ ڀڪيڙي هاري ڇڏيندي هئي. حضرت سائين جو عبادت ۽ ڪعبة الله جي طواف لاءِ ٻوڻينءَ رات جو نڪرندا هئا ۽ گهڻو ڪري انهيءَ رستي کان ايندا ويندا هئا ته ڪين آهي ڪنڊا پيرن ۽ ٽنگن ۾ چُڀي ويندا هئا ۽ پاڻ ڏڪجي پوندا هئا، تڏهين پاڻ ويهي آهي ڪنڊا ۾ پنهنجن مبارڪ ۽ نازڪ پيرن مان ڪڍندا هئا ۽ هيئن به چوندا هئا ته هيءَ حق پاڙي جو نه آهي. بس انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهه نه ڪُڇندا هئا.

هڪڙي ڏينهن پاڻ درگاهه الاهي جي آڏو ڪنڌ ڙو نمائي سجدي ۾ پيا هئا ته ڪنهن ڪافر اُٺ جي اوجهري گهلي گهلي اچي سندس پٺيءَ تي وڌي. اهڙيءَ طرح ڪيترا دفعا ائين ٿيو آهي، جو نماز پڙهڻ وقت يا ڪاڏي ڪاڻ وقت غلاظت ۽ ڪرفتي اچيو مٿن اڇلائيندا هئا، يا جڏهين پاڻ حويليءَ کان ٻاهر نڪرندا هئا ته ڪين چوڌاري پٿر هڻندا هئا، يا ڪعبة الله ڏي ويندا هئا ته ڪين رستي ۾ اچي آڏو ٿيندا هئا ۽ اوڏاهين وڃڻ کان روڪيندا هئا، يا پاڻ قرآن شريف پڙهندا هئا ته ڪافر گوڙ اچي مچائيندا هئا ته سندن آواز ڪو ڪونه ٻُڌي، يا لنگهندي لنگهندي مٿان ٻُهر جا ڪارا پريل ڪٽي اڇلائيندا هئا، يا ڪين سڏ ڪري گهٽ وڌ ڳالهائيندا هئا.

هڪڙي ڏينهن حضرت سائين ڪعبة الله ۾ الله تعالى جي عبادت ۾ مشغول هئا، ٻويان عقبه نالي ڪافر ڇا ڪيو! جو پنهنجي پوتيءَ کي وٽي وٽي رسي وانگي ڪري سجدي جي وقت ۾ آها چادر سندن گردن مبارڪ ۾ وجهي وڪڙ

ڏيڻ لڳو، ايتري قدر جو ڪين سخت گهوگهو آيو مگر پاڻ ائين ئي الله پاڪ جي عشق ۽ محبت ۾ شوق ۽ لذت سان سجدي ۾ پيا هئا، ايتري ۾ پريسان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه آيو ۽ اهڙو حال ڏسي پتنگ وانگي اچي حاضر ٿيو ۽ نهايت جوش سان ڪافر کي ڌڪو ڏئي ڪيرائي هيٺن چيائين:

آتقتلون رجلا ان يقول ربي الله و قد جاءڪم بالبينات.
(ڇا اوهين بزرگ انسان کي ماريو ٿا، جو چوي ٿو ته منهنجو رب پالڻهار هڪ الله آهي، ۽ ٿن اوهان وٽ خدائي نشانيون ۽ ثابتيون به آنديون آهن.)

اهي لفظ جو حضرت صديق اڪبر رضه جي واتان ڪافرن ٻڌا، سو حضرت سائينءَ کي ڇڏي ڪيس ورائي ويا ۽ تمام سخت مارياؤنس، مگر حضرت صديق اڪبر کي اهائي خوشي بس هئي ته حضرت رسول الله صلعم ڪافرن جي چنبي مان ڇٽا هيءَ ته جيڪي لڳيو اٿم سو بلڪل ٿورو آهي انهيءَ ڪان وڏيڪ ايذاء ۽ ظلم ڪافرن بيگناهه مٿن ڪيا، مگر پاڻ خدا جي حڪم موجب الله جو پيغام ظاهر ظهور ٻڌائيندا ۽ الله پاڪ جي فرمان جي اڏو آهي ڪندا ۽ گل ۽ اما غلاظت ۽ ڪچرو به مشڪ ۽ عنبر ڪري سمجهندا هئا ۽ صابر ۽ شاڪر رهندا هئا.

اللهم صل علىٰ نبيڪ الصابر الشاڪر الذي صبر علىٰ المصائب لرضائڪ و شڪر علىٰ الطافڪ و الا ئڪ و آله اصحابه و بارڪ وسلم.

(اي منهنجا مولا تون رحمتون ۽ مهربانيون، برڪتون ۽ سلام موڪل پنهنجي صابر ۽ شاڪر نبيءَ تي جنهن خاص تنهنجي رضامندي لاءِ مصيبتون سٺيون ۽ تنهنجي

روحاني مهربانين ۽ احسانن جو شڪرگذار رهيو. ۽ سندس اولاد ۽ اصحاب تي رحمتون، برڪتون ۽ سلام موڪل.)

## حضرت جن کي الله پاڪ جي طرفان دلبريون

ڪافرن جڏهن حد کان وڌيڪ مٿن ظلم ڪيا ۽ تڪليفون پهچايون، جي هوند ويچارو انسان بلڪل سهي نہ سگهي، تڏهن الله تعاليٰ پنهنجي رسول جي دلبري ۽ دلجوئي لاءِ قرآن شريف جي وسيلي پين نبين جا ذڪر کين ٻڌايا ۽ انهن جي تڪليفن کان کين واقف ڪيو تہ سڀني وقت پيغمبرن تي اهڙيون تڪليفون ۽ ايذاءَ ٿيندا آيا آهن ۽ کين ماڻهو گهٽ وڌ ڳالهائيندا آيا آهن. جهڙيءَ طرح الله تعاليٰ فرمايو آهي:

ڪذالڪ ما اتي الذين من قبلهم من رسول إلا قالوا ساحر او مجنون.

(اهڙيءَ طرح انهن ڪافرن کان اڳين ڪافرن ڏي ڪو اهڙو رسول نہ آيو جنهن کي انهن جادوگر يا چريو نہ ڪري سڏيو هجي.)

اهڙيون ٻيون بہ سوين آيتون آهن جن ۾ سندن دلگيري دفع ڪرڻ ۽ دلبري ڏيڻ لاءِ اڳين نبين جا ذڪر تمام عمدا ۽ نصيحت جهڙا بيان ٿيل آهن.

## حضرت جن کي پنهنجي سائٽن جي سمجهائڻ جو خدائي حڪم

هڪڙي ڏينهن الله پاڪ جي درگاهہ مان کين هي حڪم آيو:

و انذر عشير تک الا قربين

[۽ ڊيڄار (اي رسول) پنهنجن ويجهڙن

مٽن ۽ عزيزن کي (الاهي عذاب کان)].

جڏهن اهو حڪم پهتو، تڏهن پاڻ سوڀارن خدائي فرمان جي تعميل لاءِ سڀني بني هاشمين کي کاڌي جي دعوت ڏني جنهن تي اٽڪل چاليهارو کن هاشمي آيا مگر انهيءَ ڏينهن ابولهب بڪ شڪ ڏاڍي ڪئي ۽ اجايو مٿو گهٽو هنيو، جنهنڪري حضرت سائينءَ کي خدائي حڪم پڌائڻ ۽ سمجهائڻ جو وجهه ڪونه مليو. انهيءَ ڪري وري ٻئي ڏينهن به دعوت ڪيائون، جڏهن سڀئي واندا ٿيا، تڏهن پاڻ فرمايائون ته "اي عزيزو! آءٌ اوهان کي دنيا ۽ آخرت جي چڱائيءَ ۽ ڀلائيءَ جي ڳالهين پڌائڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ خدا جي طرفان رسول ٿي آيو آهيان. آءٌ نٿو ڀانيان ته مون کان اڳ ڪو به هن ملڪ ۾ اوهان ۾ اهڙو پيدا ٿيو، جنهن اوهان کي اهڙيون خدائي ڳالهيون پڌايون هجن. آءٌ اوهان کي پنهنجي سولا سائينءَ ۽ اوهان جي خلقيندڙ ڏي سڏيان ٿو. آهي ڪو اوهان مان جو منهنجي شيءِ ڳالهه قبول ڪري؟" اتي حضرت علي چيو "يا رسول الله آءٌ حاضر آهيان." حضرت سائينءَ فرمايو ته "اوهين هن جي ڳالهه قبول ڪندا ڪريو ۽ جيڪي اوهان کي چوي ته پڌندا ڪريو."

تنهن تي سڀني ولي کليو ۽ ٺهڪ ڏنا ۽ حضرت عليءَ جي پيءُ ابوطالب تي چٿرون ڪرڻ لڳا ته هاڻي تون پنهنجي پٽ جي ڳالهه ۽ حڪم مڃيندو ڪر. مطلب ته پاڻ خدا جي تعميل ڪيائون ۽ پنهنجن مائٽن کي سمجهايائون. اگرچ سڀني ولي لڙ ڪيو ۽ کليو، مگر پاڻ انهيءَ ني خوشيءَ ۾ هئا ته پاڻ خدا جي حڪم جي تعميل ڪري سگهيا. مڃن نه مڃن ته ٻين جي وس هو.

# حضرت جن جو جبل جي چوٽيءَ تي وعظ

خير، وري به ڪين آرام نه آيو ۽ الله جي حڪم جي تعميل لاءِ جبل صفا تي چڙهي پنهنجي قبيلي وارن کي نالي به نالي سڏيائون؛ جڏهن سڀ اچي گڏ ٿيا، تڏهن پاڻ فرمايائون ته مهرباني ڪري اوهين سون کي ٻڌايو ته آءٌ دنيا ۾ سڄي عمر سچو ٿي رهيو آهيان يا ڪوڙو؟ سڀني چيو ته تون اسين ۽ صادق ٿي رهيو آهين، بيشڪ اسين مڃون ٿا ته اوهان ڪڏهن به ڪوڙ ڪونه ڳالهايو آهي. پاڻ فرمايائون ته ڀلا هينئر آءٌ جبل جي چوٽيءَ تي بيٺو آهيان ۽ اوهين هيٺ بيٺا آهيو، آءٌ هيڏي هوڏي چوڌاري ڏسي وائسي سگهان ٿو مگر اوهين جبل جي چوڌاري ڪجهه به ڏسي نٿا سگهو، چو ته هيٺ بيٺا آهيو. هاڻي چئو ته جيڪڏهن آءٌ اوهان کي چوان ته اجهو هٿيار پوهار ڍڪيل رهزنن ۽ قورن جو ٽولي جو ٽولو مڪي تي ڪاهيندو اچيو ٿو، ته هوند مڃو؟ سڀني چيو ته تو جهڙي سچي ماڻهوءَ جي ڳالهه چو نه مڃون ۽ ضرور اسين به هوند تيار ٿيون. تڏهن پاڻ فرمايائون ته مون هي فقط اوهان کي مثال ٻڌايو مگر جيڪڏهن مون کي ايتري قدر سچو سمجهو ٿا ته:-

انيّ نذير لڪم من بين يدي عذاب شديد
(آءٌ اوهان کي ايندڙ سخت عذاب کان ڊيڄاريان ٿو.)

موت اوهان جي مٿان بيٺو آهي ۽ اوهان کي خدا وٽ حاضر ٿيڻو آهي، هڪڙي ڏينهن ضرور حساب ڪتاب ۽ جواب ڏيڻو آٿڙ؛ جيڪڏهن اوهين الله تي ايمان آڻيو ۽ کيس واحد لاشريڪ ڪري مڃيو ته اهو اوچتو ايندڙ عذاب اوهان جي مٿان ٽري ويندو، نه ته سڀ اوهين انهيءَ سخت عذاب ۾ هلاڪ ٿي ويندؤ!

هي ٻڌي سڀئي ڪافر ڪين ڪوڙو ڪوڙو چوڻ لڳا. انهن مان ابولهب (جو سندن سڳو چاچو هو) چيو تہ چريو اجايو متو پيو هٽي، ائين چئي هڪڙو پهڻ بہ حضرت کي هٽي وتئين ۽ چيائين تہ

تبالڪ سائر اليوم لهذا جمعتنا

(سڄو ڏينهن شل هلاڪ هجين، رڳو انهيءَ مطلب لاءِ اسان کي سڏيئي ۽ گڏ ڪيئي؟)

ائين ڪري ۽ ائين چئي، سڀ هيڏي هوڏي ڙڙي پکڙي هليا ويا.

## حضرت جو سڀني قبيلن کي وري سڏي سمجهائڻ

جڏهن انهيءَ طرح بہ نہ سمجهيا تڏهن پاڻ هڪڙي هنڌ ويهي سڀني کي هن طرح فرمائڻ لڳا، "اي اولاد ڪعب بن لوي جا! بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهہ کان، چوتہ مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين نہ چوندؤ 'لا إِلٰه الا الله.' اي اولاد مره بن ڪعب جا! بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهہ کان، چوتہ مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين نہ چوندؤ، 'لا إِلٰه الا الله.' اي اولاد عبد شمس جا! بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهہ کان، چوتہ مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين نہ چوندؤ، 'لا إِلٰه الا الله.' اي اولاد عبد مناف جا! بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهہ کان، چوتہ مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين نہ چوندؤ، 'لا إِلٰه الا الله.' اي اولاد هاشم جا! بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهہ کان، چوتہ مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين نہ چوندؤ 'لا إِلٰه الا الله.' اي اولاد عبدالمطلب

جا بچايو اوهين پنهنجن ساهن کي خدائي باهه کان، چو ته
مون کي ڪو اختيار ڪونهي جو اوهان کي بچايان جيسين
نه چوندؤ 'لا إله الا الله.' اي منهنجي ڌيءُ فاطمه! بچاءِ تون
پنهنجي ساهه کي باهه کان، تون مون کان منهنجو مال
ملڪيت جيڪي آهي سو گهرين ته ڏئي سگهندس مگر مون
کي ڪو اختيار ڪونهي جو توکي بچايان جيسين نه چوندي
رهندينءَ 'لا إله الا الله.'

مطلب ته حضرت سائينءَ چڱيءَ طرح وري وري
پنهنجن عزيزن کي سمجهايو ۽ خدائي حڪم پورو ڪيو ۽
رسالت جو حق ادا ڪيو، ويندي پنهنجي نياڻيءَ خاتون
جنت کي به هن سان گڏ سمجهايائون ته آءٌ تنهنجو به ذميوار
نه آهيان. اگرچ بيبي صاحبه اڳئي اسلام قبول ڪيو هو.

پاڻ اهڙيءَ طرح پنهنجن عزيزن توڙي بيگانن مڙني
کي سمجهائيندا رهيا. ۽ جيئن جيئن کين تڪليفون رسيون
ٿي، تيئن تيئن پنهنجي قوم کي جوش ۽ محبت سان
سمجهايائون ٿي ۽ جي نه ٿي سمجهيا ۽ کين ستايائون ٿي ته
پاڻ الله جي درگاهه ۾ گهڻي نياز ۽ ادب سان عرض
ڪندا هئا:

اللهم اهد قومي فانهم لا يعلمون

(اي منهنجا مولا تون منهنجي قوم کي هدايت ڏي
چو ته اهي مون کي نٿا سڃاڻن)

هڪڙي ڏينهن پاڻ سونهارا ڪعبته الله کان اچي
لنگهيا چا ڏسن ته ڪيترائي ڪافر آهن جو بتن کي سجدا
پيا ڏين ۽ مٿا پيا گهن. حضرت سائينءَ رڙ ڪري چيو ته
اي قريشو! قسم خدا جو اوهان پنهنجي پيءُ ابراهيم جي
دين کي بلڪل ڇڏي ڏنو آهي بلڪ ان جي مخالف آهيو.
چوڻ لڳا ته اسين هنن بتن کي خدا جي يادگيري ۽ محبت
لاءِ پوڄون ٿا ۽ هنن کي وسيلو سمجهون ٿا. حضرت سائينءَ

کين گهڻوئي سمجهايو مگر ڪفر جي سياهي اهڙي ته دلين
تي چڙهيل هين، جو سمجهڻ ته پنهنجي ماڳ رهندو آئاو
وڙهڻ لڳا ۽ وري ابوطالب وٽ آيا.

## سڪي جا ڪافر ابوطالب وٽ دانهن ڪٽي ويا

ابوطالب کي اچي چيائون ته اي ابوطالب تنهنجو
پائٽيو اسان جن اَلاهن (بُتن) کي گهٽ وڌ چوي ٿو ۽
اسان جي ابي ڏاڏي جي رسمن تي ٽوڪون ڪري ٿو ۽
اسان کي بي عقل ۽ بي سمجهه سمجهي ٿو ۽ اسان جي وڏن
کي گمراه ڪوٺي ٿو، سو تون جهلينس نه ته اسين کيس
ڏسنداسين. ابوطالب کين نرمي ۽ آهستگيءَ سان سمجهايو،
جنهن تي هليا ويا. مگر حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم
پنهنجي جان کي تريءَ تي رکي نهايت جرات سان الله جي
مخلوق کي الله ڏي سڏيندا رهيا ۽ منادي ڪندا رهيا ۽
چوندا رهيا ته اي الله جا پيدا ڪيل انسانو! لا اله الا الله
يعني هڪ خدا ڌاران ٻيو ڪو خدا ڪونهي، انهيءَ وقت
ڪافرن جو غلبو هو ۽ هنن جو اهڙو ته زور هو جو ڪنهن
کي به طاقت نه هئي جو انهن جي برخلاف ڪجهه به ڪجي
سگهي. ڪو ڪونه هوند اها هام پري ته اهڙن بيدينن کي
سڌاري ۽ پنهنجو سڪيو جيءُ جنجال ۾ وجهي. جيڪڏهن
حضرت سائين جن به اهو خيال ڪن ها ته ڪڏهن به اهڙيون
نه سهڻ جهڙيون تڪليفون کين ڏسن ها، مگر الله پاڪ
جي حڪم جي آڏو ڪير آهي، جو ڪنڌ نه نائيندو ۽ سر
نه جهڪائيندو؟ جڏهن حضرت سائينءَ ڏي سندن عزيزن
کي سمجهائڻ ۽ خدائي عذاب کان ڊيجارڻ جو حڪم آيو
هو، جنهن جو ذڪر مٿي گذري آيو ته کين اها ڳالهه
ڏاڍي ڳري لڳي، انهيءَ ڪري ڪاٿ ڪجهه وقت تعميل
ڪرڻ کان ترسي پيا، مگر وري الاهي حڪم آيو جنهن

۾ ڪين ڏوراپو بلڪ تنبيھ هئي. لاچار ڏاڍي جوش سان سمجهائڻ لڳا، جي نٿي سمجهيا ته وري وري به سمجهايائون ٿي ته خدائي حڪم جي پوري پوري بجا آوري ٿئي. پاڻ خود الله جي بي پرواھ ۽ لا اُبالي سرڪار ڪان ڏڇندا هئا ۽ جيڪي به خدائي حڪم انسانن لاءِ ايندا هئا اول پاڻ ڪي انهن جي پوري ڪرڻ لاءِ بدل چائندا هئا ۽ هميشه خدا جو خوف سندن دل تي هوندو هو ۽ جڏهن جڏهن خدائي حڪم پهچائڻ لاءِ حضرت جبرئيل وٽن ايندو هو ته پاڻ ڏجي ويندا هئا ته الله شل خير جو ڪو حڪم نازل فرمائي ۽ پنهنجي رحم ۽ رحمت جو حڪم موڪلي. شل غضب ۽ قهر ڪان بچائي ۽ گهڻو ڪري جڏهن خدائي پيغام مٿن ايندو هو ته جيڪڏهن اُٺ تي سوار هوندا هئا ته اٺي جهڪي ويندو هو ۽ جيڪڏهن پيادا هوندا هئا ته پاڻ ٻگهرجي ويندا هئا ۽ لڱ ڪانڊارجي ويندا هئن ۽ هراسجي ويندا هئا، خاص خدا جي خوف ڪان. جڏهن ته پاڻ رحمت اللعالمين (ساري دنيا لاءِ رحمت) تي دنيا ۾ آيا هئا، انهيءَ ڪري سدائين موافق توڙي مخالف، دوست توڙي دشمن لاءِ خدا ڪان خير ۽ رحمت، هدايت ۽ سعادت جي دعا گهرندا هئا، ڪڏهن به ڪنهن ڪي نه پٽيائون نه گهٽ وڌ ڳالهايائون. فقط اهو شوق هوندو هون ته ماڻهو سڌرن ۽ صراط المستقيم (سڌي رستي) تي اچن ۽ خدائي رنگ ۾ رنگجن، مگر سندن عزيز توڙي ڌاريان ڪن ڪن ڪان سواءِ جن جلد ئي ايمان آندو هو، باقي سڀئي سندن آزار ۽ تڪليف پهچائڻ جي پويان هئا ۽ سڀني جو انهيءَ تي زور هو ته پاڻ انهيءَ ڳالهه ڪي ڪٿي ڇڏين. مگر ڇڏين ڪيئن؟ الله پاڪ جو مٿان سخت حڪم ۽ تاڪيد هو، پوءِ رسول الله صلعم جو وس ڪهڙو؟ جو خدائي حڪم هوندي به ماٺ ڪري وهن.

## ابوطالب وٽ حضرت کي روڪڻ لاءِ وري ٻئي دفعي ڪافرن جو اچڻ

هڪڙي ڏينهن ڪافر گڏجي ٻئي دفعي ابوطالب وٽ آيا ۽ اچي چيائونس ته ابوطالب! ڏس تون اسان ۾ ڀريو مڙس به آهين، عزت وارو به آهين. توکي اسان اڳي به چيو هو ته تون پنهنجي ڀائٽيي کي جهل ته ڪيس نه جهليئي، مگر هاڻي اسين قسم سان ٿا چئون ته اسين ماٺ ڪري ڪين وهنداسين ۽ اهڙي ته جنگ ڪنداسين جو يا اوهين چٽ يا اسين چٽ. ائين چئي هليا ويا. ابوطالب کي انهن ميڙني جي ناراض ٿيڻ جو ڏاڍو خيال ٿيو ۽ پنهنجي ساري قوم ناراض ڪرڻ ۽ انهن جي دشمني پرائڻ مناسب نه سمجهيائين. تڏهن حضرت سائينءَ کي سڏي چيائين ته ابا! ساري قوم مون وٽ آئي هئي ۽ هئن هئن چئي ويا آهن. هاڻي ڀلائي ڪري مون کي توڙي پاڻ کي تڪليف ۾ نه وجهه ۽ اهو خيال لاهي ڇڏ. حضرت سائينءَ اتي سمجهو ته چاچو پويان پير ڪري ٿو ۽ منهنجي مدد ۽ همراهيءَ کان ڪڪ ٿيو آهي، تڏهن پنهنجي الله سائينءَ کي سنڀالي چيائون ته چاچا! قسم آهي مون کي منهنجي مولا جو جيڪڏهين منهنجي ساڄي هٿ ۾ سج ۽ کٻي هٿ ۾ چنڊ ڪٿي اچي رکن هن لاءِ ته آءٌ اهو خيال ڇڏي ڏيان ته ڪڏهن به هوند ڪين ڇڏيان جيسين اهو ڪم الله تعاليٰ پورو ڪري يا آءٌ انهيءَ خيال ۾ پورو ٿي وڃان. ائين چئي سندين اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ لڙڪ وهي هليا ۽ پاڻ رُئڻ لڳا ۽ اُٿي هلڻ لڳا. اتي ابوطالب جي دل اچي ڀري ۽ پنهنجي سچي ۽ بي ڏوهي، سلڇڻي ۽ سڌاريندڙ ڀائٽي کي ڇڏڻ پنهنجي قوم جي ڇڏڻ کان به وڌيڪ ڪرو لڳس. بي اختيار سڏي

چيائين، اچ اچ بابا! هاڻي جيئن وڻيئي تيئن وڃي ڪر. جيسين منهنجي سريءَ ۾ ساهه هوندو تيسين آءٌ توسان آهيان.

مطلب ته گهڻوئي ڪافرن پاڻ پتوڙيو ۽ ڪوششون ڪيون مگر الله تعاليٰ سندن سڀ منصوبا ڊاٺا ۽ رسول الله صلعم کي انهن جي ننهن، ظلمن ۽ منصوبن کان بچائيندو آيو.

## حضرت رسول الله صلعم جي اصحابن تي ڪافرن جا ظلم

حضرت سائينءَ کان سواءِ وري جن جن نيڪ ۽ پاڪ دل انسانن مٿن ايمان آندو هو ۽ کين مڃيو هو ۽ الله پاڪ جي هيڪڙائي ۽ رسول الله صلعم جي رسالت تي يقين ڪيو هو، تن بيگناهن کي به ڪافرن ستائڻ ۽ تڪليفن ڏيڻ ۾ حد ڪري ڇڏي ۽ کين گهڻايو، جن جو احوال ڏسي پڙهي بت جا وارئي ڪاندارجو وڃن ۽ اکين آڏو اونداهه اچيو وڃي، وري عجب وٺيو وڃي ته حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ ۽ سچي تعليم جو اهڙو ته پڪو ۽ مضبوط اثر هو، جنهن مؤمنن جي دلين کي اهڙو ته همت وارو ۽ مضبوط بنائي ڇڏيو هو، جو ظالمن ۽ مصيبتن جا پهاڙ سندن سچن سينن تي ڪڙڪائي اچي وجهندا هئا ته هڪ خس برابر به کين سمجهندا هئا ۽ نهايت دليريءَ ۽ جوانمرديءَ سان سڀ سهي ويندا هئا، مگر پنهنجي الله ۽ رسول کان ڪڏهن به کين ڦرندا هئا. ڪافر ماري ساري ظلم ڪري ڪري ساڻا ٿي پوندا هئا، مگر پنهنجي ڪوشش جو ڪو نتيجو ڪونه ڏسندا هئا، پوءِ حيران ٿي هڪ ٻئي کي چوندا هئا ته هي ڪهڙو اسرار آهي؟

مثال لاءِ حضرت بلال حبشي رضي الله عنه (خدا ان کان راضي هجي شال) اميه بن خلف جو غلام هو. جڏهن اميه ٻڌو ته بلال مسلمان ٿيو آهي، تڏهين ويچاري تي

قسمين قسمين مصيبتن جو ميثهون وسائڻ لڳو. گردن ۾ رسو وجهي ڇوڪرن کي ڏيندو هو، جي کيس مڪي جي گهٽين ۾ رُلائيندا ۽ گهليندا وتندا هئا، جنهنڪري ڪنڌ ئي ڦٽجي پيو هوس. ڏڌهن اهو ظلم بس، حضرت بلال سهي ويو تڏهن وري مڪي جي واديءَ ۾ ڪوسيءَ ۽ تتل واريءَ تي ليٽائي گرم تتل پهڻ سندس ڇاتيءَ تي رکائيندو هو. انهيءَ کان سواءِ وري پويان ٻانهون ٻڌي ڇهبڪن سان ماريندو، اُس ۾ وهاريندو ۽ بک ڏيندو هوس. مگر حضرت بلال اهڙي حال هوندي بہ احد احد جا نعرا پئي هنيا. جڏهن ايترن ظلمن هوندي بہ حضرت بلال کين مُڙيو، تڏهن اميہ کيس وڪڻو ڪيو، جنهن تي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏيس.

اهڙيءَ طرح عمار ۽ سندس والد ياسر ۽ سندس والده سميہ سڀ مسلمان ٿيا هئا. ظالم ابوجهل انهن ويچارن بيگناهن کي بہ قسمين قسمين عذاب ۽ ايذاءَ ڏنا، تڪليفون رسايون تہ من اسلام کان ڦرن ۽ الله جي رسول کي گهٽ وڌ چون ۽ ٻيجا ٻتن جي تعريف ڪن، مگر هنن ايماندارن هڪ اکر بہ اجايو واتان نہ ڪڍيو ۽ بلڪل مضبوط رهيا. هڪڙي ڏينهن ويچارن کي ابوجهل پئي مارايو تہ حضرت سائين جن اچي لنگهيا ۽ متن ظلم ۽ ايذاءَ ٿيندڙ ڏسي ڏاڍو ڏک ٿين. پاڻ درد ڀرئي آواز سان فرمايائون:-

اصبروايا آل ياسر فان موعدكم الجنة

• (او ياسر جا فرزندؤ! صبر ڪجو الله پاڪ اوهان کي بهشت ۾ پنهنجو ديدار پسائيندو.)

ڪمبخت ابوجهل تہ ٻيبي سميہ سان سخت بي حرمتي ۽ بي عزتي ڪري کيس بيگناهہ ماري ڇڏيو جنهن جو بيان لکڻ ويچارو قلم قبول ئي نٿو ڪري.

ابوفڪيه افلح کي ٽنگن ۾ رسي ٻڌي پٿريلي زمين تي گهليئون ۽ گهوگها ڏئي اڌ مئو ڪيئون ٿي ۽ هڪ ڳرو پهڻ ڇاتيءَ تي رکيئونس ٿي، جنهنڪري ويچاري جي زبان ٺي نڪري ايندي هئي، مگر زبان مان اسلام جي برخلاف هڪ اکر به ڪونه ڪڍيائين.

اهڙيءَ طرح خباب بن ارت سان جيڪي هلتون ڪيائون سي اهڙيون هيون، جو هوند انسان انسان سان ته ڪڏهن ڪين ڪري. ويچاري ايماندار خدا پرست کي وارن کان وٺي وار وڪوڙي وڪوڙي ڪنڌ ٺي مروڙي ڇڏيندا هئا ۽ پهڻ ڪوسا باهه جهڙا ڪري انهن سان سارو بت ڏنييندا هوس، مگر هي سچو عاشق رسول الله صلعم جو حضور جن جي عشق ۾ اوين ئي الست رهندو هو ۽ انهن تڪليفن جو ذرو به خيال ڪونه ڪندو هو ۽ هر حال ۾ رسول الله جي صحبت ۽ زيارت کان پري رهڻ سهي ڪين سگهندو هو.

صهيب بن سنان سان به ڏاڍا آگرا ٿي هليا، مگر ويچاري سچي ايمان واري صهيب انهن ڪمبختن جون سڀ آگرايون سَٺيون ۽ سڀ سختيون سر تي سهايون، مگر اسلام تي جان فدا رهيو. ويچارو جڏهن مڪي مان لڏي وطن ڇڏي مديني ويو ٿي ته قريشن قيد ڪري وڌس. ويچاري ڇا ڪيو جو جيڪي به تير توشو، ڏوڪڙ پيسو هوس، سو سڀ ظالمن کي ڏئي جند ڇڏائي مديني هليو ويو مگر رسول الله جي جدائي سهي نه سگهيو.

عامر بن فهيره سان به ڏاڍا ڏکيا ڏينهن لا ٿئون، مگر هو خدا جو خالص بندو پنهنجي سچي محبت کان ڪين مڙيو. جڏهن حضرت رسول الله عليه الصلوات والسلام جن ڪافرن جي بيجا ۽ غير واجبي سختين ۽ ظلمن جي ڪري مديني شريف لڏي ويا، تڏهن هي ويچارو مرد خدا ساري سفر ۾ سندن همرڪاب ٿي خدمت ڪندو ويو، ۽ بدر ۽ احد جي

خوفناڪ لڙاين ۾ جن ۾ ڪافر ڏاڍي ڪرفر سان هزارن جا هزار ايندا هئا، هي ويچارو سچار ٻه دل جان سان جهاد في سبيل الله ۾ مشغول ۽ حاضر هو.

بير معونه واري جنگ ۾ جڏهن هن جوان عين جوانيءَ ۾ شربت شهادت جو پيتو، تڏهن ساهه ڏيڻ وقت هي محبت ۽ ايمان ڀريا اکر هر هر وات تي هوس:

فزت ورب الڪعبة

(قسم آهي ڪعبي جي رب جو ته من جون مرادون مليم ۽ مطلب کي رسيس.)

انهن سڀن صحابن کان سواءِ ٻيا به گهڻائي اهڙا آهن، جن سختين هوندي سچائي نه ڇڏي ۽ ايمان جي پڪائي ڏيکاري ثابت قدم رهيا. الله تعاليٰ جون شال رحمتون ۽ مهربانيون مٿن هجن. آمين.

# ايماندار زالن سان ظلم

مٿي جيڪي لکيم سو ايماندار مردن جو بيان هو، مگر ويچارين ضعيف الخلقت زالن سان جي جي ظلم ظالمن ڪيا، سي ته ٻڌي ۽ پڙهي اکين آڏو اونداهه ولِيو ٿي وڃي. زالن ويچارين گناهه ڪيو سو ڪيو ڪهڙو؟ الله پاڪ کي هڪڙو ڪري مڃڻ لڳيون ۽ بت پرستي ڦٽي ڪري حضور پاڪ محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي الله جو پيارو نبي ۽ رسول ڪري مڃڻ لڳيون جو کين دين ۽ دنيا جي نيڪين ۽ آپڪار جي ڪمن کان خبردار ۽ واقف ڪندو هو. بس انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪهڙي ترار ويچارين زالن هنئين هئي جنهنڪري ظالمن بي رحمن ايذا ظلم ۽ ايتري بي رحمي ڪئي. مگر واه واه انهن غريب زالن جي مردائي همت جن ظالمن جا ظلم سٺا مگر اسلام کان ڦرڻ قبول نه ڪيو.

انهن مان حضرت عمار بن ياسر جي والده جو ذڪر مٿي گذري آيو آهي. بعينہ، زنيره، نهديہ ۽ ام عبيس انهي ويچارين اسلام قبول ڪرڻ ڪري ڏاڍين مصيبتن ۾ اچي اڙيون جن جو ذڪر ڪرڻ دل نہ ٿي گهري جو ٻڌن ۽ سهڻ کان ٻاهر آهي. قريش اهڙا ظلم نہ رکو پين سان ڪندا هئا پر پنهنجن پٽن ۽ ميٽن سان بہ اهڙي ئي هلت هلندا هئا.

جهڙو حضرت عثمان عفان رضہ جڏهن اسلام قبول ڪيو، تڏهن سندس چاچو کيس کجور جي ڦرهن ۾ ويڙهي هيٺان ٻاهہ جو دونهون ڏيندو هو. مصعب بن عمير کي سنديس ماءُ گهر مان تڙي ڪڍي ڇڏيو مگر هن ويچاري عزيزن کان وڏو عزيز ۽ قريبن کان وڏو قريب الله ۽ الله جي رسول کي ڄاتو.

ڪن ڪن صحابن کي ظالم ڇا ڪندا هئا جو اُٺ يا ڍڳي جي چمڙي ۾ ويڙهي سيڙهي بند ڪري ڦٽو ڪندا هئا، ۽ ڪن کي لوه جا پٽ، ٻٽ تسي چاڙهي ٻاهہ جهڙن ڪوسن پٿرن تي آڇلائي ڇڏيندا هئا.

مطلب تہ اهڙيون نالائقيءَ جهڙيون سزائون جي ڪافر ويچارن بيگناهہ مومنن کي ڏيندا هئا، سي فقط اسلام جي برڪت سان ويچارا اصحابي سونهارا سهي ٿي ويا، نہ تہ ضعيف انسان جي سهڻ جي جاءِ بلڪل ڪانهي. جڏهن انسان پنهنجي حقيقي مالڪ ۽ خالق کان غافل ۽ سندس قهر ۽ غضب کان بيخوفا ۽ نڊر ٿيندا آهن تڏهن سمجهائيندڙ ۽ سڌاريندڙ جي نصيحت ۽ سمجهاڻيءَ کي ڏاڍو ڪڙو سمجهندا آهن ۽ حق چوڻ تسي ڏاڍي مٿيان لڳندي اٿن. ڀانئيندا آهن تہ حق چوندڙ کي ڪچو ڪائي ڇڏين، انهيءَ ڪري حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم کي نامرادن ڏاڍيون تڪليفون ڏنيون ۽ اهنج ايذاءَ ڪيا.

## ڪافرن جون عادتون ۽ خيال

سو ڇو؟ سو هن ڪري ته ڪافرن ۾ بُريون عادتون ۽ ڪفر تمام گهڻو هو. هو خدائي پيغام کي ڪين مڃيندا هئا ۽ قيامت ۽ جزا سزا جا منڪر هئا. خانداني وڏ ماڻهپائيءَ تي گهڻو هٺ هئن، هنن ۾ اسلامي برادري وارو رنگ بلڪل ڪونه هو. هڪ ٻئي کي حقارت ۽ ذلت جي نظر سان نهاريندا هئا. گهڻو ڪري عرب جا سڀ قبيلا حضرت سائينءَ جي قبيلي بني هاشمين سان سخت مخالف هئا، انهيءَ ڪري بني هاشمين مان هڪڙي شخص يعني حضرت سائينءَ جي هدايت تي هلڻ عار ۽ عيب سمجهندا هئا. بت پرستيءَ جي خيال تي بلڪل مست هئا ۽ مورتي پوڄا کي ڏاڍو چڱو مذهب سمجهندا هئا. زنا، جوا، بي حد عورتون پرڻجڻ، رهزني، خون ريزي، انجام پڄڻ، ڪنهن به قاعدي قانون جي حد اندر رهڻ کان بيزار پڄڻ، اهي انهن جون بُريون عادتون هيون پر نه رڳيون بُريون عادتون هيون بلڪ اهي عادتون جزا ۽ عضوا تي ويا هئن، جن جو بند ڪرڻ تنگ ٻانهن جي ڪپڄڻ جي برابر سمجهندا هئا. مگر حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم ڪافرن جي ڪٺائي ۽ ڪنورائيءَ جو ڪو خيال نه ڪري الله تي توڪل رکي انهن کي انهيءَ گمراهي کان ڪڍي راهه تي آڻڻ ۽ سڌارڻ لاءِ سخت کان سخت ڪوشش ڪئي ۽ هر هڪ ڪوشش ۾ الله تعاليٰ جي حڪم موجب هلت ڪيائون ۽ هر ڪنهن مجلس، هر ڪنهن ميلي، هر ڪنهن گهٽي، هر ڪنهن ڪوچي ۾ ماڻهن کي سمجهائيندا رهيا ۽ توحيد ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ بابت وعظ (ليڪچر) ڪندا رهيا.

## حضرت جون ضروري ۽ خاص سمجهاڻيون

سنڌ ين ضروري سمجهاڻيون خاص طرح هي هيون: الله پاڪ سان ڪنهن کي مٽ ۽ هڪ جهڙو نہ ڄاڻو! ٻتن، وٽن ۽ پهڻن جي پوڄا بلڪل نہ ڪريو! ننڍڙين معصوم نياڻين کي جيئرو ڪڏهن وجهي پوري نہ ڇڏيو (عربن ۾ دستور هو تہ ڪنهن کي بہ نياڻي ڄمندي هئي تہ پاڻ جهڙو ڪنهن کي بہ نہ سمجهي، سگهہ ڏيڻ جي ساڙ ڪان معصوم ٻچڙين کي جيئرو ئي جيئرو ڪڏن ۾ پوري ايندا هئا). پراين زالن ڏي ٻچڙي نظر نہ ڪٽو، زنا نہ ڪريو! جوا نہ ڪريو! شراب نہ پيو! جسم کي پليدي ۽ ناپاڪائيءَ کان، ڪپڙن کي گندگيءَ کان، زبان کي ڪني ٻول ۽ بدسخن کان، دل کي ڪوڙي ۽ ٻچڙي اعتقاد ۽ مچتا کان پاڪ ۽ صاف رکو! انجام ڪريو تہ ضرور پاڙيو! وعدي خلافي نہ ڪريو! ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ ڪنهن سان بہ دغا ۽ ڪُپت نہ ڪريو! الله پاڪ کي نقصان ۽ عيب کان پاڪ سمجهو! زمين ۽ آسمان، سج ۽ چنڊ، ننڍيون ۽ وڏيون شيون سڀ الله پاڪ جون خلقيلون ڄاڻو! دنيا ۾ جيڪي بہ آهن سڀ الله پاڪ جا محتاج سمجهو! دعا قبول ڪرڻ، بيمارن کي صحت ۽ شفا بخشڻ، من جون مرادون پوريون ڪرڻ، سڀ الله جي وس ۾ آهي ۽ انهيءَ ئي کان گهرو! الله پاڪ جي مرضيءَ جي برخلاف ڪو ڪجهہ نٿو ڪري سگهي. ملائڪ توڙي نبي ڪو بہ هجي الله پاڪ جي مرضيءَ جي برخلاف ڪنهن جي بہ هلي نہ سگهندي.

ڪافرن کي جڏن پاڻ سمجهائيندا هئا، تڏن نا مراد شدت ڪندا هئا ۽ حضرت سائينءَ کي قسمين قسمين تڪليفون رسائيندا هئا. آخر جڏهن ايذاءَ ۽ اهنج ڪري ڪري ٿڪا، تڏهن وري صلاح ڪري حضرت سائينءَ کي لالچائڻ لڳا

ته من انهيءَ طرح باز اچن ۽ اسان جي بتن جي مخالفت نه ڪن ۽ اسان کي بت پرستيءَ جي حال ۾ ڇڏي ڏين. سو هڪڙي ڏينهن عتبه نالي سردار حضرت سائينءَ وٽ آيو ۽ اچي چيائين ته "او منهنجا ڀائٽيا محمد! تون ٻڌاءِ ته سهي ته تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ جيڪڏهن مال ۽ دولت گهرجني ته ايترو ڏيونئي جو ڍاپي پوين ۽ وڏو شاهوڪار ٿي پوين. ۽ جيڪڏهن عزت آبرو گهرجني ۽ وڏ ماڻهپائيءَ جو بکيو هجين ته اڄ ته سيئي گڏجي پنهنجو پريو مڙس ۽ رئيس بڻايونئي. ۽ جيڪڏهن حڪومت ۽ بادشاهي جو سوداءُ هجيئي ته ڪوشش ڪري ساري عرب جو بادشاه ڪريونئي. مطلب ته جئن چئين تئن ڪريون مگر تون انهن ڳالهين کي ڇڏ، اسان جي بتن جي ڀچر ڦٽي ڪرءِ پر جيڪڏهن تنهنجي دماغ ۾ ڪو خلل هجي ته آهي ڳالهه ڪر ته ڪو ويڄ طبيب آڻيون ۽ دوا درمل ڪريونئي." حضرت سائينءَ عتبه جو سارو قصو ٻڌي جواب ۾ فرمايو ته مون کي نه مال جي خواهش آهي نه عزت جي سڌ. نه آبرو جي آس اٿم نه حڪومت جي هوس نه ڪو منهنجي دماغ ۾ ڪو خلل ئي آهي. آءُ مسڪيني حال پسند ٿو ڪريان ۽ مسڪين ٿي رهيو آهيان ۽ مسڪين ٿي رهندس انشاءَ الله تعاليٰ. مگر منهنجي حال جو شاهد الله جو ڪلام ، قرآن پاڪ آهي. جئن ته الله تعاليٰ فرمايو آهي:

حم (حاميم) تنزيل من الرحمن الرحيم - كتاب فصلت آياته قرانا عربيا لقوم يعلمون بشير و نذيرا فاعرض اكثر هم لا يسمعون و قالو قلوبنا في اذننا وقرا و من بيننا و بينكم حجاب فاعمل اننا عاملون - قل انما انا بشر مثلكم يوحيٰ الي انما الهكم اله واحد فا ستقيموا اليه و استغفروه و ويل للمشركين الذ ين لا يوتون الزكوات وهم با لاخرت هم كافرون ، ان الذ ين آمنوا و عملو الصالحات لهم اجر غير ممنون.

(هيءَ حڪم خدا جي درگاهہ مان آهي جو خدا تمام ٻاجهارو ۽ رحم وارو آهي- هي صاف بيان وارو ڪتاب آهي ۽ هي ڪتاب عربي زبان ۾ سمجهو ماڻهن لاءِ آيل آهي ايماندارن کي بشارت ڏيندڙ ۽ منڪرن کي خدائي خوف کان ڊيڄاريندڙ آهي. اهڙي خدائي پاڪ ڪتاب کان ڪيترائي منڪر ٿيا آهن جي ٻڌن ٿي نہ ٿا ۽ چون ٿا تہ جنهن ڳالهہ ڏي سڏين ٿو آها ڳالهہ اسان جي دلين ۾ ويهي ٿي نہ ٿي ۽ اسان جا ڪن ٻڌن ٿي نہ ٿا. اسان ۽ اوهان جي وچ ۾ پردو پيل آهي. اوهين پنهنجا گهاڙ گهڙيو اسين پنهنجا گهاڙ گهڙيون ٿا- اي نبي (عليہ صلوات والسلام) انهن کي چئو تہ آءٌ اوهان ٿي جهڙو انسان آهيان مگر مون تي خدا جو پيغام اچي ٿو تہ الله هڪ آهي. انهيءَ ڏي منهن ڪرڻ ۽ انهيءَ ٿي کان گناهن جي معافي گهرڻ لازم آهي. انهن تي افسوس آهي جي شرڪ ۽ ڪفر ڪن ٿا ۽ خيرات نہ ٿا ڏين ۽ قيامت جو انڪار ڪن ٿا پر جن خدا تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا انهن لاءِ آخرت ۾ اڻ کٽ اجر ۽ ثواب آهي.)

عتبہ جو خدائي ڪلام ٻڌو سو محو ٿي پيو ۽ مٿي کي هٿ ڏيئي ويهي ٻڌڻ لڳو ۽ مات ڪري هليو ويو. قريش جو انتظار ۾ ويٺا هئا، تن پريائين رڙ ڪري پڇيس تہ خبر ڏي ڇا حال آهي؟ عتبہ چيو تہ ڪهڙيون ٿا ڳالهيون پڇو؟ منهنجا تہ عناصر ئي ڦري ويا آهن. آءٌ اهڙو ڪلام ٻڌي آيو آهيان جو والله نہ جادو آهي نہ مَنْڊُ، نہ شعر آهي نہ سحر؛ اهو هڪ عجيب ڪلام آهي جنهن مان سچائيءَ جو آواز پيو نڪري، منهنجو چيو مڃو تہ محمد (عليہ الصلوات والسلام) کي ڇڏي ڏيو جئن وڻيس تئن پيو ڪري. عتبہ جي اها ڳالهہ

قريشن جا ٻڌي سي چوڻ لڳا ته اجهو عتبه جهڙي داناءَ مڙس تي به محمد (صلعم) جو جادو هلي ويو.

هڪڙي ڏينهن حضرت سائين جبل صفا تي ويٺل هئا، ابوجهل آتي آيو ۽ اچي حضرت پاڪ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. جڏهين حضرت سائينءَ ابوجهل جو گهٽ وڌ ڳالهائڻ ٻڌي ڪٺي صبر ڪيو ته وري ابوجهل هڪڙو پٿر آچلائي زور سان کين هنيو، جنهنڪري مٿي مبارڪ ۾ ڦاڙ نڪري پين ۽ رت ٽيندڙهيون ڪري وهڻ لڳو. حضرت سائينءَ جو چاچو حضرت حمزو رضه جو اڃا مسلمان ڪونه ٿيو هو، تنهن کي جا خبر پئي ته ابوجهل بيگناهه منهنجي ڀائٽي محمد (عليه الصلوات والسلام) کي گهٽ وڌ به ڳالهايو آهي ۽ پهڻ هڻي رتو ڇاڻ به ڪيو آهي، سو تنهنکي قياس به ٿيو ۽ مائٽيءَ جو جوش به آيس. وڃڻ شرط ابوجهل کي زور سان چڙ ۾ پنهنجي ڪمان مٿي واري ٺوڪائي ڪڍيائين جنهنڪري هو زخمي ٿي پيو. ائين ڪري حمزو حضرت سائينءَ وٽ آيو ۽ اچي ٻڌايائين ته هڙيءَ طرح تنهنجي دشمن کان بدلو ورتو اٿم تون هالي خوش ٿي. حضرت سائينءَ فرمايو چاچا! اهڙين ڳالهين سان مان خوش ٿيڻ وارو نه آهيان، خوش تڏهين ٿيندس، جڏهين ڏسندس ته تو ڪلمون پڙهيو ۽ مسلمان ٿئين. حضرت حمزي کي عجب لڳو ته هي جو دشمن جي مارجڻ تي به خوش نه ٿيو سو بيشڪ پاڪ ۽ برگزيدو رسول آهي، آتي جو آتي مسلمان ٿيو ۽ ڪلمون پاڪ لاالٰه اِلاالله محمد رسول الله پڙهيائين. امير حمزي جي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ٿئين ڏينهن حضرت عمر بن خطاب رضه به مسلمان ٿيو. حضرت امير عمر رضه عربستان ۾ مشهور بهادر ۽ پهلوان هو. هڪڙي ڏينهن حضرت سائينءَ جي قتل ڪرڻ جي خيال تي گهر کان نڪتو. هٿيار پهنوار سڀ ٻڌي تيار ٿي پئي ويو ته رستي ۾ ڪي دوست گڏيس تن

پڇيس تہ خبر ڏي ڪاڏي سنبريو وڃين؟ چيائين محمد (عليه الصلوات) کي قتل ڪرڻ لاءِ نڪتو آهيان. تڏهين آنهن چيس ته پنهنجي گهر جي ڪا خبر رکي اٿئي؟ تنهنجي ڀيڻ ۽ ڀيڻويو ٻئي مسلمان ٿي ويا آهن ۽ تون نڪتو آهين نبيءَ کي مارڻ! اها خبر ٻڌائين سو سڌو پنهنجي ڀيڻ جي گهر ويو ۽ وڃي ڀيڻ کي مارڻ لڳو ته تو اسانکي چو بدنام ڪيو آهي ۽ ڇو اسلام قبول ڪيو اٿئي؟ ڀيڻس چيس تہ ادا ڀلا ٿي ڪري ڀهريائين ڪا دريافت تہ ڪر تہ آءٌ چو مسلمان ٿي آهيان؟ جيڪڏهين توکي اهو ڪلام الاهي، جو ٻڌي مسلمان ٿي آهيان، ناپسند لڳي ۽ نہ وڻي ۽ منجهس ڪا اجائي ڳالهه ٻڌين ته پوءِ تون مرضيءَ وارو آهين بيشڪ مونکي ماري ڇڏجانءِ. حضرت عمر چيو ته ڀلا آهو ڪهڙو ڪلام آهي ٻڌايو. اتي هڪڙو اصحابي سونهارو (رسول الله جو صحبتي) جو اڳيئي انهيءَ گهر ۾ آيل هو، مگر حضرت عمر جي اچڻ سببان لڪي وڃي ويٺو هو، تنهن قران شريف مان 'طاها' سورت جو پهريون رکوع پڙهي ٻڌايو. حضرت عمر کن لائي خيال سان ٻئي ٻڌو ۽ بي وس ٿي رنائين ۽ بي اختيار قرآن پاڪ جي ٻڌڻ سان سندس دل اهڙي ته نرم ۽ حق طلب ٿي ٿي جو قرآن پاڪ تان قربان ۽ رسول الله تان صدقي ٿيڻ لڳو ۽ بي اختيار ڪلمون پاڪ لا اِله اِلا الله محمد رسول الله پڙهيائين. سبحان الله جو انسان رسول الله جو سخت دشمن ۽ قاتل ٿي آيو هو سو آتي جو آتي سڄڻ ٿي پيو. (اللهم صل عليٰ محمد و عليٰ آله و اصحابه وسلم) حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ويچارا مسلمان لڪي لڪي پنهنجن گهرن ۾ نماز پڙهندا هئا ۽ ساڻن ڏاڍيون سختيون هونديون هيون، پر حضرت امير عمر سائينءَ جي اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مسلمان ڪعبة الله ۾ نماز پڙهڻ لڳا. اڳي ايتري آزادي ۾

ڪانهِ هين، بلڪ غريبن سان اهڙيون ته انِ سهائيندڙ سختيون
هونديون هيون جنهنڪري لاچار حضرت رسول الله صلي
الله عليه وسلم اصحابن کي هجرت (لڏي ٻئي ملڪ ۾ وڃي
رهڻ) جي به موڪل ڏني.

## ڪيترن مسلمانن جو حبش جي ملڪ ڏي لڏي وڃڻ

حبش جي ملڪ ۾ نجاشي نالي هڪ عيسائي بادشاهه
هو، جو ڏاڍو عادل هو. انهيءَ جي حڪومت ۾ وڃي رهڻ
لاءِ پاڻ ارشاد فرمايائون. انهيءَ اجازت کان پوءِ کي
مسلمان سنبريا ۽ هڪڙو ننڍڙو قافلو ٻارهن مڙسن ۽ چئن
عورتن جو تيار ٿيو ۽ اونداهيءَ رات ۾ نڪتو ۽ شعيبه نالي
بندر تان جهاز ۾ چڙهي روانا ٿيا ۽ ابي سينا ۾ وڃي لٿا.
انهيءَ قافلي جو قافلي سالار حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه
هو، جو پنهنجي بيبي رقيه بنت النبي (نبي جي نياڻي) سميت
روانو ٿيو هو. حضرت رسول الله فرمايو ته حضرت لوط عليه
السلام کان پوءِ عثمان آهو پهريون شخص آهي جنهن خاص
خدا جي واٽ ۾ وطن ڇڏي مسافر ٿيڻ پسند ڪيو آهي. حاصل
ڪلام نجاشيءَ بادشاهه مسافر مسلمانن کي پنهنجي ملڪ ۾
رهڻ ڏنو ۽ ڪنهن به قسم جي روڪ ٽوڪ ڪانه ڪئي.
هو ويچارا پنهنجي مولا سان مشغول ۽ سندس عبادت ۾
رڌل رهندا هئا. تنهن کان پوءِ ٻيا مسلمان به ٨٣ مڙس ۽
١٨ زالون گڏجي قافلو ڪري حبش ڏي نڪتا. هن قافلي
۾ حضرت سائينءَ جو سوٽ حضرت جعفر طيار رضه به هو.
قريشن کي جا پئي خبر، سي نامراد ٿيا ڪاهي پئي پر
الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان پهچي نه سگهيا، تڏهن چا
ڪيائون جو تحفا تحائف سوکڙيون پاکڙيون پاڻ سان کڻي
حبش ڏي روانا ٿيا ۽ بادشاهه وٽ وڃي چيائون ته هي ماڻهو

بدعتي آهن، پنهنجن وڏن جو مذهب ڇڏي ڏنو اٿن وغيره
وغيره؛ انهيءَ ڪري هنن کي حبش ۾ رهڻ جي سخت منع
ڪرڻ ۾ اچي ۽ اسان جي حوالي ڪجن. نجاشيءَ خيال ڪري
جواب ڏنو ته اها بي انصافي ٿيندي جيڪڏهن هنن کان آءٌ
ڪجهه به نه پڇان ۽ اوهان جي چوڻ تي هنن سان اها هلت
هلان. بادشاهه مسلمانن کي پاڻوٽ گهرايو ۽ پڇائين ته هي
ماڻهو سڀڪي جا رهاڪو اوهان جا وطني اوهان تي دانهين
ٿي آيا آهن ۽ هئن چون ٿا.

## حضرت جعفر طيار جي پر تاثير تقرير

اتي حضرت جعفر طيار رض جواب ڏنو ته ”اي بادشاهه
سلامت! اسين جهالت ۽ گمراهيءَ جي ڪڌ ۾ ڪريل هئاسين،
بتن کي پوڄيندا هئاسين، مردار کائيندا هئاسين، پليديءَ جي
درياهه ۾ غرق هئاسين، اسان ۾ مروت ۽ ماڻهپو بلڪل
ڪونه هو، پاڙي وارن سان چڱو سلوڪ ڪرڻ ڄاڻندا ئي
ڪين ايندو هوسين، نه ڪو قاعدو هو نه ڪو قانون. الله
پاڪ اسان جي حال تي رحم ڪيو ۽ اسان منجهان ئي هڪ
بزرگ انسان کي پيغمبريءَ جي پڳ پڌائي ۽ رسول الله جي
حيثيت ۾ اسان ڏي اسان جي هدايت لاءِ موڪليو جنهن جي
ذات ذمات، حسب نسب، سچائي ۽ ايمانداري، پرهيزگاري
۽ پاڪيزائيءَ کان اسين چڱي طرح واقف هئاسين. اهڙي پاڪ
پيغمبر ۽ نيڪ نبيءَ اسان کي بت پرستيءَ جهڙي باطل
خيال کان ڇڏائي خدا پرستيءَ جو سبق سيکاريو ۽ توحيد جي
تعليم ڏني ۽ اسان کي چڱي طرح سمجهايئين ته هرگز هرگز
خدا سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪجو ۽ نه ڪنهن غير خدا
کي خدا يا خدا جهڙو سمجهجو، پٿر پتر ڏڪر هرگز پوڄا
جي لائق نه آهن ۽ نه ٿي سگهن ٿا. اسان کي سچ ڳالهائڻ،
وعدي وفائي ڪرڻ يعني انجام پاڙڻ، رحم ڪرڻ، يتيمن

جو مال نہ کائڻ، گناھن کان پري ڀڄڻ، ٻراين کان بچڻ، اهي ڳالهيون ٻڌايائين ۽ سمجھايائين، ۽ اسان کي حڪم ڏنائين تہ نماز پڙھو، صدقو (خيرات) ڏيو، روزا رکو مطلب تہ چڱا ٿي هلو. اسان مٿس ايمان آندو آهي ۽ سندس نصيحت ورتي آهي ۽ پنهنجي گمراهيءَ کان خبردار ٿيا آهيون، تنهن تي اسان جا هم قوم جي اڃان تائين پنهنجي گمراهيءَ ۾ پڪا ۽ ڪٽا آهن، سي اسان کان ناراض ٿيا ۽ اسان کي قسمين قسمين سختيون ۽ تڪليفون ڏنئون، هن لاءِ تہ اسين وري موٽي سورتي پوڄا ڪريون ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ کان ڦرون، سو ائين ڪرڻ اسان کان ڪين ٿو پڄي، سوجهري کان پوءِ اونداھ ۾ وڃڻ اسان کي ڪين ٿو وڻي، تڏهن لاچار تنهنجي ملڪ کي امن امان جي جاءِ سمجھي اچي مٿو لڪايو ۽ ساھ پنيو اٿئون، هاڻي تنهنجي مرضي." بادشاھ جا اھا تقرير ٻڌي سو تہ پاڻي ٿي پيو ۽ چيائين تہ جو خدائي پيغام ۽ الاهي ڪلام اوهان جي پيغمبر پاڪ تي خدا جي درگاھ مان اچي ٿو، تنهن مان نموني لاءِ ڪجھ تہ مون کي بہ ٻڌايو. اتي ساڳئي حضرت جعفر طيار رضہ قرآن پاڪ جي سورت 'مريم' پڙهي ٻڌائي. بادشاھ جي دل تي اهڙو تہ اثر ٿيو، جو بي اختيار رئڻ لڳو ۽ چيائين تہ محمد (عليه الصلوات **والسلام**) شايد اهو رسول آهي جنهن جي خبر يسوع مسيح ڏني ويو آهي. الله پاڪ جا **شڪرانا** جو مون کي انهيءَ رسول جي زماني جو شرف حاصل **ٿيو. ائين چئي** بادشاھ مڪي جي ڪافرن کي لوٽائي **ڪڍي ڇڏيو**، ۽ سندن سوکڙيون ڪين موٽائي ڏنائين ۽ **مسلمانن کي چيائين** تہ قسم خدا جو جيڪڏهن مون کي بادشاهيءَ جي ڪم ڪار کان فرصت هجي ها تہ آءٌ انهيءَ نبيءَ جو خادم ٿي هلي سندس خدمت ۾ گذاريان ها ۽ سندس هٿ پير ڌوئاريان ها ۽

سندس پيرن جي خاڪ پاڪ اکين ۾ پايان ها. ائين چئي مسلمانن کي خوشي سان رهڻ جي اجازت ڏنائين.

## حبش جي ملڪ جو وڏو پادري به مسلمان ٿيو

حبش جو وڏو پادري طابور نالي ۽ سندس پيا ساٿي به مسلمانن سان بحث مباحثو ڪري نيٺ مسلمان ٿي پيا. فالحمد لله.

## قريشن جو ابوطالب وٽ حضرت کي روڪڻ لاءِ اچڻ

قريشن جا قاصد جڏهن حبش ڏانهن ٿابا ڏڪا کائي موٽيا ۽ بدنيتيءَ جي مراد پوري نه ٿين، تڏهن ڏاڍا شرمندا ۽ خوار ٿيا. مگر اڳي کان به وڌيڪ حضرت سائينءَ جا دشمن ٿي پيا ۽ هي به جڏهن ڏٺائون ته منجهائن حضرت حمزي رض ۽ حضرت عمر رض جهڙا بهادر ۽ بي بها در به مسلمان ٿي ويا آهن ۽ اهڙيءَ طرح پيا روز بروز مسلمان ٿيندا پيا وڃن ته ڏک به ڏاڍو ٿين ۽ چڙ به ڏاڍي آين، ويهي رٿئون ته ڪنهن به طرح هن شخص يعني حضرت محمد رسول الله (صلي الله عليه وسلم) جي بيخ ڪني ڪجي ۽ هن کي جيئرو نه ڇڏجي. اها صلاح ڪري ابوطالب کي اچي چيائون ته ڪنهن به طرح پنهنجي ڀائٽي کي جهل نه ته اسين کيس هلاڪ ڪنداسين. ابوطالب حضرت کي گهرائي سمجهايو مگر حضرت سائينءَ پنهنجو ڀروسو ۽ تڪيو الله تي رکي صاف جواب ڏنو، جيئن مٿي به مناسبت موجب لکي آيو آهيان. ابوطالب به حضرت جي همت ڏسي همت ڏيکاري. انهيءَ ڪري ڪجهه وقت ته ابوطالب جي حشمت ۽ همت سببان حضرت سائينءَ کي زياده تڪليف، خون يا قتل ۽ موت جهڙي نه رسائي سگهيا. مگر ابوطالب جي وفات کان پوءِ

پيغمبري ملڻ جي ڏهين سال جڏهن ابوسفيان مڪي جو حاڪم ٿيو (جو اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ حضرت سائينءَ جو جاني دشمن هو مگر ساڳيو اسلام قبول ڪرڻ وقت سندن خادم ٿي گذاريئين) تڏهن ابوسفيان کين فتح مڪي تائين، جي جي ايذاءَ ۽ اهنج رسايا، سي ايترا نه آهن جو هتي لکي سگهجن.

## هڪڙي انگريز فلاسفر جي شاهدي

مسٽر ڪارلائل مشهور فلاسفر لکيو آهي ته بيشڪ حضرت صاحب مات ڪري ويهي نه ٿي سگهيا، ڇو ته جنهن حقاني ڪم کي پاڙ کنيو هٿائون، تنهن ۾ اهائي قدرتي طاقت موجود هئي جا سج ۽ چنڊ يا ٻين قدرتي ڪارخاني جي شين ۾ هوندي آهي. الله پاڪ قادر مطلق جي مرضي جي برخلاف سج، چنڊ ۽ سڀ قريش بلڪ ساري جهان جا ماڻهو ۽ ٻي مخلوقات گڏجي ڪوشش ڪن ها ته به حضرت کي انهيءَ حقاني ڪم کان روڪي ڪڏهن ڪين سگهن ها.

## ٻئي انگريز جي شاهدي

مسٽر باسورٿ سمٿ انگريز لکيو آهي ته جهڙو حضرت صاحب دنيا کي ڪلام پڌايو اهڙو ڪلام ۽ اهڙا اخلاق هڪڙي ڪوڙي مدعيءَ جا هرگز ٿي نٿا سگهن.

## پادري عمادالدين جي شاهدي

پادري عمادالدين جنهن جهڙو اسلام جو جاني دشمن ٻيو ڪونهي، تنهن پنهنجي ڪتاب تاريخ محمدي جي صفحي ٨٥ ۾ لکيو آهي ته قريشن جڏهن ڏٺو ته حضرت عمر جهڙو مڙس به وڃي مسلمان ٿيو ۽ اسلام پنهنجو اثر اهڙن ٻي پرواهه بهادرن تي به نيٺ ڪيو ۽ حبش جي ملڪ ۾ مسلمانن

کي امن آرام بہ نصيب ٿيو، تڏهن سيني تنگ ۽ لاچار ٿي حضرت کي مارڻ جا پهہ پهچايا.

## هڪ غار ۾ بند رهڻ جنهن کي شعب ابوطالب چوندا آهن

ابوطالب کي جا اها خبر پئي تنهن پنهنجا خاص خانداني ماڻهو بني عبدالمطلب ۽ بني هاشم گڏ ڪيا ۽ سيني کي انهيءَ غار ۾ حضرت جي حفاظت لاءِ وٺي ويو جنهن کي 'شعب ابي طالب' ڪري سڏيندا هئا.

## قريشن جو حضرت سائينءَ جن جي خاندان ساڻ قطع تعلقات

قريشن جڏهن اهو حال ڏٺو تڏهن عهدنامي جو هڪ ڪاغذ هن طرح لکيائون تہ آئيندي اسين سڀ قريش هميشہ واسطي بني عبدالمطلب کان ڌار رهنداسين - نہ انهن سان مائٽي ڪنداسين نہ مٽي، نہ هڪ ٻئي جي مدد ڪنداسين، نہ انهن سان ڪا ڏيتي ليتي رکنداسين ۽ نہ هن زمين مان ڪين فائدو وٺڻ ڏي چڏينداسين - جيسين محمد (عليہ الصلوات والسلام) کي ماريون. اهو اقرار نامون لکي مهر ڪان سواءِ ڪعبہ جي در تي لٽڪائي ڇڏيائون ۽ انهيءَ شعب ۾ وڃي ابوطالب جي چوڌاري گهيرو ڪيئون. جيڪو بہ انهيءَ غار مان نڪرندو هو تہ انهيءَ کي سخت مار ڏيندا هئا ۽ ڪا شيءِ بہ بازار مان خريد ڪرڻ ڪين ڇڏيندا هئا. ڪي ماڻهو جن جا خاص مائٽ گهيري اندر هئا، سي آنهن لاءِ ڳجهيءَ طرح ڪاڌو پيتو پهچائيندا هئا. اهڙيءَ طرح ٽي سال گذري ويا. جڏهن گهيري ۾ قاتل تنگ ٿيا، انهن جا ٻار ٻچا بک ۽ اڃ ۾ عاجز ٿي روئڻ لڳا، تڏهن قاتلن

جي ڪن مائٹن ڪي کهڪاڻ آيو ۽ کهل پئي ۽ جنهنڪري قريشن مان ڪن ماڻهن گڏجي عهدنامي کي ٽوڙيو ۽ انهن کي اتاهون ڪڍي شهر ۾ وٺي آيا ۽ بني عبدالمطلب پنهنجي گهرن ۾ اچي رهيا.

## نجران نالي شهر جي عيسائين جي جماعت جو حضرت وٽ بحث لاءِ اچڻ ۽ مسلمان ٿيڻ

هڪڙي ڏينهن حضرت سائين مڪي شريف جي مسجد ۾ ويٺا هئا ته وٽن نجران نالي شهر جا نصارا ويهارو ڪن مڙس آيا ۽ اچي وٽن ويٺا ۽ حضرت سان سوال جواب ڪرڻ لڳا ۽ ڪيترائي قريش آتي تماشبينن وانگي بيٺا هئا، جن بيٺي اهو تماشو ڏٺو ۽ دل ۾ پئي خوش ٿيا ته چڱو اچي ورايو اٿنس. حضرت سائينءَ ڪان جيڪي پڇيائون، تنهنجو جواب ڪين مليو ته مات ڪري ويهي رهيا. اتي حضرت پاڪ ڪين الله ڏي سڏيو ۽ خدائي رستو ٻتايو ۽ انهن کي خدائي ڳالهيون سمجهايون ۽ قرآن شريف ڪلام الاهي پڙهي ٻڌايو. جڏهن ڪلام الله ٻڌائون، تڏهن اکين مان بي اختيار لڙڪ وهڻ لڳن ۽ رُئڻ لڳا ۽ دل تمام ڪنڙي ٿي پين ۽ چوڻ لڳا ته جيڪي تون چئين ۽ سمجهائين ٿو يا رسول الله سو سڀ سچ آهي، ائين چئي سيني جوش ڀري آواز سان ۽ محبت ڀري دل مان ڪلمو پاڪ لا اله الا الله محمد رسول الله پڙهيو ۽ مسلمان ٿيا. جڏهن اسلام قبول ڪري ادب نياز سان اٿيا ۽ ٻاهر ويا، تڏهن ابوجهل اچي وراين ۽ چڙون ڪرڻ ۽ کهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳن. مگر رسالت جي نور جو جلوو تازو ڏسي آيا هئا، تن جون دليون بلڪل روشن هيون. انهن ابوجهل جي چڙن جي ڪا به پرواهه ڪانه ڪئي ۽ ابوجهل کي جواب ڏنائون ته اوهين پنهنجن خيالن جا مالڪ آهيو ۽ اسين پنهنجن خيالن جا مالڪ آهيون. جيڪي

اسان ڏٺو آهي، سو اوهان نہ ڏٺو آهي. اوهان کي آهي اکيون ۽ دليون نہ آهن، جي حق ۽ ناحق جي وچ ۾ سنڌو سيڙهو ڪري، حق کي قبول ڪري سگهن. انهي الله پاڪ جي جناب مان هيءَ آيت نازل ٿي:

و اذا سمعوا ما انزل الی الرسول تریٰ اعينهم
تفيض من الدمع مما عرفوا من الحق.

(جڏهن انهن (نجران جي نصارن) ڪلام الاهي ٻڌو، جو رسول الله تي خدا جي طرفان نازل ٿيندو آهي تہ هنن جو حال اهڙو ٿيو، جو حق جي سڃاڻڻ سببان ڳوڙها ڳڙندا هنن جي اکين مان ڏسڻ ۾ آيا.)

## ضماد نالي ڦيٽائي جو مسلمان ٿيڻ

ضماد نالي هڪڙو شخص هو جو ڦيٽڻ ڦوڪارڻ ۾ مشهور هو. وٽانس ساڻهو ڪيترائي شفاياب ٿي ويندا هئا، سو جڏهن مڪي ۾ آيو تہ ڪافرن چيس تہ اسان جي شهر ۾ هڪڙو شخص چريو ٿي پيو آهي، جنهن جو نالو **محمد آهي**، پنهنجي ديوانگي سببان ملڪ ۾ ڪيترو ڳوڙ **وجهي ڏنو** اٿس، ڀلا ٿي ڪري ڪو اهڙو ڦيٽو هڻيس، جو چريائيءَ جون ڳالهيون ڇڏي ڏي. چيائين تہ جيڪڏهن آءٌ ڏسندوسانس ۽ ڪهڙو حال ٻہ هوندس تہ ٻہ اميد تہ آءٌ چڱو ڀلو ڪري وجهندوسانس. پوءِ حضرت سائين وٽ ولي آيس. چيائين تہ اي محمد (عليه الصلوات والسلام) مون وٽ توڪان ٻہ وڏيڪ چريا چٽي ويا آهن. تون پنهنجو حال ٻڌاءِ تہ ڇا اٿئي؟ حضرت سائينءَ فرمايو تہ آءٌ ٻيو ڪجهہ ٻہ نٿو چوان فقط هڪ چوان ٿو:

ان الحمد لله نحمده و نستعينه من يهدي الله فلا مضل لہ و من يضلله فلا هادي لہ و اشهد ان لا اِلٰه اِلا الله وحده لا شريڪ لہٗ و آن محمداً عبده و رسولہٗ.

(سڀ ڪنهن قسم جون ساراهون الله پاڪ کي سونهن ٿيون اسين سندس ساراهه ڪريون ٿا ۽ ڪناس مدد گهرون ٿا جنهن کي خدا هدايت ڏئي ٿو، تنهن کي ڪوبہ گمراه نٿو ڪري، جنهن کي خدا گمراه ڪري تہ تنهن کي ڪوبہ هدايت ڏئي نٿو سگهي ۽ گواهي ٿو ڏيان تہ خداوند تعاليٰ هڪ آهي، سندس ڀائيوارو ڪو ڪونهي ۽ تحقيق محمد سندس ٻانهو ۽ رسول آهي.)

ضماد جڏهن ههڙو مقدس ڪلام ٻڌو تہ وائڙو ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ مون کي اهو پيارو ڪلام وري ٻڌايو. حضور جن بہ ٽي ڀيرا ٻڌايس. هو ٻڌندو ويو ۽ دل ۾ ايمان جو نور پيدا ٿيندو ويس. چوڻ لڳو تہ مون ههڙو پاڪ ڪلام سڄيءَ عمر ۾ ڪنهن کان بہ نہ ٻڌو آهي، پيارا محمد هٿ ڊگهير تہ تنهن جو هٿ چمي اسلام قبول ڪريان. هڻ حضور جن جو هٿ چمي اسلام قبول ڪيو.

## حضرت پاڪ جي پيشين گوئي پوري ٿي

هڪڙي ڏينهن حضرت سائين ڪعبۃ الله ۾ آيا تہ ڪافرن جا سردار آتي ويٺا هئا. ابوجهل جو حضرت جن کي ڏٺو، تنهن مسخريءَ سان چيو تہ اي اولاد عبدمناف جا اوهان جو نبي آيو آهي. عقبہ بن ربيعہ چيو تہ اسان کي چو انڪار ڪرڻ گهرجي، اسان مان بہ ڪنهن کي ڪو نبي ٿيڻ گهرجي يا وري هي کو ملائڪ سڏائي. حضرت پاڪ جن اهي ڳالهيون ٻڌيون سو موٽي انهن وٽ آيا ۽ ڀرتين اچي عقبہ کي چيائون تہ عقبہ! تو ڪڏهن بہ خدا جي طرفداري ڪانہ ڪئي آهي. تون پنهنجون دل جون ڳالهيون ويٺو ڪرين. وري ابوجهل کي فرمايائون تہ اهو وقت جلد اچڻ وارو آهي، جو تون ٿورو کلندين ۽ گهڻو روئندين. پوءِ وري قريشن ڏي منهن ڪري فرمايائون تہ اي قريشو! اوهان

لاءِ اهو وقت وڃڻهو آهي، جو جنهن دين جا هيئڙ منڪر آهيو، نيٺ انهيءَ ۾ ئي داخل ٿيندئو. سو ٿيو به برابر ائين، جئن پڙهندڙن کي هن ڪتاب پڙهندي ئي معلوم ٿي ويندو.

## ابو طالب جي وفات

نبوت جي ڏهين سن ۾ حضرت سائينءَ جي چاچي ابوطالب وفات ڪئي. ابوطالب ننڍي لاڪر حضرت جن جي پالنا ۽ پرورش ڪئي ۽ نبي ٿيڻ تائين سائن پاڻهن پيلي رهندو آهو هو. انهيءَ ڪري حضرت سائينءَ کي سندس وفات (موت) جو ڏاڍو ڏک ٿيو.

## بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جي وفات

خدا جي قدرت ابوطالب جي وفات جو ڏک اڃا ميٽيو ئي ڪين هو ته يڪايڪ ابوطالب جي وفات کان پوءِ ٽئي ڏينهن حضرت سائينءَ جو پاڪ حرم بيبي صاحبه خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها به وفات ڪئي. هي اها پاڪ بيبي ۽ نيڪ خاتون هئي، جنهن پنهنجو سڀ مال ۽ اسباب خدا جي وات ۾ خيرات ڪيو هو ۽ سڀني کان اڳ اسلام قبول ڪيو هئائين. الله پاڪ جا ملائڪ به هن بيبي صاحبه کي خدا جا سلام رسائيندا هئا.

بيبي صاحبه جي گذرڻ جو ڏک به حضرت سائينءَ کي ڏاڍو ٿيو. جڏهن حضرت جي چاچي ابوطالب جي وفات سببان ڪافرن جو خوف خطرو لٿو، تڏهن حضرت کي زياده ستائڻ لڳا. هڪڙي دفعي ڪنهن شرير حضرت سائينءَ جي مٿي مبارڪ تي گند ڪچرو اڇي وڌو، جنهنڪري پاڻ پرجي پيا. پاڻ سونهارا انهيءَ حال سان پنهنجي گهر آيا، سندن نياڻي آئي ۽ آئي سندن مٿو مبارڪ ڌئاريائين، مٿي ڌئارڻ

وقتَ زار زار روئڻ لڳي. حضرت سائينءَ فرمايو ڀڄڙي تون ڇو ٿي روئين، تنهنجي پيءُ جو حافظ ۽ نگهبان الله آهي. مطلب ته اهو سال حضرت سائينءَ لاءِ اهڙو ته ڏک ۽ غم جو سال هو جو پاڻ انهيءَ سال جو نالوئي 'عام الحزن' (ڏکن جو سال) رکيو هئائون. ڪين انهيءَ وقت اهڙي ته تڪليفَ هئي جو رکو ڪٿي خيال ٿو ڪجي ته بدن جا وار ئي ڪانڊارجي ٿا وڃن. هڪ طرف ابوطالب جهڙو همدرد چاچو هميشه لاءِ دنيا مان لڏي جدا ٿي ويو، ٻئي طرف حال محرم حرم ۽ ڏک سک ۾ ڀائيوار بيبي گذري وئي، ٽئي طرف ڪافرن جي دشمني ۽ عداوت جو اهو حال هو، جو هڪ دم به آرام ڪرڻ ڪين ڇڏيندا هئا. هفتو ٻه هفتا، مهينو ٻه مهينا، سال ٻه سال، ڏک ڪين ڏنا هئائون، هتي ته لاڳيتا ڏهه سال سختيون سٺيون ۽ مصيبتون ڪاٽيون هئائون. ايترو سارو وقت جو ڪين دشمنن تڪليفون ڏنيون ۽ پاڻ نهايت صبر ۽ تحمل سان سٺئون، انهيءَ تي خيال ٿو ڪجي ته دل بي اختيار شاهدي ٿي ڏئي ته هي سڀ سچائي ۽ روحاني روشنيءَ جو نتيجو هو. سندن دل کي الله تعاليٰ کولي ڇڏيو هو ۽ ڪين پنهنجي پيغمبريءَ ۽ آخر فتح منديءَ جو پورو ڀروسو هو، جيڪڏهن ڪين اها سيني جي صفائي نه هجي ها ۽ پنهنجي پيغمبريءَ جي پڪ نه هجين ها ته ايترو صبر ۽ تحمل ۽ قوم جي حق ۾ هدايت جي دعا ڪين ڪجي سگهين ها. جو شخص ساري عرب ۾ عزت، آبرو، وقار، ادب، تعظيم ۽ تڪريم جي جاءِ هو، اوچتو جو الله تعاليٰ انهيءَ بزرگ انسان کي هڪ خاص ڪم حوالي ڪيو، تا ته هو سندس الوهيت کي دنيا ۾ قائم رکي ۽ جن ڪان خدا جي توحيد وسري وئي آهي تن کي ياد ڏياري، سو انهيءَ ڪم جو اهڙي قوم ۾ شروع ڪرڻ، جنهن قوم جي رڳ رڳ ۾ بت پرستيءَ ۽ بداخلاقيءَ جو خون

جاري هو، ڪجهه معمولي يا آسان ڪم نه هو. پاڻ اها ڳالهه چورياڻون ته يڪدم ظالم ۽ موذي ڪين چنبڙي ۽ ورائي ۽ ڏاڍو ستائڻ لڳا. جيا هلت ڪافرن حضرت سان ڪئي، تنهن مان ڪجهه بيان مٿي لکي آيو آهيان ته انهن ڪمبختن بي عزتيءَ جو ڪو ذرو به پوئتي نه ڇڏيو- گهوگها ڏنئون، گاريون ڏنئون، برادريءَ مان ڪڍي ڇڏيئون، ڏيتي ليتي بند ڪيائون، کائڻ ۽ پيئڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏنائون، شادي غميءَ جو رستو بند ڪري ڇڏيائون، رشتو ناتو سڀ ٽوڙيائون ۽ قطع تعلقات ڪيائون رڳو ايترو نه پر نماز پڙهڻ وقت حضرت سائين سجدي ۾ پيا آهن ۽ سجدي ۾ الله پاڪ جي تعريف ۽ ساراهه پيا ڪن ته ڪافرن اهڙي حال ۾ به اٺ جي اوجهري اچي مٿان رکيا جنهن رستي کان سويرو عبادت لاءِ اچي لنگهندا هئا تنهن ۾ به ڪنڊا وجهي پري ڇڏيائون، جي حضرت سائينءَ جي بدن مبارڪ ۾ چڀي ويا. ڪعبته الله ۾ اچڻ جي سخت منع، منجهس وهڻ جي بندش- هي سڀ فتنو ۽ فساد ڇو؟ فقط هيتري ڳالهه تي، جو حضرت پاڪ هڪ خدا جي عبادت ۽ بندگيءَ لاءِ ماڻهن کي چيو ۽ سمجهايو، پيو حضرت پاڪ ڇا ڪيو هو؟ ڪجهه به نه ڪيو هو. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

وما نقموا منهم الا ان يومنوا بالله العزيز
الحميد الذي له ملڪ السموات والارض

(انهن مان پيو عجب ڪونه ورتائون رڳو هيترو ته ايمان آندائون پنهنجي الله تي جو غالب ۽ تعريف جو لائق آهي جنهن جي حڪم ۾ آسمان ۽ زمينون آهن.)

## حضرت پاڪ جو طائف جي سفر تي روانو ٿيڻ ۽ عام قبيلن کي خدائي پيغام پهچائڻ.

حضرت سائين اگرچ دنيائي ماڻهن جي نظر ۾ ابوطالب جي وفات جي ڪري بي يار ۽ بي مددگار ٿي پيا مگر ڪين ته اڳي توڙي هاڻي پنهنجي مولا سائينءَ خالق ۽ مالڪ تي ڀروسو هو ۽ اهوئي سندن اڳي توڙي هاڻي همراه ۽ مددگار هو، انهيءَ ڪري خدائي پيغام پهچائڻ ۽ گمراهن کي هدايت تي آڻڻ لاءِ اڳي ڪان به اڳرا ڏسڻ ۾ آيا ۽ اڳي ڪان اگري ڪوشش ڪرڻ لڳا. جڏن ته ٿورن ئي ڏينهن ۾ خدا جو نبي مڪي مان نڪتو ۽ ڀرواري ۽ ۾ گمراهن کي سمجهائڻ لاءِ روانو ٿيو. مڪي ۽ طائف جي وچ واٽ ۾ جيڪي قبيلا عربن جا هئا، تن سڀني کي خدائي آواز پهچائيندا ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ جو وعظ [تبليغ] ڪندا، پيادائي پيادا طائف پهتا. طائف ۾ بنو ثقيف نالي قبيلي وارا آباد ۽ سرسبز ملڪ ۾ رهندا هئا، ۽ سرد پهاڙ تي نهايت خوش ۽ آرام سان رهڻ جي سببان ماڻهو بلڪل مغرور ۽ هٺيلا هئا. عبديالبل، مسعود ۽ حبيب، اهي ٽيئي ڀائر اتي جا سردار هئا. حضرت سائين پهرين انهن ٽنهي کي مليا ۽ حال احوال ڏنئون ورتئون ۽ اسلام جي دعوت ڏنائون. انهن مان هڪڙي چيو ته آءٌ ڪعبي جي اڳيان هوند مٿو ڪوڙايان، جيڪڏهن خدا توکي رسول ڪيو هجي. ٻئي چيو ته خدا کي توکان سواءِ ٻيو ماڻهوئي ڪونه ٿي لڌو، جو رسول ڪري ها، رسول بڻائڻو هوس ته ڪنهن آسودي ماڻهو ۽ سردار کي ته بڻائي ها. ٽئي چيو ته آءٌ توسان ڳالهائڻ ئي نٿو گهران ڇو ته جيڪڏهن تون سچ پچ رسول الله هجين، جڏهن چئين ٿو ته پوءِ هيءَ ڳالهه، ڏاڍي خوفناڪ آهي جو تنهنجي ڳالهه، کي رد ڪريان ۽ جيڪڏهن تون خدا تي ڪوڙ ٿو ڳالهائين ته مون کي توسان ڳالهائڻ ئي نٿو جڳائي.

حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو ته اوهين مون کي ڀڄو توڙي نه ڀڄو اوهان جي مرضي، مگر ٻين کي ته گمراه نه ڪريو. خير حضرت سائينءَ جن طائف ۾ وعظ ڪرڻ ۽ نصيحت ڏيڻ شروع ڪئي، پر مٿين ٽنهي سردار ياٺرن پنهنجن غلامن ۽ شهر جي ڇوڪرن کي پٺيان ڇڏيو. جڏهين حضرت سائين وعظ فرمائيندا هئا ته اهي کين ٺٺوليون ڪري پٿر اڇلائيندا هئا، جو حضرت سائين جن رتو ڇاڻ ٿي پوندا هئا ۽ ايترو ته رت وهندو هئن، جو وهي وهي وڃي جتيءَ ۾ ڄمي بيهندو هو، جنهن ڪري وضو ڪرڻ وقت پيرن مان جتي ڪڍڻ ۾ ڏکي لڳندي هئي. هڪڙي ڏينهن بدمعاش شريرن حضرت سائينءَ کي ايترو ته گهڻو وڌ ڳالهايو، ناڙيون وڄايون ۽ گوڙ مچائڻ لاءِ ڪوڪون ڪيون، جو لاچار حضرت سائينءَ کي هڪڙي جاءِ جي احاطي ۾ وڃي پناه وٺڻي پئي. اها جاءِ ربيعه جي پٽن عتبه ۽ شيبه جي هئي. انهن ٻنهي پٺي اهو حال ڏٺو ۽ حضرت تي ڏاڍو ترس آين، تن پنهنجي غلام عداس کي چيو ته هڪڙيءَ ٿالهيءَ ۾ انگور رکي انهيءَ شخص کي وڃي ڏي ته ويچارو کائي. غلام حڪم موجب انگورن جي ٿالهي ڀري سائينءَ جن جي اکيان وڃي ڌري. حضرت سائين انگورن کائڻ وقت پهريائين بسم الله پڙهي پوءِ کائڻ شروع ڪيو. عداس جو اهي لفظ ٻڌا، سو حيران ٿي حضرت سائينءَ ڏي نهارڻ لڳو ۽ چيائين ته اوهان اهڙا لفظ چيا آهن جو هن ملڪ ۾ ته اهي لفظ ڪو ڪونه چوندو آهي. حضرت سائينءَ فرمايو ته تون ڪهڙي شهر جو ويٺل آهين ۽ ڪهڙي دين تي آهين؟ عداس چيو آءٌ عيسائي آهيان ۽ نينوي جو رهاڪو آهيان، حضرت سائين فرمايو ته هان تون مرد صالح يونس بن متي جي شهر جو ويٺل آهين؟ عداس چيو ته اوهان کي ڪهڙي خبر ته يونس بن متي ڪير هو ۽ ڪهڙو هو؟

حضرت سائينءَ فرمايو ته اهو ته منهنجو ڀاءُ هو، ڇو ته هو به نبي هو ۽ آءٌ به نبي آهيان.

عداس اهي لفظ حضرت سائينءَ جي واتان ٻڌي پيرن تي ڪري پيو ۽ حضرت جو سر مبارڪ ۽ هٿ پير چمڻ لڳو. عتبه ۽ شيبه پريون ويٺي ڏٺو ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته اجهو غلام ته هٿن مان ويو. اتي غلام به اچي نڪتو. عتبه ۽ شيبه ٻنهي چيس ته ڪمبخت توکي ڇا ٿيو؟ جو انهيءَ شخص جا هٿ پير چميئي. عداس چيو ته سائين! اڄ دنيا ۾ هن شخص کان وڌيڪ ڀلو انسان ڪو ڪونهي. سندس ڳالهائڻ مان موڪي نبين وارو سڳنڌ ۽ خوشبو آئي. انهن عداس کي ڇڙٻ ڏئي چيو ته خبردار متان پنهنجو دين ڇڏي ويهين تنهنجو دين انهيءَ جي دين کان وڌيڪ آهي.

ساڳيو انهيءَ ئي شهر ۾ هڪڙي دفعي وعظ ڪندي خدا جي پاڪ نبيءَ کي ڪافرن ايترا ته ڏڪ هنيا، جو حضرت سائين جن بلڪل بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيا. اتي زيد حاضر هو، سو کين پٺيءَ پويان ڪٺي شهر جي ٻاهر وٺي ويو ۽ وڃي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻين، جنهن ڪري ڪجهه وقت کان پوءِ هوش ۾ آيا.

مطلب ته هن سفر ۾ ايترين تڪليفن ۽ اهنجن کان پوءِ هڪڙو شخص به مسلمان نه ٿيو. انهيءَ هوندي به حضرت سائينءَ جي دل کي ڪو صدمو نه رسيو ۽ پاڻ ڪڪ نه ٿيا ۽ سندين لوَ اوئين ئي پنهنجي مولا سان لڳل هئي. اهڙي وقت ۽ حال ۾ حضرت سائينءَ، جا دعا پنهنجي مولا سائينءَ کان گهري آهي سا پڙهندي دل کي عجب قسم جي طاقت ٿئي ٿي ۽ حضور رسول الله صلي الله عليه وسلم جي صداقت ۽ خدائي محبت تي عجب لڳيو ٿو وڃي. دعا شريف جا لفظ هي آهن:

اللهم اليک اشکو ضعف قوتي وقلة حيلتي و هواني علي الناس. يا ارحم الراحمين. انت رب المستضعفين. و انت ربي الي من تلکني، الا بعيد يتجهمني او الي عدو ملکته امري. ان لم يکن بک علي غضب فلا ابالي ولکن عافيتک هي اوسع لي اعوذ بنور وجهک الذي اشرقت له الظلمات و صلح عليه امر الدنيا و الاخرت من ان ينزل بي غضبک او يحل علي سخطک. لک العقبي حتي ترضي لاحول ولا قوت الا بک.

(خدايا آءٌ پنهنجي هيڻائي ۽ اڻ سگهائيءَ ۽ ماڻهن جي اڳيان گهٽتائيءَ جي دانهن تنهنجي درگاه اڳيان ڪريان ٿو. اي سڀني رحم وارن کان وڌيڪ رحم وارا! تون عاجز ۽ هيڻن جو پرجهلو آهين. منهنجو مالڪ به تون آهين، مون کي اي منهنجا مولا ڪنهن جي حوالي ڪرين ٿو ڇا مون کي اهڙي بيگاني جي حوالي ڪندين؟ جو سدائين مونکي منهو هڄي يا اهڙي دشمن جي حوالي ڪندين جو منهنجي ڪم جو مالڪ هجي، پر جيڪڏهن مون تي تنهنجو غضب ۽ ڪاوڙ نه آهي ته مون کي ڪا پرواه ڪانهي ڇو ته تنهنجو بچاءُ منهنجي لاءِ بلڪل ڪشادو آهي. آءٌ تنهنجي پاڪ ذات جي نور سان، جنهن جي وسيلي اونداهيون روشن ٿين ٿيون، دنيا آخرت جا ڪم سڌرن ٿا تنهن جي غضب ۽ نا مهربانيءَ کان پناه گهران ٿو توکي اختيار آهي جيئن وڻي تيئن ڪر جيئن تون راضي ٿين توکان سواءِ نڪا مون کي طاقت آهي نڪا سگهه.)

نبي پاڪ جڏهن بارگاه الاهي ۾ اها دعا گهري ته کين خدائي حڪم آيو ۽ الهام ٿيو ته جيڪڏهن تون گهرين

ته هن شهر کي اتي جو اتي فنا ڪري ڇڏيون. حضرت فرمايو
بل ارجوان يخرج الله من اصلابهم من يعبد الله
وحده لا شريک له.
(نه نه! اميد ٿو ڪريان ته الله تعاليٰ هنن جي پوين
مان اهڙا پيدا ڪندو، جي هڪ خدا کي پوڄيندا
۽ مڃيندا.)

## سر وليم ميور جي شاهدي

سر وليم ميور انگريز لکي ٿو ته حضرت محمد تن
تنها جو هيڏي سفر تي اهڙي ڪم لاءِ ويو، جنهن سان
سندس قوم سخت مخالف هئي، سو نهايت جوان مرديءَ ۽
همت جو ڪم هو. خدا جي نالي تي ايتري قدر دلير ٿي
اڪيلي وڃڻ ائين هو جئن حضرت يونس خدا جو نبي ساڳي ئي
اهڙي ڪم لاءِ نينوا جي شهر ۾ ويو هو. انهيءَ مان معلوم
ٿو ٿئي ته کيس يقين هو ته پاڻ خدا جو نبي آهي. اهڙيءَ
طرح ٻئي انگريز واشنگٽن ارونگ به گهڻو ڪجهه حضرت
پاڪ جي صداقت بابت پنهنجي ڪتاب تاريخ محمدي ۾ لکيو
آهي، ۽ خود سر وليم پنهنجي ڪتاب 'لائيف آف محمد' ۾
گهڻو ڪجهه لکي حيرت ۾ پيو آهي جنهن جو ذڪر هتي
نٿو ڏجي.

حضرت سائين جن جڏهين خير سان مڪي ۾ موٽي آيا،
تڏهن مڪي ۾ رهڻ ڪين وٺين. بلڪ مڪي جي آس پاس
قبيلن قبيلن جي منزل گاهن ۾ ويندا هئا ۽ انهن کي وڃي
سمجهائيندا هئا. يا ڪو ٻيو ٻاهريون واٽهڙو ئي هٽ اچي
ويندو هون ته انهي ئي کي سمجهائيندا هئا، مطلب ته ماٺ
ڪري آرام سان ويهڻ ئي ڪين وٺندو هون. انهن ڏينهن
۾ "بنو ڪنده" جي قبيلي وارن وٽ ويا. قبيلي جي سردار
جو نالو مليح هو ۽ اهڙي طرح بنو عبدالله جي قبيلي وٽ

ٻ ويا، انهن کي چيائون ته اوهان جي وڏي ڏاڏي جو
نالو عبدالله هو، اوهين ٻ انهيءَ وانگي الله جا ٻانها ٿيو.
وري بنو حنيفه جي قبيلي وارن وٽ ٻ ويا، انهن ته تمام
سختي سان انڪار ڪيو. بنو عامر بن صعصعه جي قبيلن وارن
وٽ جو ويا ته انهن جو سردار بحيره بن فراس چوڻ لڳو ته
توسان جيڪڏهن گڏجي پئون ۽ توکي مڃون ۽ تون پنهنجن
دشمنن تي غالب اچين ته پوءِ اهو انجام ڪر ته، توکان
پوءِ تنهنجي جاءِ تي گادي نشين آءٌ ٿيندس. حضرت فرمايو
ته آءٌ پنهنجي ذاتي ڪم لاءِ ڪونه نڪتو آهيان نه ذاتي
عزت جو گهورو آهيان، الله پاڪ پنهنجي ڪم کي پاڻ
سنڀاليندو ۽ جنهن کي وڻندس تنهن کي پنهنجي پيغمبريءَ
جو رتبو ڏيندو مون کي ڪو اختيار ڪونهي، جو آءٌ پنهنجا
گادي نشين بڻائيندو وتان. سردار چيو ته هينئر توسان گڏجي
شامل ٿي، پنهنجو سڪيو جيءُ جنجال ۾ اسين وجهون ۽
توکان پوءِ تنهنجي جاءِ وري خدا ڪنهن ٻئي کي ڏئي،
سو اها ڳالهه اسان کي منظور نه آهي.

## سويد بن صامت جو ايمان آڻڻ

انهن ئي ڏينهن ۾ سويد بن صامت نالي هڪڙو داناءُ
۽ چڱو ماڻهو حضرت سان اتفاقي ملي ويو. سويد کي پنهنجي
قوم وارا ڪامل ڪري سڏيندا هئا. حضرت پاڪ کيس اسلام
جي دعوت ڏني. چوڻ لڳو ته شايد اوهين به اهي ئي
ڳالهيون ٻڌايو ٿا، جي اڳي ئي مون کي معلوم آهن. حضرت
سائينءَ پڇيو ته ڀلا ٻڌاءِ ته توکي ڇا معلوم آهي؟ سويد چيو
ته مون وٽ لقمان جي حڪمت آهي. حضرت چيس ته ڪجهه
ته ٻڌاءِ. تنهن تي سويد ڪي پنهنجا شعر پڙهي ٻڌايا، حضرت
فرمايو ته هي به چڱا آهن، پر آءٌ ته پنهنجا شعر لهيل ڪونه
تو ٻڌايان. مون وٽ ته ڪلام الاهي آهي، جو الهيءَ کان

افضل ۽ اعليٰ آهي ۽ سارو هدايت ۽ نور آهي. تنهن تي سويد ڪلام الله جي پڙهڻ جو شوق ڏيکاريو، حضرت پاڪ قرآن پاڪ مان ڪجهه پڙهايس. سويد جو نصيحتن ۽ هدايت پريل خدائي ڪلام پئي پڙهو، سو سندس بدن جا وار پئي ڪانڊاريا ۽ اتي جو آتي اسلام قبول ڪيائين. جڏهن موٽي پنهنجي ملڪ "يثرب" ڏي ويو ته سندس قوم "خزرج" ويچاري غريب بيگناهه کسي قتل ڪري ڇڏيو (رضي الله تعاليٰ عنه)

## يثرب جي سفيرن کي اسلام جي دعوت ۽ اياس بن معاذ جو فيضياب ٿيڻ.

انهن ئي ڏينهن ۾ ابوالحيشر انس بن رافع مڪي آيو، جنهن سان بني عبدالاشهل جا ٻه ڪجهه جوان شامل هئا، جن ۾ اياس بن معاذ نالي هڪ سياڻو ۽ سمجهو شخص به هو. هي سڀئي پنهنجي قوم خزرج جي پاران قريشن کان ڪنهن عهد ناسي لکائڻ جي لاءِ آيا هئا. حضرت سائين انهن سان مليا ۽ انهن کي فرمائيون ته "اي جوانو! مون وٽ هڪ اهڙي شئي آهي جنهن ۾ اوهان جي لاءِ بلڪل چڱائي آهي. اوهان جي مرضي هجي ته آءٌ اوهان کي بنا اجوري ۽ بنا قيمت آها شئي ڏيان، پوءِ ڏسو ته برابر اوهان لاءِ فائدي واري آهي يا نه؟" سڀني چيو ته بيشڪ آها شئي اسان کي ڏيو. حضرت فرمايو ته "آءٌ الله جو رسول آهيان الله پاڪ جي حڪم موجب خدا جي مخلوق کي برابن کان روڪڻ ۽ چڱاين لاءِ چوڻ آيو آهيان. هڪ خدا جي عبادت ۽ پوڄا ڪريو. انهيءَ ئي هڪڙي پاڪ کان ڊڄو ۽ انهيءَ ئي کي پنهنجو مالڪ ۽ سائين ڪري سمجهو. ڪفر نه ڪريو. اهوئي واحد ۽ لاشريڪ خدا مون تي پنهنجو ڪلام موڪلي ٿو ته آءٌ سندس مخلوق کي پڙهايان." ائين فرمائي پوءِ اسلام

جا اصول معقول جي دين توڙي دنيا جي ڪمن لاءِ مفيد آهن انهن کي سمجهائيون ۽ قرآن پاڪ مان به ڪجهه پڙهي ٻڌائيون. اياس بن معاذ، جو هڪ داناءَ نوجوان هو تنهن حضرت جو ڪلام ۽ قرآن جون آيتون ٻڌي، دل سان همڊائي پنهنجن سنگتين کي چيو ته اي منهنجي قوم! قسم خدا جو جنهن ڪم لاءِ هتي آيل آهيو انهيءَ ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ هي رستو هن بزرگ انسان ٻڌايو آهي، سو تمام ڪارائتو ۽ چڱو آهي. اياس جو ائين چوڻ ۽ انس بن رافع جو ٽپي ڪاڙهو ٿي وڃڻ، پٽڻ جي ڪنڪر جي مٺ ڀري انس بن رافع اياس جي منهن تي ڪٽي هڻين ۽ چيائين ته ماٺ ڪر، اسين انهيءَ ڪم لاءِ ڪونه آيا آهيون. حضور جن عليه الصلوات والسلام اٿي هليا ويا. اياس ويچارو پنهنجي ملڪ موٽي ويو ۽ ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ انهيءَ ٿي غم ۾ رسول ڪريم صلعم جي حب ۾ سڪ ۾ مري ويو مگر مرڻ مهل انهيءَ جوان جي زبان تي هي اکر جاري هئا ۽ سندس چپ هنن لفظن سان پئي چُريا.

سبحان الله والحمد لله و لا اله الا الله والله اڪبر و لاحول ولا قوت الا با الله العلي العظيم.

(پاڪ آهي منهنجو الله سائين ۽ سڀ ساراهون ڪيس سونهن ٿيون. هڪ الله کانسواءِ ٻيو ڪو ڪونهي ۽ الله وڏو آهي ۽ مٿاهين الله کان سواءِ ٻي ڪجهه به طاقت ۽ سگهه ڪانهي.)

## طفيل بن عمر دوسي جو ايمان آڻڻ.

ساڳين ڏينهن ۾ طفيل بن عمرو* مڪي ۾ آيو جو اوس

* عمرو جي اڳيان جيڪو واؤ لکيل آهي سو لکيو ضرور آهي پر پڙهڻ ۾ نه ايندو آهي. لکيو هن لاءِ آهي ته معلوم ٿئي ته هيءَ اکر عين جي زبر سان پڙهبو، جنهن عمر جي اڳيان واؤ نه هجي سو عين جي پيش سان پڙهبو.

جي قبيلي جو سردار هو ۽ مڪي جي آس پاس سندس خاندان جا گهڻا ماڻهو حاڪم ۽ رئيس هئا. طفيل پاڻ هڪ وڏو قابل، شاعر ۽ عالم شخص هو. جڏهن مڪي ۾ آيو تي ته مڪي وارن شهر جي ٻاهران وڃي سندس استقبال ڪيو ۽ تمام چڱيءَ طرح سنديس خدمت چاڪري ڪيائون. طفيل کان روايت آهي ته جڏهين آءٌ مڪي ۾ آيس ته مڪي وارن مون کي چيو سنڀالجانءِ! هن شخص (محمد عليه الصلواة والسلام) کان پاڻ بچائجانءِ. هن کي ڏاڍو جادو اچي ٿو، ڪي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي ٿو، جو ٻٽ کي پيءُ کان ۽ پيءُ کي پٽ کان، زال کي مڙس کان ۽ مڙس کي زال کان، ڀاءُ کي ڀاءُ کان ۽ ڌيءَ کي ماءُ کان ٿي جدا ڪري ڇڏي. اسان ۾ ڏاڍو ڪوڙ وجهي ڏنو اٿس، اسان جي مرضي نه آهي ته تنهنجي قوم ۾ به سنديس ڳالهيون اثر ڪري وڃن ۽ اسان وانگي گوڙ اچي پوي، تنهن ڪري اسان جي خاص طرح زور سان نصيحت اٿئي ته نه هن سان تون ملجانءِ، نه ملاقات ڪجانءِ، نه ڳالهائجانءِ ۽ نه سنديس ڳالهيون ٿي ٻڌجانءِ. طفيل چوي ٿو ته اهي ڳالهيون مون کي اهڙيءَ طرح ته ٻڌايائون ۽ اهڙو ته اثر منهنجي دل تي وهاريائون، جو جڏهين آءٌ ڪعبته الله ۾ ويندو هوس ته ڪنن ۾ ڪپاهه وجهي نڪرندو هوس تا ته محمد (عليه الصلوات والسلام) جي آواز جو پڙلاءُ به منهنجن ڪنن ۾ نه پوي. هڪڙي ڏينهن اوچتو ڪعبته الله ۾ ويس ته حضرت سائين نماز وٺي پڙهي؛ جڏهين ته الله پاڪ جي خود مرضي هئي ته حضرت جو پاڪ ۽ دل کي نرم ڪندڙ آواز ضرور منهنجي ڪن تي پهچي، انهيءَ ڪري اچا جو سندن آواز ٻڌم ۽ سندن زبانئون قران پاڪ پڙهندو سڻيم، سو منهنجي دل ٿي منهنجي وس کان ٻاهر نڪري وئي، بيشڪ جيڪي پاڻ پڙهيائون ٿي، سو عجيب ڪلام هو جنهن اندر ۾ گهاءُ ٿي ڪيا ۽ دل ۾

ڇيي ٿي ويو. ھاڻ ڪي سمجھايم ۽ جٽ ڦٽ ڪيم ته اڙي
فلاڻا! تون ڀاڻ عالم، ڀاڻ شاعر، ڀاڻ قابل، توکي نفعي نقصان
جي سڀ خبر پوي ٿي، چڱي مَٽي جو تفاوت سمجھي سگھين
ٿو، پوءِ ڇا سبب جو ھرو ڀرو ٻين جي چوڻ تي لڳين ۽
اھڙي مڙس جو ڪلام ۽ ڳالھيون نه ٻڌين؟ نيٺ ڀاڻ کي
سمجھائي ھي پڪو ارادو ڪيم ته محمد (عليه الصلوات والسلام)
جو ڪلام ٻڌان، پوءِ جيڪڏھين چڱي ڳالھ ھوندي ته قبول
ڪندس نه ته ڪڏھن ڪين مڃيندس. اچا اھو خيال ڪيم
ته حضرت جن اٿي ھليا، آءٌ به ڏاڍي شوق سان پويان
لڳوسان. ڀاڻ سڌا پنھنجي گھر روانا ٿيا. آءٌ به وچي سندن
خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ ڪين سارو احوال ٻڌايم ته جڏھين
آءٌ مڪي ۾ آيس ته مون کي گمراھ ڪيائون، جنھنڪري
ڪنن ۾ ڪپاھ وجھي گھمندو ھوس، ھر اڄ اوچتو حضور
جن جي عبادت ڏسي، ڪلام الاھي ٻڌي ڀاڻ کي تنبيه
ڪئي اٿم ۽ ھاڻي عنايت فرمائي مون کي پنھنجون پاڪ
ڳالھيون ۽ پاڪ خيال ٻڌايو. حضرت پاڪ وري به ڪلام الله
پڙھي ٻڌايس. حضرت جن پڙھندا ٿي ويا ۽ طفيل جي دل
ڀاڻي ڀاڻي ٿيندي ٿي وئي ۽ چوڻ لڳو ته قسم خدا جو ته
ھھڙو پاڪ ۽ سچو ڪلام مون ڪڏھين ڪونه ٻڌو، جنھن
۾ انصاف ۽ نيڪيءَ جي ھيتري قدر ھدايت آھي. مطلب ته
طفيل ڀاڻ ڪين جھلي سگھيو ۽ آتي جو آتي مسلمان ٿي پيو.
جنھن شخص کي ھن ڪان اڳي سڀ قريش سائين سائين
ڪري سڏيندا ھئا، اڄ آھو شخص حضرت محمد رسول الله
جو خادم ۽ ٻانھن ٻڌو ٻيلي ٿي پيو، جنھن ڪري قريشن
کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ٻر حق ۽ سچ جي ڪشش جو
ڪھڙو علاج؟

## ابوذر غفاريءَ جو مسلمان ٿيڻ

ابوذر غفاري اڃا پنهنجي ملڪ يثرب ۾ ئي هو ته حضرت پاڪ جي رسالت بابت افواه پڌا ھئائين، جنهن ڪري پنهنجي ڀاءُ کي چيائين ته تون وڃي انهيءَ شخص سان ملي اچ ۽ اچي مون کي احوال ڏي. ابوذر جو ڀاءُ آميس هڪ مشهور فصيح، شاعر ۽ زبان دان هو، سو ابوذر جي چوڻ موجب مڪي ۾ آيو ۽ اچي حضرت جي ملاقات ڪيائين. جڏهين موٽي ڪوٽ آيو، تڏهين ابوذر پڇيس ته ڇا خبر آهي؟ چيائين مون حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي نيڪين جو حڪم ڏيندڙ ۽ بڇڙاين کان روڪيندڙ ڏٺو. ابوذر چيو ته ايتري ڳالهه سان منهنجي دل کي اڃا دلجاء نه ٿي ٿئي. آخر ويچارو حق جو طالب پاڻ پنهنجي سر پيادو ئي پيادو مڪي آيو. ابوذر حضرت سائينءَ کي ڪو اڳي سڃاڻندو ڪونه هو ۽ نه وري ڪنهن کان پڇڻ ئي مناسب سمجهيائين. زمزم جو پاڻي پي ڪعبة الله ۾ سمهي رهيو. آتي حضرت علي مرتضيٰ رضي الله عنه آيو ۽ مٿانس ٻيهي چوڻ لڳو ته هي ڪو مسافر ٿو ڀانئجي. ابوذر ٺورو جاڳيو پئي، تنهن ڀڏي ورتو ۽ چيائين ته هائو مسافر آهيان. حضرت علي مرتضيٰ چيس ته ڇگو ڀلا مون وٽ هلي مهمان ٿي، ابوذر رات وڃي حضرت علي مرتضيٰ وٽ رهيو، پر نه حضرت علي ئي احوال ورتس، نڪي وري پاڻ ئي پڇيئين. جڏهين صبح ٿيو ته ابوذر ڪعبه ڏي هليو ويو، دل ۾ حضرت پاڪ جي ڏسڻ جو ڏاڍو شوق ۽ آڪير هيس. پر ڪنهن کان پڇڻ نه ٿي ٻڇڳس. اتي وري حضرت علي رض. مليس، چيائينس ته شايد تو کي ٽڪڻ جي جاء ڪانه ملي آهي. ابوذر چيس ته هائو. تڏهين وري به حضرت علي پاڻ سان وٺي آيس ۽ آتي پڇيائينس ته تون ڪير آهين ۽ هتي ڇو آيو آهين؟ ابوذر چيو دل جي ڳالهه

ٻڌايائين، پر دل ۾ رکجائين. حضرت عليءَ انجام ڪيو ته دل ۾ رکندس. ابوذر چيو ته مون ٻڌو آهي ته هن شهر ۾ هڪ شخص آهي، جو رسول ٿو سڏائي. مون پنهنجي ڀاءُ کي جاچ وٺڻ لاءِ موڪليو هو، جنهن ڪجهه خبر آندي، پر منهنجي دل کي دلجاءِ نه ٿي، انهيءَ ڪري لاچار آءٌ پاڻ آيو آهيان. حضرت عليءَ چيس ته چڱو ٿيو، جو تون مون سان مليو آهين. اجهو آءٌ به هاڻي انهيءَ جي خدمت ۾ وڃي پيو، تون به مون سان هل. ابوذر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ حضرت عليءَ سان گڏجي حضرت پاڪ وٽ ويو ۽ آتي ادب سان عرض ڪيائين ته حضور جن مون کي اول اول اسلام جي حقيقت ٻڌائين ته اسلام ڇا آهي؟ ۽ سندس اصول ڪهڙا آهن؟ حضرت پاڪ کيس چڱيءَ طرح اسلام جا اصول ۽ حقيقت ذهن نشين ڪئي ۽ ابوذر ٻڌي آتي جو آتي مسلمان ٿيو ۽ ڪلمو وحدانيت جو "لااله الاالله محمد رسول‌الله" پڙهيائين. حضرت جن چيس ته ابوذر! تون اهو اعتقاد اجا دل ۾ مخفي رک ۽ پنهنجي وطن هليو وڃ. جڏهين تو کي عام طرح اسان جي ظهور جي خبر پوي تڏهين پوءِ هليو اچجائين. ابوذر چيو مون کي قسم آهي خدا جو ته آءٌ پنهنجو هي حقاني اعتقاد دشمنن تي پڌرو ڪندو ۽ انهن کي ٻڌائيندو ويندس. ابوذر ڪعبة الله ڏي آيو. آتي قريش اڳيئي ويٺا هوا. ابوذر ڇا ڪيو، جو سيني جي اڳيان ڏاڍي پيار ۽ محبت سان ڪلمو پاڪ "لااله الاالله محمد رسول الله" پڙهي سيني کي ٻڌايو. قريش اچي ڪاوڙيا، تن چيو ته اچو ته هن بيدين کي ماريون. ماڻهن آفت مارڻ شروع ڪيو، مگر اوچتو حضرت عباس اچي نڪتو، تنهن جو کيس ڇتائي ڏٺو ته سڃاتائينس ۽ رڙ ڪري چيائين ته ڪمبختو! هي ته غفار جي قبيلي جو ماڻهو آهي، جن وٽ اوهين واپار لاءِ ويندا آهيو ۽ اتاهون ڪاروان آئيندا آهيو. ماڻهن جو اهو آواز ٻڌو، سو يڪدم

پوئتي هٽيا، وري ٻه ابوذر غفاريءَ سيئي جي آڏو ڪلمو پڙهيو ۽ ڪافرن ڪيس وري به سخت ماريو، مگر حضرت عباس وري به ڪيس ڇڏايو. آخر حضرت ابوذر پنهنجي ڳوٺ هليو ويو ۽ پاڻ سان رسول الله صلي الله عليه وسلم جي محبت ۽ الله جو عشق کڻي ويو.

## ذڪر معراج

حضرت پاڪ عليه الصلوات والسلام جي حياتي شريف ۾ معراج جو هڪ وڏو واقعو ٿي گذريو آهي، جنهن جو ذڪر ڪرڻ سندن احوال ۾ ضروري بلڪ فرض آهي، ڇو ته معراج جو ذڪر خود قرآن پاڪ ۾ آيل آهي ۽ جنهن وقت پاڻ اهو ذڪر اصحابن سونهارن کي ٻڌايائون، تنهن وقت مومنن ۽ منافقن جي آزمايش ۽ امتحان جي مهل هئي ۽ سچن ۽ ڪوڙن جي پرک ٿيڻي هئي. جن انهيءَ ڳالهه کي سچو سمجهيو ۽ مڃيو، سي پڪا مومن ٿيا ۽ جن انهيءَ ۾ ڪو شڪ آندو ته آهي منافق. ساري دنيا کي معلوم آهي ته معراج جيي پهرين پهرين جنهن نيڪ انسان تصديق ڪئي، آهو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه هو. اهو ئي سبب آهي جو ڪيس صديق اڪبر سڏيو ٿو وڃي. الله تعاليٰ انهيءَ تصديق جي عيوض ۾ ڪيس حضرت رسول الله صلعم جو پهريون خليفو ۽ گادي نشين ڪيو. يعني جڏن حضرت صديق اڪبر معراج مڃيندڙ مومنن ۾ پهريون مڃيندڙ ۽ تصديق ڪندڙ هو، تڏن الله تعاليٰ به ڪيس مومنن جو پهريون امير ۽ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جو پهريون گادي نشين ڪيو. تنهن ڪان سواءِ اصحاب سونهارن جي شان ۾ جيڪي قرآن شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي، تنهن سان يار غار هجڻ وارو شان جهڙو صاف ۽ چٽيءَ طرح حضرت صديق اڪبر جو بيان ٿيل آهي، تهڙو ڪنهن به اصحابي سڳوري جو بيان صاف طرح قرآن پاڪ ۾

ڪونهي. اهو ئي سبب آهي، جو ننڍا توڙي وڏا، زالون توڙي مڙس سڀ حضرت صديق اڪبر کي سڀني اصحابن جو بزرگ سمجهندا هئا ۽ انهي ئي ڪري حضرت رسول الله صلعم کان پوءِ سڀني ڪيس حضور جن جو گادي نشين ۽ مومنن جو امير ڪري مڃيو. هي سڀ صداقت ۽ سچائيءَ جو عيوض هو، جو الله تعالي جي درگاه مان دنيا ۾ ئي حضرت صديق اڪبر کي عطا ٿيو. خير هيءَ ته وچ ۾ ئي ڳالهه لڪيم معراج جو ذڪر هن طرح آهي ته سڀني اولوالعزم نبين ۽ رسولن جي حياتيءَ ۾ ڪي نه ڪي خاص واقعا اهڙا ٿي گذريا آهن، جي بنسبت ٻين واقعن جي وڌيڪ ڏيان ڇڪائڻ جهڙا هوندا آهن. جهڙي طرح الله تعالي ڪنهن نبيءَ کي لوهه جي نرم ڪرڻ جي طاقت بخشي، جنهن سان ملڪ کي ڏاڍو فائدو ٿيو ۽ لوهه جي اوزارن ٺهڻ ۾ پوءِ ترقي ٿي، ڪنهن کي طور سينا جبل تي گهرايو ويو ۽ پاڻ سان ڳالهائڻ جو الله تعالي ان کي شرف ڏنو، ڪنهن کي ڪين ڪوڙهين ڇڏائڻ ۽ هڪ ٻن مئلن جيارڻ جو شان ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح حضرت رسول الله خاتم الانبياء سيدالمرسلين محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم کي الله تعالي سڀني نبين ۽ پيغمبرن کان اعلي ۽ اوچو شان بخشيو. ملڪوت السموات والارض يعني پنهنجي قدرتي ڪارخانن جو سير ڪرايو ۽ جنسي اکين سان قدرتي ڪارخانا ڏيکاريا. اهو ئي سبب آهي، جو حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فطرت الله (قانون قدرت) جي پوري پوري ترجماني ڪئي آهي ۽ هر هڪ ڳالهه کي پنهنجي مشاهدي ۽ تجربي موجب صاف بيان فرمايو آهي ۽ انهن ڳالهين کي، جي بالفعل انسان جي هنن ظاهري اکين کان پوشيدهيون آهن، ٻين نبين ۽ رسولن کان وڌيڪ واضح ۽ چٽو ڪري ٻڌايو آهي، جنهن کي علم الغيب چوندا آهن. حضرت رسول الله صلعم کي معراج جي وسيلي الله تعالي قدرت جي ڪارخانن

جو مشاهدو چو ڪرايو؟ ۽ اڳين نبين کي اهو رتبو نه بخشيو، تنهن جو سبب پڌرو ئي آهي ته الله تعاليٰ عالم الغيب آهي. ماضي، حال ۽ مستقبل سڀ ڪيس ٺيڪ روشن آهي. الله تعاليٰ جڏهن انسانن جي ڏاڏي، ابوالبشر حضرت آدم عليہ السلام کي خليفو ۽ پنهنجي ملائڪن کي پنهنجي ارادي جو اطلاع ڏنو، ته ملائڪ چوڻ لڳا ته "اي اسان جا مولا! تون انسانن کي ڇو ٿو خلقين؟ اسين تنهنجي عبادت ڪريون پيا". الله تعاليٰ فرمايو "اي ملائڪو! اوهان کي ڪجهه به معلوم نه آهي، جيڪي مون کي معلوم آهي، آءٌ سڀ ڪجهه ڄاڻان ٿو." اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي معراج نصيب ڪيو، هن ڪري ته ڪيس سو سڀ معلوم هو، جو انسان کي انهيءَ وقت معلوم نه هو. يعني ڪيس خبر هئي ته جلد ئي اهو زمانو ۽ وقت اچڻ وارو آهي جو ماڻهو نيچر (قانون قدرت) تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ مذهبن کي قانون قدرت (نيچر) سان ڀيٽيندا ۽ هر هڪ ڳالهه سائنس جي اصول موجب تجربي ۽ مشاهدي سان ثابت ڪندا ۽ ان موجب مڃيندا، انهيءَ ڪري هي جو پوئين زماني ۾ خاتم الانبيا رسول الله پيدا ڪريائين ۽ هن پاڪ ۽ برگزيدي پيغمبر کان پوءِ ٻيو ڪو به پيغمبر پيدا ٿيڻو ڪونهي، تڏهن مناسب ۽ ضرور آهي ته اهڙي رسول ۽ نبيءَ کي آهي ٿيون، جن جي خبر اڳيان نبي ڏيندا ويا، ۽ آهي ڳجهيون ڳالهيون جي اڳيان نبي ٻڌائيندا ويا، سي ظاهر ظهور ڏيکارجن ٿيا ته تجربو ۽ مشاهدو ڪري پاڻ اسلام جا اصول، قدرت جا قانون ۽ غيب جون خبرون اهڙيءَ طرح بيان فرمائين، جو ٻڌندڙ اُئين سمجهن ته انهن به چڱي ڏٺو ۽ ڪنهن کي ائين چوڻ جو به وجهه نه ملي ته حضرت رسول الله صلعم جيڪي چون ٿا، سو پاڻ ئي ڪونه ڏٺو اٿن، تڏهن اسين ڪئن مڃون؟ اڳين نبين جي وقت ۾ سائنس وغيره علم معقولات جو ايترو زور

شور ڪونہ هو، جو اڳين نبين ڪي اهڙيءَ طرح حجت سان چون، انهيءَ ڪري انهن نبين لاءِ معراج جي ذريعي قدرتي ڪارخانن کي اکين سان ڏسڻ جو اهڙو ضرور ڪونہ هو. هن آخري زماني ۾ قياسات کي مڃيندي ڪونہ ٿو، سيڪو مشاهدي جو مشتاق آهي، انهيءَ ڪري ساري جهان جو زبردست فلاسفر، خدائي تعليم يافتو ۽ خدائي تعليم جو ماهر حضرت پيغمبر عليه الصلوات والسلام نيچر (قانون قدرت) جو ترجمان ٿي آيو، جنهن لاءِ ضرور هو تہ انهن شين کي پنهنجن اکين سان ڏسي اچن. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ کين پنهنجي خاص خلوت ۽ حضور ۾ گهرايو ۽ پنهنجا خاص قدرت جا ڪارخانا ڏيکاريا. باقي رهي هيءَ ڳالهہ تہ ڪئن ويساه ڪري سگهجي تہ سچ پچ حضرت رسول الله صلعم اهي ڪارخانا وڃي ڏٺا؟ سو سندن چوڻ تي اسان کي پورو پورو ڀروسو آهي ۽ سندس بيان ڪرڻ مان ئي معلوم ٿئي ٿو تہ ڏلل وائتل ڳالهين جو بيان ڏئي رهيا آهن، جنهن پاڪ انسان دنيا ۾ ڪنهن انسان تي بہ ڪوڙ نہ هنيو ۽ سدائين سچو رهيو، سو هرگز سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ڪڏهن بہ خدا تي ڪوڙ هڻندو، تڏهن اهڙي مقدس شخص جي بيان ۾ شڪ ڪرڻ ناداني آهي. معراج جو مطلب آهي آپ ڏي، جنهن کي آسمان چوڻ ۾ اچي ٿو، حضرت پاڪ جو مٿي چڙهي وڃڻ، جنهن ۾ ڪيترا تعصبي ۽ نادان شڪ آڻيندا ۽ مشڪل سمجهندا آهن، سو انهيءَ ۾ ڪابہ مونجهہ ۽ مشڪل جهڙي ڳالهہ ڪانهي. آهوئي خدا آهي حضرت پاڪ کي مٿي گهرائڻ وارو، جنهن قادر مطلق حضرت عيسيٰ کي جيئرو ئي جيئرو مٿي گهرائي ورتو (ڏسو متي باب ٢٨ ورس ٧ ۽ مرقس باب ١٦ ۽ ورس ١٩)؛ ۽ حضرت الياس کي انساني جسم ۽ شڪل سميت موت جي ذائقي چکائڻ کان سواءِ باه جي گاڏيءَ تي سوار ڪري جُهڙ ۽ واچ جي مدد سان آسمان

تي چاڙهيو. اهوئي خدا آهي حضرت پاڪ کي به پاڻ وٽ گهرائڻ وارو، جنهن هن وقت سائنس جي مدد سان برق (بجلي) مان آهي ته قدرت جا ڪرتب ڏيکاريا آهن، جن کي ڏسيو حيرت وٺيو ٿي وڃي. جڏهين ته اڄ ڪلهه هئڊروجن گيس جي مدد سان هزارين مڻن جا جهاز به معمولي پتنگ وانگي آڏامن پيا، تڏهن هن وقت جي ماڻهن کي معراج جي هجڻ کان انڪار ته ٻري ٿيو، رڳو شڪ ڪرڻ به خالص ناداني آهي، چو ته حضرت پاڪ کي جو معراج معليٰ نصيب ٿيو هو، سو براق جي وسيلي سان يعني پاڻ به ائين ئي فرمايو اٿن ته هڪ شئي گهوڙي جي شڪل جهڙي، پر نه جنسي گهوڙي جهڙي، الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان موڪلي، جنهن کي ملائڪن براق سڏيو ٿي، جا پنڌ ۾ بلڪل تکي هئي وغيره وغيره، تنهن تي سوار ٿي پاڻ روانا ٿيا. هاڻي ويچار جي ڳالهه آهي ته براق جي لفظي معنيٰ آهي ”آها شئي جا برق (بجلي) جي زور تي تکي ۾ تمام تکي هلڻ واري هجي“، تڏهن روشن ٿيو ته بيشڪ بجلي جي وسيلي سان مٿي وڃي سگهجي ٿو. هاڻ جيڪڏهن براق جو ذڪر ٿيل نه هجي ها ته به شڪي ماڻهن کي شڪ ڪرڻ جو موقعو هو. هي به خيال ۾ وهارڻ جهڙي ڳالهه آهي ته حديثن ۾ ’برق‘ جو لفظ آيل آهي نه مرڪب ۽ فرس وغيره جو. مرڪب جي معنيٰ آهي سواريءَ لاءِ وهٽ ۽ فرس جي معنيٰ آهي گهوڙو. هاڻي جيڪڏهن هي معمولي گهوڙو سواريءَ لاءِ آيل هجي ها ته حديثن ۾ مرڪب يا فرس جو لفظ اچي ها، نه براق جو ۽ پوءِ البت حيراني جهڙي ڳالهه به هئي، مگر هتي ته ڳالهه پڌري پئي آهي. براق جو اشتقاق آهي برق مان ۽ برق کي سنڌيءَ ۾ وڄ ۽ اردوءَ ۾ بجلي ۽ انگريزيءَ ۾ اليڪٽرسٽي ڪري چوندا آهن، سو اليڪٽرسٽي جي مدد سان جيڪي هينئر انسان ڪم ڪيا آهن، ڪ

آهي ته اجا انهيءَ کان به وڏيڪ جنهن زمانو گذرندو ويندو، تنهن حيرت جهڙا ڪم ظاهر ٿيندا رهندا ۽ هيءَ به پڪ آهي ته اليڪٽرسٽي جو جيڪو خالق آهي، سو انسانن کان وڏيڪ اليڪٽرسٽي مان ڪم وٺي سگهي ٿو، پوءِ حضرت پاڪ انهيءَ براق جي وسيلي سان جيڪڏهن 'ملڪوت السماوات والارض' (قدرتي ڪارخانن) جو سير ڪيو ته ڪهڙو عجب؟ درحقيقت عجب انهن جي حال تي آهي جي ههڙي روشن زماني ۾ رهي به انڪار ٿا ڪن يا شڪ ٿا آڻين. هي به معلوم هئڻ گهرجي ته حضرت رسول الله صلعم جو شرف ۽ شان ڪو انهيءَ ۾ ڪونهي ته پاڻ آسمان ڏي آڏامي ويا، يا حيرت جهڙي گهوڙي تي چڙهي ويا، يا اڻ معلوم قدرت جي وهٽ تي سوار ٿي ويا؛ نه نه انئين بلڪل نه آهي. حضرت رسول الله صلعم جو شرف ۽ معراج جو مطلب فقط هن ۾ آهي، جو پاڻ الله تعاليٰ جي قدرت جي ڪارخانن ڪي وجي اکين سان ڏسي آيا، جو اڳي ڪنهن به نبيءَ يا رسول کي اهڙو مشاهدو حاصل ڪونه ٿيو هو. اسان جي اعتقاد ۾ بي مطلب معجزن ۽ بي نتيجي ڪرامتن جي ڪا عزت ڪانهي، عزت آهي انهن ڳالهين جي، جن مان ڪو چڱو نتيجو نڪري. انهيءَ ڪري معراج جي ذڪر مان فقط خدائي قدرتن جي معلوم ٿيڻ ۽ مشاهدي ۽ تجربي جو نتيجو ظاهر ٿيڻو ۽ ڪرڻو آهي، نه حيرت جهڙي ڳالهه پڌائڻ جو مطلب، انهيءَ صفائيءَ کان پوءِ معراج جو مختصر بيان لکان ٿو.

## معراج جو مختصر تذڪرو

نبوت کان پوءِ ڏهين سال رجب مهيني جي ٢٧ تاريخ حضرت سائينءَ بيبي ام هاني رض. جي حويليءَ ۾ خير سان ستا پيا هئا ته اوچتو درگاه الاهيءَ مان حضرت جبرائيل ۽ حضرت ميڪائيل بئي الله پاڪ جا مقرب ۽ عزت وارا

ملائڪ ۽ هڪ پيو ملائڪ بہ ساڻن هو، سي سڀئي گڏجي
حضرت سائينءَ کي درگاه الاهي ۾ وٺي وڃڻ ۽ اتي وڃي
قدرت جي ڪارخانن ڏسڻ لاءِ براق وٺي آيا. الله تعاليٰ
جي حڪم موجب پهرئين حضرت جبرائيل حضرت سائينءَ
کي زمزم جي کوهہ تي وٺي وڃي ڇاتيءَ کي چاڪ ڏئي
سندن قلب (دل) کي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوتو ۽ خدائي
نور سان ڀريو، تا تہ قدرت جي ڪارخانن ڏسڻ ۽ سمجهڻ
۽ ڏسي سمجهي پوءِ دل سان هنڊائڻ لاءِ تيار ۽ لائق ٿين
۽ سندن دل بہ مضبوط ٿئي، جو خدائي درگاهہ جو رعب
۽ جلال ۽ الاهي نور جي تجليءَ ۽ جمال جو تاب سهي
سگهي. سائنس جي پوچارين کي هاڻ نہ سمجهڻ گهرجي تہ
جن جن آسماني جاين ۾ انسان جي وڃڻ ۽ جيئري رهڻ جو
امڪان ئي ڪونہ ٿو سمجهڻ ۾ اچي، اتي وڃڻ لاءِ بہ پاڻ
انهيءَ طرح لائق ٿين. اگرچ حضرت جن جو قلب اڳيئي
پاڪ ۽ صاف ۽ سڀ ڳالهہ لاءِ لائق ۽ تيار هو، پر انهيءَ
وقت درگاهہ الاهي ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ سيدالمرسلين جو اهو
گويا هڪڙي قسم جو وضو هو، جنهن عبادت لاءِ وضو
ڪبو آهي، پوءِ اگرچ اڳيئي وضو هوندو آهي تہ بہ زياده
پاڪائي ۽ ادب واسطي وري بہ تازو وضو ڪبو آهي.
اهڙيءَ طرح حضرت رسول الله صلعم کي پهرئين معراج يعني
خدائي درگاه ۾ حاضر ٿيڻ جو اهو وضو ڪرايو ويو يا هاڻ
سمجهڻ گهرجي تہ جن آسماني سخت سرد ۽ سخت گرم ۽
اهڙين جاين ۾ بشر (انسان) جي وڃڻ ۽ جيئري رهڻ جو
امڪان ڪونہ ٿو ڇوڻ ۾ اچي، ڇو تہ بشري ڪثافتون ۽
مادا اهڙين جاين جي اثر کي سهي ڪين سگهندا آهن،
انهيءَ ڪري حضرت سائينءَ کي ملائڪن خدائي حڪم
موجب اهڙن مادن ۽ بشري ڪثافتن کان، جي قانون
قدرت موجب سڀڪنهن انسان ۾ پهرئين پيدا ٿيڻ وقت موجود

هونديون آهن، آب زمزم سان ڌوئي وڌيڪ پاڪ ۽ صاف ڪيو ۽ پاڻ سونهارا مٿي وچڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ تنهن کان پوءِ پاڻ براق تي سوار ٿيا. پهرئين بيت المقدس تائين ويا ۽ اُتي سڀني نبين جا امام (اڳواڻ) ٿي نماز پڙهايائون. قران پاڪ ۾ انهيءَ بابت هن طرح فرمايل آهي:

سبحان الذي اسري بعبده ليلا من المسجد الحرام الي المسجد الاقصي الذي بارکنا حوله لنريه من آياتنا انه هو السميع البصير.

[پاڪ آهي آها ذات پاڪ (خدا)، جنهن سير ڪرايو پنهنجي ٻانهي کي هڪڙي رات ڪعبي شريف کان بيت المقدس (يروشلم) تائين جنهن کي چوڌاري برڪت وارو ڪيو اٿئون. اهو سير هن لاءِ ڪرايو ويو ته اسين (پاڻ الله) کيس پنهنجي قدرت جون نيشانيون ڏيکاريون تحقيق اهو الله ئي ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي.]

هن آيت شريف مان بہ صاف معلوم ٿيو تہ معراج جو غرض اهوئي هو تہ کين الله جي قدرت جا ڪارخانا ڏيکارڻ ۾ اچن. صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم جي صحيح حديثن ۾ ذڪر آهي تہ اهو براق اهڙو تہ تکو هو جو پنهنجي نظر جي پچاڙيءَ تي وک رکيئين ٿي. انهن ئي ڪتابن جي ساڳيءَ روايت ۾ آهي تہ جڏهن پاڻ بيت المقدس مان نماز پڙهي واندا ٿيا، تڏهن کين حضرت جبرئيل هڪ پيالو شراب جو ۽ هڪ پيالو خالص کير جو پيش ڪيو، پاڻ فرمائين ٿا تہ مون شراب جي پيالي کي هٿ بہ ڪونہ لاتو ۽ کير جو پيالو وٺي پيتم. پوءِ براق تي سوار ٿي آسمانن جي طرف روانو ٿيس. پهرئين آسمان تي حضرت آدم، ٻئي آسمان تي حضرت يحيٰ ۽ حضرت عيسيٰ، ٽئي آسمان تي حضرت يوسف، چوٿين تي حضرت ادريس، پنجين تي حضرت هارون، ڇهين تي حضرت

موسيٰ ۽ ستين تي حضرت ابراهيم عليٰ نبينا و عليهم السلام ڏٺم.
تنهن کان پوءِ سدرت المنتهيٰ نالي هڪ جاءِ تي ويس، جتي
قدرت جون عجيب عجيب روشنيون هيون- آتي جيڪي
سمجهائڻو هوس، سو الله تعاليٰ مون کي سمجهايو، منهنجي
دل ۾ جيڪي وجهڻو هوس، سو وڌائين ۽ مون تي جيڪي
ظاهر ڪرڻو هوس، سو ظاهر ڪيائين.

## نماز جي پنجن وقتن جو فرض ٿيڻ

منهنجي اُمت لاءِ پنجاه وقتن جي نماز فرض ٿي، جڏهن
موٽڻ وقت حضرت موسيٰ کي ٻڌايم، تڏهن حضرت موسيٰ
عليه السلام چيو ته اوهان جي اُمت کان ايترن وقتن جي نماز
پڄي ڪين سگهندي. آءٌ اهي لفظ ٻڌي ڪيترائي دفعا موٽي
درگاهِ الاهيءَ ۾ آيس ويس ۽ عاجزيءَ سان ڏاڍا عرض ڪيم،
نيٺ پنجن وقتن جي نماز وڃي باقي قائم رهي. حضرت سائينءَ
نماز جي گهٽائيءَ کي ڀڙين ڀڙين خيال ۾ نه آندو
سو هن ڪري، جو پاڻ الله پاڪ جي عبادت لاءِ مشتاق ۽
مشاق هئا، انهيءَ ڪري گهڻي عبادت مقرر ٿيڻ تي پاڻ
خوش ٿيا، مگر جڏهن حضرت موسيٰ سندن ڏيان امت جي
عاجزائيءَ ڏي ڇڪايو تڏهن پاڻ خداوند پاڪ کان
معاف ڪرايائون.

ٻين صحيح حديثن ۾ آهي، پاڻ فرمايو اٿن ته مون
معراج جي رات پنهنجي مولا جو مشاهدو حاصل ڪيو ۽
بهشت دوزخ کي به چڱيءَ طرح ڏٺو. مطلب ته سو سڀ
ڪجهه ڏٺو جو ڏسڻ جوڳو هو.

جن انسانن کي الله پاڪ روشن دل ۽ روشن دماغ
بخشيو هو ۽ بخشيو آهي، تن حضرت پاڪ جي معراج ۾ نه
ڪنهن قسم جو شڪ آندو ۽ نه آڻيندا، باقي جيڪي اهڙن
اعليٰ رتبن جي ڏسڻ ۽ سمجهڻ کان قاصر ۽ محروم هئا يا

هوندا، سي جيڪڏهن شڪ آڻيندا ته ڪو فڪر ڪونهي.
سچ سچي جهان کي سوجهرو رسائي ٿو، مگر ڇمڙو جيڪڏهن
محروم رهيو ته سچ جو ڪهڙو قصور؟ جڏهن معراج جي
ڳالهه مشهور ٿي، تڏهن ڪيترا ماڻهو انڪار ڪرڻ لڳا ۽
چوڻ لڳا ته ائين ڪئن هوندو؟ ڪي وري تاڙيون وڃائڻ
لڳا، ڪي وري حيرانيءَ کان مٿي کي هٿ ڏئي ويٺا،
انهن مان مطعم بن عدي حضرت پاڪ کي خطاب ڪري
چوڻ لڳو ته اڄا اڳيون ڳالهيون تنهنجون ڪٿي مڃجن،
پر هي ڳالهه جا ڪئي اٿئي، سا ته تمام ڳري ڳالهه آهي.
آءٌ دل سان چوان ٿو ته تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، اسين آٺن
کي اڙيون هٿي ساٺا ٽيو ٽا پئون، تڏهن مس مس هڪڙي
مهني ۾ بيت المقدس تائين پهچون ٿا ۽ تون چئين ٿو ته هڪ
رات ۾ اهو ملڪ سڄو ڏسي آيو آهيان. مون کي قسم آهي
لات ۽ عزيٰ * جو ته آءٌ توکي ڪڏهن به سچو نٿو سمجهان،
۽ ڪڏهن به ائين ڪين ٿيو هوندو، جئن تون چئين ٿو.
اتي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه اچي نڪتو ۽
هڪل ڪري چيائينس ته اي مطعم ماٺ ڪر! جيڪي
چئين ٿو، سو بيهودو ٿو چئين، ڇا حضرت رسول الله صلعم
جهڙي پاڪ ۽ برگزيدي انسان کي ڪوڙو ٿو چئين؟ قسم
خدا جو آءٌ گواهي ٿو ڏيان ته حضرت رسول الله صلعم جيڪي
فرمائين ٿا، سو سڀ سچ ٿا فرمائين. هي روايت ۾ آهي ته
ڪيترائي ڪافر معراج جي خبر ٻڌي حضرت ابوبڪر صديق رضه
وٽ ڊوڙي ويا ۽ وڃي چيائونس ته پنهنجي دوست جي هيءَ
خبر ڪا ٻڌي اٿئي؟ چوي ٿو ته رات آءٌ بيت المقدس ڏسي
آيو آهيان! حضرت ابوبڪر صديق پڇيو ته ڇا سچ پچ

* لات ۽ عزيٰ ڪافرن جي پوڄا جا بت هئا، جن کي هو
خدا وانگي پوڄيندا هئا.

حضرت رسول الله صلعم پاڻ ائين فرمائين ٿا؟ هنن چيو ته
هائو هائو!! حضرت ابوبڪر صديق رضه فرمايو ته جيڪڏهن
حضرت رسول الله صلعم پاڻ ائين فرمائين ٿا ته بلڪل سچ
آهي ۽ يقينن سچ فرمائين ٿا. هنن چيو ته هان تون اهڙيءَ
ڳالهه کي سچ چئين ٿو؟ حضرت صديق رضه فرمايو ته هائو
هائو!! بلڪ انهيءَ کان به جيڪڏهن وڌيڪ ڳالهه هجي
ته به آءٌ حضرت رسول الله صلعم کي سچو چوندس. هو سدا
سچا صادق ۽ امين آهن. جڏهن ته الله وٽان روز روز هر هر
وقت جيڪو پيغام ۽ ڪلام اچي ٿو، سو به اسين مڃون ٿا،
تڏهن هيءَ ڳالهه معراج جي ڪهڙي ڳري آهي؟ اتي مطعم
چيو يا محمد! ڀلا اسان کي بيت المقدس جو بيان ٻڌاءِ.
حضرت سائين جن هڪ هڪ دروازي جو بيان ٻڌائڻ لڳا،
حضرت صديق اڪبر رضه بي اختيار چوڻ لڳو:

صدقت اشهد انک لرسول الله

(سچ ٿا فرمايو آءٌ گواهي ٿو ڏيان ته بيشڪ تون هين
رسول خدا جا آهيو.)

آللهم صل عليٰ محمد صاحب التاج والمعراج وعليٰ آله
و اصحابه و بارک و سلم.

## هجرت يعني لڏي وڃڻ جا سبب

عربستان ۾ حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل جي مبارڪ وقت
کان وٺي، ڪعبته الله جي حج جو دستور هلندڙ هو.
آس پاس جا ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا، حضرت پاڪ جن
جڏهن پنهنجي قوم کي سمجهائي مايوس ٿيا، تڏهن حج جي
ميلي کي غنيمت سمجهيائون ۽ انڌيريءَ رات ۾ مڪي کان
ٻه ٽي ميل پنڌ ٻاهر نڪري ويا ته عقبه ناني هڪ جاءِ ۾ ڪن
ماڻهن کي ڳالهيون ڪندو ٻڌائون. هنن جي ڳالهائڻ تي
حضرت جن سري آنهن وٽ ويا، ڏٺئون ته ڇهه ڄڻا آهن،

جي يثرب (مديني) کان آيل هئا. حضرت پاڪ انهن سان مرحبا (آجيان) ڪئي، کين الله تعاليٰ جي بزرگيءَ ۽ وڏائيءَ جو بيان ٻڌايو ۽ خدا جي محبت ۾ انهن کي تازو ڪيو، بتن کان انهن کي نفرت ڏياريائون، نيڪي ۽ پاڪيزگيءَ جي تعليم ڏني گناهن ۽ بڇڙن ڪمن کان روڪيائون. اهي ماڻهو اگرچ بت پرست هئا، مگر حضرت رسول ڪريم عليه الصلوات والسلام جي سچي تعليم ۽ پاڪ تلقين اهڙو ته اثر انهن جي دلين تي ڪيو، جو هو ويچارا پنهنجي حالت کي ياد ڪري ڏاڍا غمگين ٿيا، حضرت جون سڀ ڳالهيون کين دل سان لڳي آيون، هنن به پنهنجي شهر جي يهودين کان ٻڌو هو ته هڪ پاڪ ۽ بزرگ نبي جلد ئي پيدا ٿيڻ وارو آهي، سو هنن کي به اهو خيال دل ۾ ڄميي ويو، اها ڳالهه ياد ڪري اٿي جو اٿي ايمان آندو ۽ حضرت رسول الله صلعم جا خادم ۽ اسلام جا مبلغ ٿي مديني موٽيا ۽ اتي وڃي سڀني کي هيءَ خوشخبري ٻڌايائون ته آهو نبي جنهن جو جهان کي ٿي انتظار هو، سو دنيا ۾ اچي چڪو آهي. اسين پنهجن ڪنن سان سندس پاڪ ڪلام ٻڌي آيا آهيون، پنهنجي اکين سان سندس زيارت ڪري آيا آهيون، سندس ٻول ۽ قول سراسر حڪمت ۽ الاهي اسرار آهن، هن اسان کي اسان جي مولا حيٌ ۽ قيوم سان ملائي ڇڏيو، اسان جي لؤ اسان جي رب سان لائي ڇڏيائين، هينئر حياتي ۽ موت اسان جي نظر ۾ برابر آهن.

## بيعت عقبه اوليٰ

اهي ڇهه مرد، جي حضور رسول الله صلعم وٽان فيضياب ٿي ويا، تن جي مديني وڃڻ ڪري گهر گهر ۾ حضرت پاڪ جو ذڪر ۽ ڳالهه ٻولهه هلڻ لڳي ۽ اسلام جو عطر هر هنڌ سرهاڻ ۽ سڳنڌ پهچائڻ لڳو. ماڻهن جي دلين ۾ خدا جي قدرت سان (نه ڪنهن جي زور يا زبردستيءَ سان) اسلام

جو اثر وهڻ لڳو. نبوت جي ٻارهين سال يثرب (مديني) جا رهاڪو ٻارهن ڄڻا مڪي ۾ آيا، جن مان پنج ساڳيا اڳيان ۽ ست ٻيا نوان هئا، جي سڀئي حضرت ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي ايمان جي شرف سان مشرف ۽ اسلام جي نور سان منور ٿيا. انهن سعادتمند نيڪ مردن، جن شرطن تي حضرت رسول الله عليه الصلوات والسلام جي هٿ مبارڪ تي بيعت (مڃوتي) ڪئي هئي، سي هيٺيان شرط آهن:

## بيعت جا شرط

١- اسين فقط هڪ الله کي مڃون ٿا ۽ مڃينداسين ۽ فقط منديس ئي ٻوڃا ۽ عبادت ڪنداسين، ڪنهن کي به خدا سان شريڪ نه بڻائينداسين.
٢- اسين چوري ۽ زنا بلڪل نه ڪنداسين.
٣- جيئن عربن ۾ دستور ٿي ويو آهي ته ڄيڙيون ڌيون ڪڍن ۾ پوري ڇڏين ٿا، تئن هرگز اسين نه ڪنداسين.
٤- اسين ڪنهن تي به ڪوڙي تهمت نه ڌرينداسين ۽ نه ڪنهن تي چغلي هڻنداسين.
٥- اسين چڱن ڪمن ۾ هر طرح رسول الله جي تابعداري ڪنداسين.

جڏهن اهي انسان مديني ڏي موٽڻ لڳا ته حضرت ﷺ مصعب بن عمير کي انهن جي تعليم وغيره لاءِ ساڻن گڏ ڏنو. اهو مصعب عمير ڪو سادو سودو ماڻهو نه هو، بلڪ عرب جي هڪ وڏي امير گهراڻي جو اميرزادو هو، هميشه جڏهن گهوڙي تي چڙهي گهمڻ ويندو هو ته اڳيان پويان ٻانها حاضريءَ ۾ هلندا هوس ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻن سون روپين جي پوشاڪ پهريندو هو، مگر اسلام قبول ڪرڻ ڪانپوءِ اهي نفساني خام خيال سڀ ڇڏي ڏنائين، هڪ درويش صفت اميرزادو ٿي پيو، اسلام جي پوشاڪ

جو مٽ ڪنهن به ٻيءَ پوشاڪ کي نه سمجهائين. جڏهن مديني شريف ۾ اسلام جو معلم ۽ مبلغ ٿي ويو ۽ مديني ۾ دين جي منادي ۽ اسلام جي خوبين بابت وعظ ڪندو وتندو هو ته سندس ڪلهن تي هڪ سادي گودڙيءَ جو ٽڪر ٻهريل هوندو هو، جنهن کي اڳ جي پاسي کان ڪنڊن سان اٽڪائي ڇڏيندو هو. سبحان الله! اهڙي درويش صفت امير اسلام جي سچي عاشق جي وعظ سان ڪيترائي ڪافر مسلمان ٿي پيا ۽ دين حق ۾ فوجن جون فوجون داخل ٿيڻ لڳيون. مسلمانن جي جماعت ننڍڙيءَ مان ڦري هڪ وڏي جماعت ٿي پئي.

## بيعت عقبہ ثانيہ

مصعب مديني شريف ۾ اسعد بن زراره جي گهر وڃي لٿو هو ۽ سندس سهٽيءَ تعليم سببان کيس مديني وارا استاد ڪري سڏيندا هئا. هڪڙي ڏينهن مصعب ۽ اسعد ۽ ٻيا ٻه ٻئي مسلمان بيرمرق تي گڏ ٿيا هئا ۽ ويٺي ويچار ڪيائون ته ڪهڙيءَ طرح بني عبدالاشهل ۽ بني ظفر جي قبيلن ۾ اسلام جو آواز پهچائجي؟ سعد بن معاذ ۽ اُسيد بن حضير انهن قبيلن جا سردار ۽ رئيس هئا، تن کي به خبر پئجي وئي ته مسلمان هن ويچار ۾ آهن، سو سعد اُسيد کي چيو ته اوهين ڪهڙيءَ غفلت ۾ آهيو، ڏسو ته هي ٻئي يعني مصعب ۽ اسعد اسان جي گهرن ۾ اچي اسان جي بيوقوفن کي ورغلائن ٿا، اوهين وڃي هنن کي ها ها ڪريو، چئون ته اڳتي اسان جي پاڙن ۽ محلن ۾ نه اچو، آءٌ خود هوند ائين چوان، پر ڇا ڪريان جو اسعد منهنجو ماسات ٿي پيو آهي. اُسيد، سعد جي چوڻ تي پنهنجا هٿيار کڻي ڏانهن روانو ٿيو. اُسيد کي جو پريان ايندو ڏٺئون، سو اسعد، مصعب کي چيو ته اجهو قبيلي جو سردار اچي پيو، خدا ڪري شل اهو هڪڙو ٿئي تنهنجي

نصيحت قبول ڪري وڃهي ته بس. مصعب چيو ته هو جيڪڏهن اچي ويٺو ته آءٌ ضرور سائنس ڳالهه چوريندس. ايتري ۾ اسعد به اچي پهتو ۽ اچڻ شرط بيٺي بيٺي گاريون ڏيڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته اوهين اسانجن نادانن ۽ بيوقوفن کي گمراه ڪرڻ آيا آهيو؟

## مصعب جي وعظ سان اسعد جو ايمان قبول ڪرڻ

مصعب چيو جناب جيڪڏهن اوهين آرام سان ويهي اسانجون ڳالهيون ٻڌو ته تمام چڱو، پوءِ پسند اچن ته واه، نه ته مرضيءَ جا مالڪ آهيو. اسيد چيو چڱو ڀلا چئو ڇا ٿو چئين؟ مصعب ويهي چڱيءَ طرح اسلام جي حقيقت سمجهايس ته اسلام ڪو بچڙي ڳالهه ڪانه ٿو ڏسي، نڪو گمراه ٿو ڪري، اسلام جا اصول هي هي آهن ۽ وري قرآن شريف به پڙهي ٻڌايائينس، اسعد ماٺ ڪري سڀ ڪجهه پئي ٻڌو. آخر اوچتوئي اوچتو چوڻ لڳو ته ڀلا هي ته ٻڌاءِ ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو اوهان جي دين ۾ داخل ٿئي ته پهرين اوهان کي انهيءَ سان ڇا ڇا ڪرڻو ٿو پوي؟ مصعب چيو ته وهنجاري سهنجاري، پاڪ ۽ صاف ڪپڙا ڍڪائي، ڪلمو پاڪ ۽ ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهائيندا آهيون. مصعب جو ائين چوڻ ۽ اسيد جو ٽپ ڏيئي اٿڻ، اٿڻ شرط پاڪ ۽ صاف ڪپڙا ڍڪي ڪلمو پاڪ ۽ ٻه رڪعتون نماز مصعب جي سمجهائڻ موجب پڙهي، اسلام ۾ داخل ٿيو. سيني الله پاڪ جا شڪرانا ڪيا، اتي اسيد چيو ته منهنجو ٻيو سنگتي به آهي جيڪڏهن اهو به اسلام قبول ڪري ته تمام چڱو، اجهو آءٌ وڃي ڪنهن به طرح انهيءَ کي موڪليان ٿو. اسيد روانو ٿيو. سعد بن معاذ پريان ئي ڏسي چيو ته اسيد جو اهڙو چهرو ئي ڪينهي جو وڃڻ مهل هوس. جڏهين

آسيد آيو ۽ اچي ويٺو تہ سعد پڇيس ڪيئن؟ ڪهڙو حال آهي؟ ڪر خبر! آسيد چيو تہ مون هنن کي خوب سمجهايو آهي، آئينده هو اسان ۽ اوهان جي مرضي جي برخلاف نہ ڪندا، مگر ٻي هڪڙي ڳالهہ ٻڌايائينس، جو يڪدم سعد، آسيد سان گڏجي ويو، ڏٺائين تہ مصعب ۽ اسعد ٻئي موج ۾ ويٺا آهن ۽ اها ڳالهہ، جا آسيد ٻڌائي هيس سا آهي ئي ڪانہ. اتي ڀاڙي ويو تہ خواه مخواه هنن جي ڳالهين ٻڌڻ لاءِ مون کي هتي آندو اٿس. غصي ۾ اچي انهن کي گاريون ڏيڻ لڳو ۽ آسيد کي چيائين تہ جيڪڏهين تو ۾ منهنجي لوڄ ۾ مائٽي ۽ عزازت نہ هجي ها تہ تون ڪير ۽ تنهنجي مجال ڇا؟ جو اسان جي محلي ۾ پير رکي سگهين ها. اتي اسعد، مصعب کي چيو هي وڏو سردار آهي، پنهنجي فضيلت ۽ مٺيءَ زبان سان جيڪڏهين هن کي سمجهائي وڃئي تہ پوءِ مديني ۾ اسلام جو مخالف ۽ اهل اسلام جو دشمن ڪو ڪونہ ٿي سگهندو. اتي مصعب، سعد کي چيو، سائين مهرباني ڪري ٿورو آرام سان وِهو ۽ ٿڌا ٿي اسان جون ڳالهيون ٻڌو، جيڪڏهين اوهان کي نہ وڻن تہ پوءِ بيشڪ اوهين اسان جا مخالف ٿيو، اسان تي ڪاوڙيون ڇنڊيو ۽ جيڪڏهن پسند اچن تہ قبول ڪجو نہ تہ مرضيءَ جا مالڪ آهيو. سعد، مصعب جي اها گفتگو واجبي سمجهي، هٿيار زمين تي رکي ويهي رهيو. مصعب اسلام جي حقيقت ۽ اصول معقول بيان ڪيا ۽ چڱيءَ طرح اسلام جا مٿا ۽ مقصد ٻڌايا ۽ ذهن نشين ڪيا. وري قرآن شريف مان ۾ نهايت سوز سان ڪجهہ پڙهي ٻڌايو. بس ڇا چئجي! سعد جي ڪاوڙ تہ ڪافور ٿي وئي، پر دل ۾ هڪ عجيب قسم جي نرمي ۽ ايمان جو نور پيدا ٿي ويس، اکين آڏو اسلام پاڪ جي سهڻي ۽ من موهڻي تصوير بيهي ويس، سعد بہ ساڳيو سوال ڪيو، جيڪو آسيد ڪيو هو تہ پهرين پهرين اوهين اسلام ۾ داخل ٿيندڙ سان

ڇا ڪندا آهيو؟ مصعب سمجهايس. سعد به آتي جو آني و هنجي سهنجي، ڪپڙا صاف ڪري، ڪلمو پاڪ ڏاڍي حب ۽ شوق سان پڙهي نفل جون ٻه رڪعتون ادا ڪري، اسلام ۾ داخل ٿيو ۽ پنهنجا هٿيار ڪڍي پنهنجي مجلس ۾ موٽي آيو ۽ ايندي ئي پنهنجي قبيلي وارن کي سڏي چيائين ته اي بني عبدالاشهل! اوهين مون کي ڇا سمجهندا آهيو؟ سڀني چيو ته تون اسان جو سردار، مکي ۽ ڀريو مڙس آهين ۽ تون هميشه اسان جي ڀلائيءَ جي ڪوشش ڪندو آهين. سعد چيو ته ٻڌوا مڙس هجي توڙي زال آءٌ سڀني سان ڳالهائڻ تيسين حرام سمجهندس جيسين الله ۽ الله جي رسول تي ايمان نه آڻيندا.

## سڄوئي قبيلو هڪئي ڏينهن ۾ مسلمان ٿيو

سعد بن معاذ، جو ڏاڍو سياڻو ۽ فياض سردار هو تنهن جو ائين چيو، سو ماڻهن جي دلين ۾ کُپي ويو انهيءَ ڏينهن سانجهيءَ تائين مرد ۽ عورتون سڀ اسلام ۾ داخل ٿي ويا، نڪو اهڙو مڙس ئي بچيو ۽ نه زال، جنهن اسلام جو انڪار ڪيو هجي. سبحان الله! مبارڪ آهن خدا جا آهي برگزيدا ٻندا، جي همت جهلي سر جو سانگو لاهي خدا جي حڪمن کي اهڙيءَ طرح خدا جي مخلوق جي ڪنن تائين پهچائين ٿا ۽ پنهنجي سچائيءَ ۽ صداقت موجب آن ۾ ڪامياب ٿين ٿا، بيشڪ انهن کان الله ۽ الله جو رسول به تمام راضي ٿين ٿا ۽ خدا جي مخلوق ۾ به اهڙن بزرگن جي نيڪنامي ٿئي ٿي، تنهن ڪانسواءِ ماڻهن تي به سندن شڪرگذاري واجب بلڪ فرض ٿئي ٿي، رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين.

حضرت مصعب رضي الله تعاليٰ عنه جي اهڙي اثر واري تعليم ۽ اهڙن وڏن قبيلن ۽ پاڙن جي مسلمان ٿيڻ ڪانپوءِ مديني جي سڀني قبيلن ۾ اسلام جو ڇهڇٽو ٿيڻ لڳو. نبوت جي تيرهين سال حج جي موقعي تي حضرت مصعب جو مڪي

شريف آيو تہ ساڻس ٽيهتر مرد ۽ عورتون حضرت پاڪ جي
زيارت جي شوق ۾ يثرب جي قافلي سان شامل ٿي مڪي شريف
۾ آيا، پر نہ فقط اهي مسلمان ٿيا هئا، بلڪ گهڻن ٿي اسلام
قبول ڪيو هو. انهن ڪي مديني جي مسلمانن خاص هن مطلب
تي موڪليو هو تہ وفد طرح حضرت پاڪ جي خدمت شريف
۾ وڃي حاضر ٿي ڪين مديني شريف ۾ تشريف فرما ٿيڻ لاءِ
عرض ڪن. جڏهن اهو قافلو مڪي مبارڪ ۾ پهتو تڏهن
حضرت رسول ڪريم محبوب مرسل عليہ الصلوات والسلام
جي زيارت جا مشتاق، مدني مسلمان يڪدم حضرت با برڪت
جي خدمت ۾ حاضر ٿي شرف زيارت سان مشرف ٿيا ۽
حضرت رسول الله عليه الصلوات والسلام جي مبارڪ هٿن
تي بعيت ڪري ادب ۽ حب سان عرض ڪيائون تہ
"يا رسول الله (صلي الله عليه وسلم) جيڪڏهن حضور جن
پاڻ پنهنجن ساٿين سميت اسان جي شهر مديني ۾ تشريف آڻين
۽ اسان جي غريبخانن کي پنهنجن پاڪ قدمن سان مشرف
ڪن تہ اسين حضور جن جي خدمت گذاري ۽ تابعداري ۾
انشاءَ الله تعاليٰ ذرو قصور نہ ڪنداسين. جيڪڏهن پس پيش
ڪو دشمن مديني تي چڙهائي ڪندو تہ اسين انهيءَ کي دفع
ڪرڻ ۽ هٽائڻ لاءِ بذل آهيون، مال ۽ جان تائين حاضر
آهيون ۽ اوهان جي نظرداري اهڙي ڪنداسين جهڙي
پنهنجي مال ۽ اولاد جي."

## حضرت رسول الله صلعم جا ١٢ نقيب يعني حواري

پاڻ انهن نيڪ نيت خدا پرست ايماندارن مان ١٢ ڄڻن
کي پنهنجن پنهنجن قبيلن ۾ اسلام جي حڪم احڪام پڌائڻ،
هدايت ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ چونڊيو ۽ مقرر فرمايو ۽ انهن
جو نالو "نقيب" رکيو، جهڙيءَ طرح حضرت موسيٰ (علي نبينا
و عليه السلام) پنهنجي امت مان ٻارهن ڄڻا آڳاريا هئا ۽

جهڙيءَ طرح حضرت عيسيٰ (عليٰ نبينا و عليه السلام) پنهنجن امتين مان ٻارهن حواري انصار دين (دين جا مددگار) مقرر ڪيا هئا، تهڙيءَ طرح حضور جن عليه الصلوات و السلام ٻه ١٢ نقيب مقرر فرمايا. جن ٻارهن اصحابن کي حضرت رسول الله صلعم اسلام جي اشاعت لاءِ مقرر ڪيو هو، تن جا نالا مبارڪ هي آهن - خزرج جي قبيلي مان نَوَ (٩) ڄڻا: ١- سعد بن زراره ٢- رافع بن مالڪ ٣- عباده بن صامت ٤- سعد بن ربيع ٥- ثعلبه بن ڪعب ٦- عبدالله بن رواحه ٧- براء بن معرور ٨- عبدالله عمرو بن حزام ٩- سعد بن عباده؛ قبيلي اوس جا ٽي (٣) ڄڻا: ١- اسيد بن حضير ٢- سعد بن خثيمه ٣- رفاعه بن المنذر. هيءَ سڄي ڪارروائي اندازيءَ رات ۾ ٽي گذري هئي، پر تنهن هوندي به مشرڪن ۽ ڪافرن مان هڪ شيطان کي ڪا ڪنڪ پئجي وئي، جو لڪي اچي ويٺو هو ۽ سڄو حال ويٺي ڏٺائين؛ انهيءَ پليد وڃي ٻين شريرن کي ٻڌايو، جنهنڪري ٻيا ڪافر مدني مسافرن جي ٻويان ڪاهي پيا، پر ٻيا سڀ نڪري ويا هڪڙو سعد بن عباده هٿ اچي وين، جنهن ويچاري بيگناه کي وارن مان جهلي گهلي پٺي ماريائون ۽ مارينداماريندا مڪي ۾ وٺي آيس. سعد بن عباده خود جو چوڻ آهي ته "جڏهن ڪافرن مون کي ماريو پئي ته، پريان هڪ سهڻو شخص ايندو ڏٺم، دل ۾ خيال ڪيم ته هي شخص چڱو ٿو ڀائنجي. جيڪڏهن هن قوم مان ڪنهن شخص کان مون کي فائدو رسڻو آهي ته آهو هي ئي آهي. جڏهن آهو منهنجي ڀرسان آيو، تڏهن نه ڪيائين هر نه ڪيائين ترس، نه ٻچا نه ڳچا، اچي شرط منهنجي منهن تي چماٽ لوڪائي ڪڍيائين. اتي مون کي پڪ ٿي ته انهن ۾ چڱو مڙس اصل ڪونهي." ظالم ابوجهل چا ڪيو، جو مديني ۾ ويٺو ۽ وڃي عياش بن ربيعه کي (جو سعد بن عباده جو سالٽيو ڀاءُ هو) چيائين ته تنهنجي ماءُ

تنهن جي لاءِ زار زار روئي پئي، ڪاڏو ٻ ڦتو ڪري ڇڏيو اٿس، تون هل نہ تہ هن جو حال ڪونهي! انهيءَ فريب سان هن ويچاري غريب کي مڪي ۾ وٺي آيو ۽ اچڻ شرط ڪٽي قيد ڪيائينس. مطلب تہ بيعت اوليٰ ۽ بيعت ثانيہ جي وچ ۾ جيڪي ڏينهن گذريا سي خود حضرت رسول الله عليه الصلاوات والسلام ۽ سندن سائين تي اهڙا تہ سخت گذريا، جو الامان. ڪافرن ظلمن ڪرڻ ۾ حد ڪري ڇڏي. پر قربان وڃان پياري رسول الله صلعم ۽ سندس اصحابن جي صبر ۽ تحمل ۽ توڪل تان، جن بہ صبر ۽ توڪل ڪرڻ ۾ حد ڪري ڇڏي. هنن کي پنهنجي مولا سائينءَ جي مدد ۾ يقين هو. اسلام جهڙي پاڪ ۽ خدائي مذهب جو دنيا ۾ پکڙجڻ، پنهنجي جان ۽ مال کان وڌيڪ عزيز ۽ پيارو سمجهندا هئا. عقبہ ثانيہ جي بيعت بعد مظلوم مسلمانن کي مڪي مان هجرت ڪري (لڏي) وڃڻ جي حضرت پاڪ اجازت ڏني، جن جي لاءِ مڪي جي شهر ۾ باهہ پئي پري. انهن ايماندارن کي پنهنجن سڀن سائتن جي جدائيءَ جو ذرو بہ خيال يا غم ڪونہ هو. خيال رکيو هي هئن تہ ڪنهن بہ طرح پنهنجي مولا سائينءَ جو ذڪر ۽ فڪر آزادي ۽ دلجاءِ سان ڪريون. مڪي مان لڏي وڃڻ جي اجازت تہ ملين، پر وڃن ڪئن؟ حضرت صهيب رومي رضي الله تعاليٰ عنه جڏهن هجرت ڪري پئي ويو تہ ڪافرن اچي ورايس ۽ چوڻ لڳس تہ تون جڏهن نئون نئون مڪي ۾ آيو هئين تہ سڃو ۽ پينگيو هئين، هيئر هتي دولتمند اچي ٿيو آهين، سو دل ۾ خوش ٿيو آهين تہ جيڪي هتان ڪمايو اٿئي سو ڪٽي ويندين؟ هرگز نہ. صهيب چيو چڱو جيڪي بہ منهنجو مال ملڪيت آهي سو اوهين ڪٽو، مگر مون کي ڇڏيو. هنن پليدن بہ ائين ئي ڪيو ۽ لڪن جو مال ڦري رکيئونس، مگر آفرين صد آفرين آهي حضرت صهيب جي همت

تي، جنهن انهيءَ زينة الدنيا يعني مال ۽ اسباب جي ڪجهه به پرواهه نه ڪئي ۽ سڀ ڪجهه دشمنن کي ڏئي مديني شريف هليو ويو. حضرت جن جڏهن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن فرمايائون ته صهيب انهيءَ واپار ۾ چڱو نفعو ڪمايو.

اهڙيءَ طرح بيبي اُم سلمه کان روايت آهي ته منهنجو گهر وارو ابو سلمه جڏهن لڏڻ لڳو، تڏهن مون کي اٺ تي چاڙهيائين ۽ منهنجو پٽ سلمه منهنجي هنج ۾ ڏنائين. جڏهن روانا ٿياسين، تڏهين بنو مغيره جي قبيلي وارن ابو سلمه کي اچي ورايو ۽ چيائون ته تون وڃ ته ڀلي وڃ، مگر اسان جي نياڻي وٺي نه وڃ. اتي وري بنو عبدالاسد جي قبيلي وارا به اچي سهڙيا، انهن به ابو سلمه کي چيو ته تون وڃي سگهين ٿو، مگر هي ڇوڪرو اسان جي قبيلي جو ڄڻيو، سو وٺي وڃي نٿو سگهين. انهن ڇني اٺ جي مهار ڇڪي اٺ وهاري زبردستي سان ڇوڪرو بنو عبدالاسد وارا ڦري ويا ۽ اُم سلمه کي بنو مغيره وارا وٺي هليا ويا.

ويچاري ابو سلمه، دين حق جو خيال ڪري ٻارن ٻچن جي ڪجهه به پرواهه ڪانه ڪئي ۽ هجرت ڪري هليو ويو. ويچاري اُم سلمه روز روز اتي ايندي هئي جتان ظالمن کيس پنهنجي خاوند ۽ ٻچي کان جدا ڪيو هو ۽ ڪيتروئي وقت اتي ويهي روئي رڙي هلي ويندي هئي. سڄو سال انهيءَ حال تي لنگهي ويس، آخر سندس هڪ سؤٽ کي مٿس ڪهل ۽ قياس آيو، جنهن ٻنهي قبيلي وارن کي چئي آکي اُم سلمه کي پنهنجي مڙس وٽ وڃڻ جي موڪل وٺي ڏني ۽ پٽ به حوالي ڪرايائينس. اهڙيءَ طرح سيڪنهن هجرت ڪندڙ ۽ لڏي ويندڙ اصحابيءَ کي سخت مشڪلاتون ۽ تڪليفون پيش آيون جن کي هو صبر ۽ شڪر سان پوکي وڃي ٻار پيا.

## هجرت

جڏهين حضرت جن جا اصحابي ٻه ٻه، ٽي ٽي ٿي مدني هليا ويا ۽ باقي وڃي وڏا اصحاب هڪ حضرت ابوبڪر صديق ۽ ٻيو حضرت علي، اهي ٻه رهيا، تڏهين ڪافرن کي اچي هيءُ فڪر ٿيو ته ائين نه ٿئي جو محمد (صلي الله عليه آله وسلم) نڪري وڃي، نه ته هيءُ چڱو وجهه آهي جو سندس ساٿي کيس ڇڏي ويا آهن، باقي پاڻ ۽ ڪي ٿورا وڃي رهيا آهن، بهتر آهي ته کيس قتل ڪري وجهجي.

## دارالندوه نالي هڪڙي جاء ۾ حضرت جن جي قتل لاء ڪافرن جو سيڙ ۽ صلاح مصلحت

انهيءَ خيال پوري ڪرڻ لاء دارالندوه نالي هڪڙي جاء ۾ قريشن جا وڏا وڏا سردار ۽ مشهور مشهور قبيلن جا رئيس جملي چوڏهن ڄڻا اچي گڏ ٿيا ۽ صلاحون ڪرڻ لڳا. جن بابت الله تعاليٰ، حضرت رسول الله صلعم کي هيءَ آيت موڪلي خبردار ڪيو:

إنهم يكيدون كيدا وا كيدا كيدا فمهل الكافرين امهلهم رويدا.

[بيشڪ اهي ڪافر صلاحون ڪن ٿا، آءٌ (يعني الله تعاليٰ) ۾ تدبير ڪريان ٿو، پوء اي نبي ڪريم اوهين انهن ڪافرن کي نرمي سان ڪجهه وقت ڇڏي ڏيو.]

الله تعاليٰ جي انهيءَ حڪم موجب انهن ڪافرن جي عاقبت جيڪا ٿي، سا جهان ٿي ڏٺي ته انهن چوڏهن سردارن مان سڄا يارهن سردار هڪڙي ئي ڏينهن بدر جي جنگ ۾ قتل ٿيا ۽ باقي جيڪي ٽي بچيا يعني ابوسفيان بن حرب ۽ جبير بن معطم ۽ حڪيم بن حزام، سي آخر مسلمان ٿي رسول الله جا خادم ٿيا. سو انهيءَ دارالندوه ۾ چوڏهن سردار

گڏ ٿي رٿون رٿڻ لڳا- انهن ۾ پندرهون ڄڻو هڪ پوڙهو شيطان هو، جنهن نجد جو ويڻل سڏايو ٿي. انهن مان هڪڙي چيو تہ محمد (عليہ الصلوات والسلام) کي طوق ۽ زنجير گردن ۾ وجهي ڪنهن جاءِ ۾ قيد ڪري، انهيءَ جاءِ جو دروازو مٿيءَ سان لنبي ڇڏجي، جنهنڪري پاڻهئي رڙيون ڪري ڪري مري ويندو، جهڙو زهير ۽ نابغہ شاعرن سان ڪيو ويو هو. اتي نجدي شيطان چوڻ لڳو تہ اها صلاح پوري نہ آهي، امڪان آهي تہ قيد ڪرڻ واري ڳالهہ ظاهر ٿي پوي ۽ ڪي مسلمان گڏجي هن کي ڪڍي وڃن تہ پوءِ مرڻ ڪان تہ بچي ويندو. اتي ٻئي چيو تہ هڪڙي ڇرئي آٺ تي چاڙهي ٻڌي هڪلي ڇڏيونس تہ آٺ ڪٿي وڃيس پوءِ مري توڙي بچي، اسان وٽان تہ نڪري. نجدي پوڙهي چيو تہ اها صلاح بہ پوري نہ آهي- جيڪڏهن محمد مرڻ ڪان بچي وڃي ڪنهن ملڪ ۾ نڪتو تہ پوءِ ڪيس سچائو ٿا هو ڪهڙو نہ ڳالهائڻ جو مٺو آهي- جنهن سان گفتگو ڪندو، انهيءَ کي پنهنجو مريد ۽ تابع ڪري وجهندو ۽ مريد گهڻا ٿي ويندس ۽ ضرور آهي اوهان ڪان پنهنجي پيغمبر جو عيوض وٺندا. اتي عرب جي فرعون يعني ابوجهل هڪ صلاح ڪوتي ڪڍي جا سڀني کي ڏاڍي وڻي جنهن تي سڀني پليدن ڪنڌ ڌوڻيو ۽ هائوڪار ڪئي، صلاح هيءَ هئي: تہ قريشن جي قبيلي مان هڪ هڪ جوان چونڊي مقرر ڪجي، پوءِ آهي سڀئي گڏجي رات جو محمد (عليہ الصلوات والسلام) جي گهر کي گهيرو ڪري ويهي رهن، جڏهن محمد (عليہ الصلوات والسلام) صبح جو نماز لاءِ گهر مان نڪري تڏهن نڪرڻ شرط سڀئي بهادر جوان گڏجي مٿس تلوارين جا وارا ڪن ۽ ڪيس ٻوٽي ٻوٽي ۽ ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏين. انين ڪرڻ مان هي نتيجو نڪرندو تہ محمد بہ قتل ٿي ويندو ۽ قاتل بہ هڪ ڄڻو ڪونہ هوندو، انهيءَ

ڪري بني هاشم يعني محمد جا مائٽ سيني قبيلن سان ڪين وڙهندا، نيٺ خون جو عيوض ڪجهه پئسا وٺندا جي ڦوڙي ڪري ڪٽي سيئي گڏجي ڏيندا سين: ڪراڙي نجدي اها راءِ تمام پسند ڪئي ۽ ڏاڍو خوش ٿيو. مگر ياد رکڻ گهرجي ته، الله تعاليٰ جل جلالہ جي حفاظت اڳيان دشمنن جون تدبيرون ۽ صلاحون ڪڏهن به ڪامياب ٿيئون نہ آهن. الله تعاليٰ انهيءَ ڪارستاني جي خبر حضرت رسول الله صلعم کي الهام جي وسيلي ڏني. جڏهن ڪافرن حضرت پاڪ جي حويليءَ کي چوڌاري اچي گهيرو ڪيو تڏهن حضرت پاڪ چا ڪيو، جو پنهنجي پياري پاءُ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه کي سڏي سمجهايو ته: تون اسان جي چادر ڍڪي اسان جي بستري تي سمهي پئو ۽ ڪو فڪر نہ ڪر، تنهنجي وار جو نالو ڪونہ وٺندا: حضرت علي پوتي تاڻي حضرت جن جي بستري تي سمهي پيو.

## حضرت پاڪ جو روانو ٿيڻ

حضرت جن پاڻ الله پاڪ جي حفاظت ۾ ٻاهر نڪتا ۽ انهن اندر جي انڌن کي اکين ۾ خاڪ وجهندا، سورت ياسين پڙهندا امن امان سان نڪري ويا ۽ ڪين نڪرندي ڪنهن به ڪونہ ڏٺو. اها روئداد تاريخ ٢٧ مهني صفر، نبوت ڪان پوءِ تيرهين سال، خميس رات مطابق ١٢ سيپٽمبر سنہ ٦٢٢ع ۾ ٿي گذري. حضرت جن اُتاهون نڪري سڌا پنهنجي پياري دوست حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر آيا. حضرت ابوبڪر صديق جهٽ پٽ سفر جو ضروري گهربل سامان ٻڌي ٺاهي ورتو. حضرت صديق اڪبر جي نياڻي بيبي اسماءَ رضہ پنهنجو ڪمربند کولي، انهيءَ مان ٽڪرو ڦاڙي، ان سان سُتُن جي ڳوٿريءَ جو مُنهن ٻڌو. بس پوءِ ته، اهو مختصر اسباب پاڻ سان کڻي انهيءَ ئي انڌاري رات ۾ هڪڙو

محب پيو محبوب، هڪڙو گل پيو بلبل، هڪڙي شمع ۽ پيو پروانو، يعني حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ٻئي الله پاڪ جا دوست، ٻئي بزرگ انسان توڪل بر خدا ڪري نڪري پيا، مڪي کان چار پنج ميل پريرو جبل ثور آهي، اوڏاهين رخ رکيائون مگر انهيءَ جبل جي پاسي چڙهائي تمام وڏي ۽ رستو تمام ڏکيو ۽ پٿريلو هو. پنڌ ڪندي ڪندي حضرت جن جا ته پير مبارڪ ئي زخمي ٿي پيا ۽ ڪيترائي دفعا ٿاٻڙجڻ ڪري کين ڏاڍي تڪليف ٿيندي هئي، اهڙوئي حال حضرت صديق اڪبر جو به ٿيو هو، پر حضرت رسول الله صلعم جو عاشق ۽ خدا جو پيارو ابوبڪر صديق رض، نبي ڪريم جن جي تڪليف کي بلڪل سهي ڪين سگهيو، همت ڪري حضرت سائينءَ کي پنهنجي ڪنڌ ۽ ڪلهن تي کري رکيائين.

## غار ثور ۾ پهچڻ

آخر انهيءَ جبل ۾ هڪڙو غار هو، اتي اچي رسيا. حضرت صديق اڪبر رض حضرت پاڪ کي اتي لاهي ترسائي، پاڻ پهريائين غار ۾ اندر گهڙي ويو ۽ وڃي ساري غار کي صاف ڪيائين- غار ۾ جيڪي ٽُنگ هئا، تن کي پنهنجي جسم جا ڪپڙا ڦاڙي انهن سان بند ڪيائين- پوءِ حضور جن کي عرض ڪيائين ته هاڻي سائين جن پلي اندر اچن. حضرت جن خير سان اندر ويا. پاڻ وڃي آرام سان سمهي پيا ۽ حضرت صديق اڪبر رض ائين ئي سندن خدمت ۾ ويٺو رهيو. حضرت جن جو سر مبارڪ صديق اڪبر جي گوڏي تي رکيل هو. غار جي ٽُنگن مان هڪڙي ٽُنگ کي حضرت صديق اڪبر پير جي کُڙي ڏيو ويٺو هو ته اوچتو ڪنهن نانگ ڏنگ هڻي ورتس، جنهنڪري حضرت صديق کي سخت تڪليف رسي، مگر حضرت رسول الله صلعم جي آرام،

جي لحاظ ۽ ادب سببان پاڻ رکو آف ب زبان مان نہ ڪڍيائين. گهڻي ضبط ۽ پاڻ روڪڻ سببان اکين مان ڳوڙهائي ڳڙي پين، جي حضرت پاڪ جي چهري مبارڪ تي وڃي پيا ۽ پاڻ سگهورا جاڳي پيا. پڇيائون تہ ڇو ٿا روُ؟ حضرت صديق اکبر رض سارو حال سڻايو، پاڻ پنهنجي پڪ مبارڪ ڪٽي، نانگ جي ڏنگ تي لڳايائون، تہ آتي جو آتي سور لهي ويو ۽ خير ٿي پيو.

حضرت علي رض، حضرت رسول الله صلعم جي بستري تي انهن ٿي ليٽيو پيو هو تہ صبح ٿيو ۽ حضرت علي هميشہ وانگي ننڊ مان اٿيا. قريشن جو حضرت عليءَ کي ڏٺو، سو سڃاتائونس. پڇيائون تہ محمد (عليه الصلوات والسلام) ڪاٿي آهي؟ حضرت عليءَ فرمايو مون کي خبر نہ آهي، نہ ڪو منهنجو پهرو مٿن هو؛ اوهين پهري تي هئا، اوهان کي خبر هوندي. قريش شرمندا ب ڏاڍا ٿيا ۽ چڙ ب ڏاڍي آين، انهي ٿي چڙ ۾ حضرت عليءَ تي ڪاهہ ڪري آيا ۽ ساڻن سخت وڙهيا ۽ ڪعبتہ الله تائين کين پڪڙي وٺي آيا ۽ ڪجهہ وقت بند رکي ڇڏي ڏنائونس. وري قريش ميڙ ڪري حضرت صديق اکبر رض جي گهر آيا. دروازو کڙڪايائون. صديق اکبر رض جي نياڻي بيبي اسماءَ رض نڪري آئي، ابوجهل پڇيس ڇوڪري! تنهنجو پيءُ ڪاڏي ويو آهي؟ بيبي صاحبہ چيو مون کي معلوم نہ آهي. ڪمبخت ۽ ظالم ابوجهل اهڙي تہ چماٽ بيبي صاحبہ کي هڻي ورتي جو سندن ڪن جي والي ٽي ڪري پئي. آخر ڪافرن عام اشتهار ڏنو تہ جيڪو محمد (عليه الصلوات والسلام) کي پڪڙي ايندو، انهيءَ کي هڪ سؤ اٺ انعام ڏينداسين. گهڻن ماڻهن کي طمع خراب ڪيو ۽ ڪيترائي ڪافر ڳولا لاءِ نڪري پيا، تن مان سراقہ بن مالڪ مدبني جي واٽ ۾ حضرت جن کي وڃي ويجهو ب پيو هو، پر سندن نظر ۽

دعا سان انهيءَ جي گهوڙي کي اهڙو تہ ٿاپو آيو، جنهن زمين تي وڃي ڪريو ۽ گهوڙي جا سنب زمين ۾ کهڙي وياه پوءِ تہ سراقه توبهون پڙيون ۽ زاريون ڪيائين. آخر پاڻ سونهارن وري اهڙي نظر رحم جي ڪئي، جو گهوڙو بہ سلامت زمين مان نڪتو ۽ سراقه بہ آخر مسلمان ٿيو.
حضرت سائين پنهنجي رفيق شفيق حضرت ابوبڪر صديق رضہ سميت ٽي ڏينهن انهيءَ غار ۾ هئا ۽ حضرت ابوبڪر جي نياڻي بيبي اسماء رضہ پنهنجي گهران مانڙي پچائي پاڻي ڪٺي غار ۾ پهچائي ويندي هئي، ۽ حضرت ابوبڪر جو فرزند حضرت عبدالله رضہ مڪي وارن ڪافرن جا حال احوال اچي حضرت جن کي پڌائي ويندو هو. عامر بن فهيره، جو حضرت صديق اڪبر رضہ جي فرزند جو غلام هو، جو حضرت صديق اڪبر رضہ جو ٻڪرين جو ڌڻ چاريندو هو، سو ٻڪرين جو ڌڻ چاريندو چاريندو اتي وٺي ويندو هو، حضرت جن گهرج آهر کير ڏهائي پيئندا هئا ۽ عامر وري ڌڻ موٽائي وٺي ويندو هو. ڌڻ جي اچڻ مان هي بہ فائدو ٿيندو هو تہ جي ماڻهو حضرت جن وٽ ايندا ويندا هئا، تن جا پير ڊهي ويندا هئا. ڪڙي دفعي ڪافر ڳوليندي ڳوليندي غار وٽ اچي نڪتا، مگر الله تعاليٰ انهن جي اکين تي اهڙا تہ پردا چاڙهي ڇڏيا جو سيئي گمراه ٿي هليا وياه جنهن وقت دشمن غار وٽ پهتا، تنهن وقت اهڙا تہ اچي سوڙها پيا، جو حضرت ابوبڪر صديق رضہ گهٻرائجي ويو ۽ حضرت جن کي چوڻ لڳو ”يا سيدي! دشمن متان اچي پيا آهن، شل ڏسي نہ وٺن“. حضرت جن فرمايو ”فڪرمند نہ ٿي. اي منهنجا دوست! ٻڪ الله سائين اسان سان آهي.“ انهيءَ بابت خود الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ هن طرح فرمايو آهي:

الا تنصروه فقد نصره الله اذ اخرجه الذين كفروا ثاني اثنين اذ هما في الغار اذ يقول لصاحبه لا تحزن ان الله معنا فانزل الله سكينته عليه وايده بجنود لم تروها وجعل كلمة الذين كفروا السفلى وكلمة الله هي العليا والله عزيز حكيم.

[اي انسانو! جيڪڏهن اوهان انهيءَ (رسول الله صلعم) کي مدد نه ڏني ته بيشڪ الله تعاليٰ مدد ڏنيس، جڏهن ڪافرن کيس (مڪي مان) ڪڍيو، جڏهن غار ۾ ٻه ڄڻا هئا تن مان هڪڙي چيو پنهنجي دوست کي ته تون فڪر نه ڪر ۽ غمگين نه ٿي، بيشڪ الله تعاليٰ اسان سان آهي. پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي طرفان آرام ۽ دلجاءِ انهيءَ (حضرت ابوبڪر صديق) تي موڪلي ۽ اهڙن لشڪرن سان مدد ۽ همراهي ڪيائينس، جن کي اوهان ڏٺوئي ڪونه ۽ ڪافرن جي ڳالهه کي گهٽ ڪيائين، الله تعاليٰ جي ڳالهه سدا مٿاهين، ۽ الله تعاليٰ غالب ۽ حڪمت وارو آهي.]

## غار ثور سان نڪرڻ

چوٿين رات حضرت ابوبڪر جي گهران ٻه پليون آليون آيون، جي خاص اهڙن وقتن لاءِ ذاريليون هيون، جن مان هڪڙي آڻ تي حضرت جن پاڻ ۽ حضرت صديق اڪبر ٻئي چڙهيا ۽ ٻيءَ آڻ تي عامر بن فهيره ۽ عبدالله بن اريقط جنهن کي رستي جو سونهو ڪري ڪنيو ويو هو، ٻئي گڏ چڙهيا ۽ مهيني ربيع الاول جي پهرين تاريخ سومر جي ڏينهن مطابق ١٦ سپٽمبر ٦٦٢ع مديني شريف روانا ٿياءِ هي جو حضرت جن عليه الصلوات والسلام هجرت ڪئي آهي، سو نه فقط پاڻ سونهارن ڪئي آهي پر اڳين نبين مان ٻه

ڪيترن ئي نبين هجرتون ڪيون آهن. جهڙو حضرت ابراهيم، حضرت موسيٰ ۽ حضرت دائود (عليٰ نبينا و عليهم السلام) انهن نبين جي هجرتن (لڏڻ) جا بيان بائيبل ۾ موجود آهن.

## حضرت ابوبڪر رضه جي نياڻي بيبي اسماء رضه جي همت ۽ قوت ايماني

بيبي اسماء رضه کان روايت آهي، بيبي صاحبه فرمايو ته منهنجو بابو سائين هجرت وقت گهر مان نقد سڀ پاڻ سان کڻي ويو هو، جو اٽڪل پنج ڇهه هزار روپيا هئا. بابي سائين جي رواني ٿيڻ کان پوءِ ڏاڏو سائين ابوقحافه، جو اکين کان وڌو ۽ پيرسن هو، تنهن چيو ته ڇوڪري! پٽهين توسان ڏادي ڄٽ ڪئي آهي، هو پيٽي تڪليف ۾ وجهي ويو آئي، پاڻ به ويو هليو، ڏوڪڙ پيسو به کڻي ويو! بيبي صاحبه فرمايو نه نه ڏاڏا سائين! بابو سائين ڪيترائي رپيا ڇڏي ويو آهي ۽ راجهو رکيا آهن، ڏس کڻي. بيبي صاحبه ڇا ڪيو، جو هڪڙو وڏو سرونو کڻي ڪپڙي ۾ ويڙهي ڪنڌ ۾ رکي، پنهنجي ڏاڏي ابوقحافه کي هٿ مان وٺي سروني کي هٿ لڳارايو. ابوقحافه ويساه ڪري ويو ۽ چوڻ لڳو ته تڏهن بس هاڻي ويو ته وڃڻ ڏينس، فڪر نه آهي، شاهس اٿس جو ڪجهه پوئتي ته ڇڏي ويو. بيبي صاحبه فرمايو ته هي ته مون رکو پنهنجي ڏاڏي ابوقحافه جي دلجاءِ لاءِ ڪيو هو، نه ته جيڪي مال گهر ۾ هو سو سڀ حضرت جن جي خدمت ۾ کڻي ويو هو. * حضور جن عليه الصلوات والسلام ۽ حضرت

* حضرت صديق اڪبر جو والد ابوقحافه رضه هجرت جي وقت اڃا مسلمان ڪونه هو پوءِ فتح مڪي جي وقت مسلمان ٿيو هو ۽ حضرت صديق اڪبر جي خاندان جي اها خاص خصوصيت آهي، جو سڄوئي خاندان پيءُ کان وٺي پوٽن تائين سڀ صحابي هئا ۽ سڀني کي حضرت رسول الله عليه الصلوات والسلام جي صحبت ۽ زيارت جو شرف حاصل هو. سبحان الله.

ابوبڪر صديق رضہ جنهن ڏينهن غار مان نڪتا تنهن ڏينهن هڪ ڪُراڙي مائي "اُمِ معبد" جي جهوپڙيءَ وٽان اچي لنگهيا، هيءَ ڪراڙي مائي قوم خزاعہ مان هئي، مسافرن ۽ واٽهڙن جي خدمت چاڪري ۽ ٽهل ڪرڻ ۾ مشهور هئي، ماڻهن کي پاڻي ڪانجهي پياريندي هئي ۽ مسافر ماڻهو وٽس وڃي آجهاڻو ڪندا ۽ آرام وٺندا هئا.

## اُم معبد نالي هڪ مائيءَ وٽ حضرت جن جو آرام لاءِ لهڻ

حضرت جن انهيءَ مائيءَ وٽ لهي پيا ۽ پڇيائونس تہ تو وٽ ڪجهہ کائڻ جي شئي آهي؟ ڪراڙي مائيءَ عرض ڪيو تہ جيڪڏهن مون وٽ ڪجهہ هجي ها تہ هن ڪان اڳي ئي اچي حاضر ڪريان ها. حضرت پاڪ جهوپڙيءَ جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ هڪڙي ٻڪري ڏٺي، پڇيائون تہ هيءَ ٻڪري گهر ۾ ڇو بيٺي آهي، چرڻ چونہ وئي آهي؟ مائي ام معبد چيو تہ ويچاري هيٺي آهي، ڌڻ سان نٿي وڃي سگهي. حضرت جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون اجازت ڏين تہ اسين منجهانئس کير ڏُهي پيون. اُم معبد چيو تہ جيڪڏهن او هين کو کير ٻڪريءَ ۾ ڏسو ٿا تہ بيشڪ ڏُهي پيو، مگر کير تہ ويچاريءَ ۾ اصل آهي ئي ڪونہ.

## حضرت پاڪ جو معجزو

حضرت جن عليه الصلوات والسلام ڇا ڪيو، جو بسم الله پڙهي ڪٿي ٻڪريءَ کي ڏُڌائون جنهن مان چڱو ٿانو ڀرجي پيو ۽ هارجڻ لڳو. اهو کير حضرت جن ۽ سندن اصحابن رفيقن ميڙي پيتو. وري ٻہ ڏُڌئونس تہ ساڳيو ٿانو ڀرجي نڪتو سو بہ ميڙي پيتو، وري ٽئي دفعي بہ ڏُڌئون تہ ساڳيو ٿانو ڀريو، سو ام معبد کي ڏنائون ۽ پاڻ اڳتي روانا ٿيا.

ڪجهه دير کان پوءِ ام معبد جو گهر وارو آيو، هو پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ کير جو ٿانوَ ڀريل ڏسي، پڇڻ لڳو ته هي ڪهڙو کير ڪٿان آيو؟ ام معبد چيو ته هڪ نيڪ ۽ برڪت وارو انسان هت آيو هو ۽ هن هيٺي ۽ وهڪيل ٻڪريءَ مان پاڻ به ڏهي پيتائين ۽ سندس رفيقن به پيتو، منهنجي لاءِ به بچائي ڇڏي ويا آهن. اُم معبد جو گهر وارو اهو حال ٻڌي چوڻ لڳو ته اهو جوان ته اهو قريش ٿو ڀانئجي، جنهنجي لاءِ ڪيتري وقت کان وٺي آءٌ ڳولائو آهيان، ڀلا سندس حليو (فوٽو) ته ٻڌاءِ!

## حضرت جن جو حليو مبارڪ

اُم معبد چيو، سندس منهن مبارڪ چنڊ وانگي چمڪيو پئي ۽ چهرو ويڪرو ۽ ڪشادو هوس، عادتن ۽ لڇڻن جو ڏاڍو چڱو هو، نه پيشانيءَ جا وار آيا ۽ نه ڪياڙيءَ جا وار ڪريل هوس- يعني ساري مٿي مبارڪ جا وار هموار هئا- ڏاڍو سهڻو ۽ حسن جمال وارو هو، سندس اکيون ڪاريون ۽ وڏيون، وار وڏا ۽ گهاٽا، آواز ڳوڙهو ۽ رعب وارو، ڳچي ڊگهي، ماڻڪيون روشن ۽ چمڪندڙ، اکيون سرميليون، وار وَر وَر ۽ گهنگهري دار، ڀرون سنهيون ۽ هڪ ٻئي سان مليليون- يعني ڀِرون ڄاڙا- گهڻو ڪري ماٺ ۾ گذارڻ وارو، فضيلت ۽ بردباري وارو، جيڪڏهن ڳالهائي ته ماڻهن جي دلين کي ٿي موهي وجهي، پريان ڏسڻ ۾ به سهڻو ۽ دل ٺاريندڙ ۽ ويجهو به ڀلو ۽ من موهيندڙ، ڳالهائڻ جو لذيذ، لفظ چٽا ۽ صاف ڳالهائيندڙ- نه اجايو گهڻو ڳالهائيندڙ، نه بلڪل ٿورو ڳالهائيندڙ، سندس ٻول انمول اهڙا جهڙا موتين جا داڻا- قد جو وچٿرو، نه ايترو ننڍو، جو حقير ڏسڻ ۾ اچي ۽ نه ايترو ڊگهو، جو اکين کي نه وڻي، گهڻين ٽارين ۾ هڪ ٽاريءَ جهڙو، ڏسڻ ۾ سبز ۽ تازو،

عاليشان ۽ وڏي قدر جو لائق، سندس صحبتي اهڙا مٿس
چڪن جي هر وقت حاضريءَ ۾ ڪيس چوڌاري ورايو ويٺا
آهن، سندس حڪم جا تابع، ٻول ٻڌڻ لاءِ تيار، لائق
خدمت ۽ تعظيم جو، نه ٿورو ڳالهائو نه اجايو وڌيڪ ڳالهائيندڙ.
ام معبد جو گهر وارو حضرت پاڪ جيئي اها سٽي، چوڻ لڳو
ته هي نيڪ انسان ته اهو ئي قريش آهي، آءٌ ضرور اهڙي
پاڪ انسان جي زيارت ڪندس.

## نبوت جا تيرهن سال مڪي وارا

نبوت کان پوءِ تيرهن سال جيڪي مڪي شريف ۾
حضرت جن گذاريا، سي اهڙا ته ڏکن ۽ تڪليفن مگر صبر
۽ تحمل سان گذاريائون، جن جو مختصر احوال اسين مٿي
لکي آيا آهيون. انهيءَ وقت ۾ اگرچ اسلام قبول ڪندڙ
ٻن ٽئن سون کان وڌيڪ اچا ڪين ٿيا هئا، پر جيڪي
مرد مسلمان ٿيا هئا ۽ جن روشن دل جوانن اسلام قبول
ڪيو هو، سي اهڙا ته هئا، جن مان هڪ هڪ ڇٽو سون
جو مٽ هو.

## سابقين اولين جو ذڪر

ابوبڪر رض، علي رض، عثمان رض، عمر رض، اهڙا
فضيلت ۽ لياقت جا صاحب ۽ حضرت جا خادم ۽ اسلام جا
عاشق ٿي پيا، جن جي طفيل ساري دنيا کي جا روشني
پهتي، سا ساري جهان کي معلوم آهي. مصعب بن عمير،
جعفر طيار ۽ ابو عبيده بن الجراح رضي الله تعاليٰ جهڙا اعليٰ
انسان ۽ مسلمان ٿيا، جن جي تقريرن ۽ اخلاقن هزارن کي
مسلمان بنائي وڌو ۽ يثرب، حبش ۽ نجران جا علاقا سڀ
اسلام جا تابع ٿي پيا. عبدالله بن مسعود رض ۽ عبدالرحمان
بن عوف رض جهڙا عالم ۽ فاضل ۽ مسلمان ٿيا، جن جي

علمي قابليت اسلامي دنيا کي حضرت رسول الله صلعم جي علم سان ڀرپور ڪري ڇڏيو. زبير، طلحه ۽ عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنهم جهڙن وڏي درجي وارن به اسلام قبول ڪيو، جن حضرت رسول الله صلعم تان ساه قربان ڪرڻ ۾ حد ڪري ڇڏي. بلال، سميه، ياسر ۽ صهيب جهڙن بردبارن ۽ سچن انسانن به ايمان آندو، جن ظالمن جا ظلم سهندي سهندي خود ظالمن کي ئي ٿڪائي وڌو. سڪران، شموس، أم حبيبه ۽ خنيس رضي الله تعاليٰ عنهم به مسلمان ٿيا، جن اسلام جي سانگي، مٿن مائٽن جو سانگو لاهي، وطن کان ٻيوطن ٿيڻ به قبول ڪيو. لبيد، سويد بن صامت ۽ آنيس - برادر ابوذر - رضي الله تعاليٰ عنهم ؛ اهڙا فصيح ۽ بليغ به ڪلام الله جا قائل ۽ اسلام تان فدا ٿيا، جن جا سخن ۽ ٻول جادو جي برابر ليکجڻ ۾ ايندا هئا ۽ وڏا نفيس ۽ هوشيار شاعر هئا. اسلام پاڪ نه رکو مڪي جي رهاڪن ۾ پکڙيو، بلڪ مڪي کان ٻاهر به گهڻن هنڌن تي اسلام جو نور ۽ سوجهرو وڃي پهتو هو. جهڙو طفيل بن عمر دوسي رضه، جو يمن جي هڪ ڀاڱي جو حاڪم ۽ امير هو، سو پاڻ پنهنجي سر مڪي ۾ حاضر ٿي مسلمان ٿيو ۽ انهيءَ جي طفيل يمن ۾ به اسلام پکڙجي ويو. ابوذر غفاري رضه ۽ سندس ڀاءُ آنيس رضه ۽ سندس ماءُ جي مسلمان ٿيڻ ڪري غفار جو سڄو اڌ قبيلو مسلمان ٿيو. نجران جي عيسائين مان سڃا ٢٠ ڄڻا مسلمان ٿيا، ضمادي الازدي قبيلو بني الاشهل، تميم، نعيم ۽ شام جي ملڪ جا ڪجهه ماڻهو، حبش جا گهڻائي رهاڪو مسلمان ٿيا. مطلب ته اسلام پنهنجي هردل عزيزيءَ جي ڪري سمنڊ جي سيلاب ۽ درياءَ جي طغيانيءَ وانگي ملڪ کي وڪوڙيندو پنهنجو اثر ڪندو ويو ۽ هزارن دلين تي قبضو ڪندو ويو.

## رستي ۾ بريده نالي هڪڙي شخص ۽ ٻين ستر ڄڻن جو يڪدم مسلمان ٿيڻ

حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم خير سان مديني ڏي ٿي ويا ته رستي ۾ بريدت اسلمي رض. مليو، جو پنهنجي قوم جو سردار هو. قريشن جو رسول الله جي گرفتار ڪرڻ لاءِ هڪ سؤ اٺ باسيا هئا، تن لاءِ بريدت به حضرت جي ڳولا ۾ نڪتو هو. جڏهن حضرت رسول الله صلعم جي ملاقات ٿيس، سندن زيارت ڪيائين ۽ سندن ٻڌو ۽ موهيندڙ ڪلام ٻڌائين، تڏهن آتي جو اتي ستر همراهن سميت مسلمان ٿي پيو ۽ پنهنجي پڳڙي لاهي نيزي تي رکي پنهنجي اسلام جو اظهار ڪيائين. پڳڙيءَ جو پلاند، جو هوا ۾ ٿي لُڏيو، تنهن حاضرين جي دلين ۾ اهڙو ته اثر ڪيو، جو سبحان الله! ڄڻ ته هيءَ بشارت ٿي ڏنائين ته امن جو بادشاه، صلح جو حامي، دنيا کي عدالت ۽ انصاف سان پريندڙ، دنيا ۾ اچي چڪو. رستي ۾ الله تعاليٰ پنهنجن پيارن کي اهڙا ته سڪ ڏيندو رهيو، جهڙا هوند گهر ۾ ڪنهن کي ملندا هجن. زبير بن العوام رض. واٽ تي. ڪين گڏيو، جو شام جي ملڪ کان موٽيو هو ۽ ساڻس ٻيا واپاري به گڏ هئا، تنهن ويچاري نيڪ مرد سفيد ۽ عمدا ڪپڙا حضرت جن ۽ سندن سائي حضرت ابوبڪر صديق رض. جي خدمت ۾ تحفه طور ڏنا.

## قبا نالي هڪڙي جاءِ ۾ پهچڻ.

مهيني ربيع الاول جي اٺين تاريخ، هجرت جي پهرئين سال يا نبوت کان پوءِ تيرهين سال، سومر جي ڏينهن، الله جو پيارو ۽ پاڪ رسول قبا نالي هڪڙي جاءِ ۾ رسيو. اتي جي ماڻهن جڏهن ٻڌو ته حضرت رسول الله مڪي کي ڇڏي هيڏي اچن ٿا، تڏهن روز صبح جو حضور جن جي راه نهاريندا هئا. واٽ ۾ اکيون وجهي اچي وهندا هئا ۽

انهيءَ انتظار ۾ هوندا هئا تہ اجهي ٿا حضرت رسول الله صلعم اچن، ۽ ويچارا ٻن ٽهرن تائين شهر کان نڪري ٻاهر وڃي پوءِ هليا ويندا هئا. انهيءَ ڏينهن آهي حضرت رسول الله صلعم جي ديدار جا عاشق اچا ويهي ويهي ويا هئا تہ حضور جن بہ ٻويان آتي اچي خير سان سهڙيا. هڪڙي شخص سڏ ڪري سڀني کي موٽايو، سڀ موٽيا ۽ سڀ حضرت رسول الله صلعم جي چوڌاري، الحمد لله الحمد لله ۽ الله اڪبر سبحان الله جا پرجوش آواز ڪري ويهي ويا. حضرت جن کي مرحبا ڪرڻ لڳا. ڪيترا تہ منجهن اهڙا ايماندار هئا، جن ٻرپٽ حضرت رسول الله صلعم تي ايمان آندو هو ۽ ڪلمو پاڪ پڙهيو هو، مگر هي ظاهري اکيون سندن زيارت سان مشرف نہ ڪيون هئائون، تن کي حضرت جن ۽ سندن رفيق حضرت صديق رضہ جي وچ ۾ البت مونجهہ پئي ٿي. تہ خبر نہ آهي هنن ٻن بزرگن مان ڪهڙو هڪڙو خدا جو نبي آهي؟ پيشاني تہ ٻنهي جي نوراني ۽ چهرو تہ ٻنهي جو چمڪندڙ آهي. حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ سياڻپ سان هنن جي انهيءَ مونجهاري کي تاڙي ۽ سمجهي ويو، تنهن داناءَ بزرگ چا ڪيو، جو پنهنجي چادر سان حضرت جن جي مٿان ڇاڇو ڪري بيهي رهيو، جنهنڪري ماڻهن بہ سمجهيو تہ حضرت رسول الله جن هي آهن. حضور جن خميس جي ڏينهن تائين آتي رهيا ۽ انهن ٽن ڏينهن جي رهڻ ۾ پاڻ ايترو ڪيائون، جو الله پاڪ جي عبادت لاءِ هڪ مسجد جو پايو انهيءَ جاءِ ۾ وڌائون - جنهن کي "مسجد قبا" سڏيندا آهن - انهيءَ ئي جاءِ ۾ حضرت علي مرتضيٰ رضہ بہ مڪي کان پيادو سفر ڪندو ڪندو اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت علي رضہ مڪي ۾ حضور جن جي حڪم موجب ماڻهن جي انهن امانتن رسائڻ لاءِ ترسيل هو، جي امانتون حضور جن وٽ ماڻهن رکيون هيون، جو تہ مڪي جا سڀ ماڻهو

كين امين برابر سمجهندا هئا، جنهن كري امانتون وٽن جڳهيون رکيليون هيون. ربيع الاول جي ٻارهين تاريخ جمع جو ڏينهن هو، انهيءَ ڏينهن پاڻ سڳورا منزل قبا مان سوار ٿي بني سالم جي گهرن تائين پهتا ته جمع جي نماز جو وقت ٿي ويو.

## اسلام ۾ پهريون جمع

آتي پاڻ لهي هڪ سؤ مومنن سان جمع نماز پڙهيائون؛ جمعي نماز وقت جيڪو خطبو پڙهيائون، سو هي آهي:

الحمد لله، احمده و استعينه و استغفره و آستهد يه و آومن به ولا اكفره و اعادي من يكفره و اشهد آن لا إلـه الا الله وحده لا شريک لـه و من محمدا عبده و رسوله ارسله بالهدي و النور الموعظة علي فترة من الرسل و قلة من العلم و ضلالة من الناس و انقطاع من الزمان ودنو من الساعة و قرب من الاجل من يطع الله و رسوله فقد رشد و من يعصيهما فقد غوي و فرط و ضل ضلالا بعيدا. و اوصيكم بتقوي الله فانه خير ما اوصي به المسلم المسلم ان يحضه علي لا آخرت و ان يا مره بتقوي الله. فا حذر و ما حذر كم الله من نفسه و لا افضل من ذالكم نصيحة و لا افضل من ذالک ذكرا و ان تقوي الله لمن عمل علي و جل و مخافة من ربه عون صديق علي ماتبغون من امر لاخرت. و من يصلح الذي بينه و بين الله من امره في السر و العلانية لاينوي بذلكم الا وجه الله يكن له ذكرا في عاجل امره و ذخرا في ما بعد الموت حين يفتقر المرء الي ما قدم و ما كان سوي ذلكم يو دلو ان بينه و بينها امدا بعيدا و يحذر كم الله نفسه و الله رؤف بالعباد و الذي صدق

قو له و انجز وعده لاخلف لذالک فانه يقول عزوجل مايبدل القول لذي وما انا بظلام للعبيد فاتقو الله في عاجل امركم و اجله في السر و العلانية فانه من يتق الله يكفر عنه سياته و يعظم له اجرا و من يتق الله فقد فاز فوزا عظيما۔

و ان تقوي الله يوقي مقته و يوقي عقوبته و يوقي سخطه و ان تقوي الله يبيض الوجوه و يرضي الرب و يرفع الدرجه خذو خطكم ولا تفرطوافي جنب الله۔ قد علمكم الله كتابه و نهج لكم سبيله ليعلم الذين صدقوا و يعلم الكاذبين۔ فاحسنوا كما احسن الله اليكم و عادوا اعداء الله و جاهدوا في الله حق جهاده هواجتباكم و سماكم المسلمين؛ ليهلك من هلك عن بينة ويحيي من حي عن بينة ولا قوت الا بالله فاكثروا ذكر الله واعملوا لما بعد اليوم فانه من يصلح ما بينه و بين الله يكفه الله ما بينه و بين الناس ذالک بان الله يقضي علي الناس ولا يقضون عليه و يملک من الناس ولا يملكون منه الله اكبر ولا قوت الا بالله العظيم۔

[ سيکنهن قسم جي ساراه الله پاک کي سونهي ٿي، آءٌ سندس ساراهہ ڪريان ٿو ۽ کناس مدد ۽ معافي گھران ٿو۔ منهنجو ايمان مٿس آهي۔ آءٌ سندس ڪڏهن بہ بي فرماني نہ ڪندس ۽ جو شخص سندس بي فرماني ڪندو آءٌ انهيءَ جو دشمن آهيان۔ آءٌ گواهي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي اهوئي هڪڙو آهي۔ سندس ڪوئي شريڪ ۽ هڪ جهڙو نہ آهي۔ محمد سندس ٻانهون ۽ مائهن ڏي ..وڪليل آهي۔ انهيءَ ئي خدا محمد کي هدايت، نُور ۽ نصيحت سان اهڙي وقت ۾ موڪليو آهي جنهن

وقت ۾ نبين کي دنيا ۾ آڻي کهڻا ڏينهن گذري ويا، علم گهٽجي ويو، گمراهي وڌي وئي، زمانو ٻيون ٿي ويو، قيامت ۽ موت ويجها اچي پيا. جو شخص الله ۽ الله جي رسول جي پيروي ڪري ٿو، اهو هدايت وارو ٿئي ٿو ۽ جو شخص الله ۽ سندس رسول جي بي فرماني ڪري ٿو، اهو بي راهو ٿئي ٿو عزت جي درجي کان ڪري پوي ٿو ۽ سخت گمراهيءَ ۾ ڦاسي وڃي ٿو. مسلمانو! آءٌ اوهان کي وصيت (نصيحت) ڪريان ٿو ته الله کان ڊڄو. مسلمان جي، مسلمان لاءِ چڱي وصيت هي آهي ته آخرت لاءِ تيار ڪريس ۽ الله کان ڊڄڻ لاءِ چويس. انسانو! جن ڳالهين کان خدا منع ڪئي اٿو انهن کان پرهيز ڪريو. انهيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪا نصيحت ڪانهي نه انهيءَ کان وڌيڪ ڪو ذڪر ئي آهي. جو ماڻهو آخرت جي ڪم ۾ الله کان ڊڄي ڪم ڪري ٿو، انهيءَ لاءِ تقويٰ (خدا کان ڊڄڻ) چڱو مددگار ۽ سچو رفيق آهي.

۽ جڏهن ڪو به شخص پنهنجي ۽ خدا جي وچ ۾ ڪنهيءَ طرح يا ظاهر، پنهنجو ڪاروبار سڌاري ٿو ۽ انهيءَ ۾ هن جي نيت چڱي، خاص خدا ڪارڻ آهي، ته اها ڳالهه دنيا ۾ انهيءَ لاءِ نيڪنامي ۽ آخرت ۾ توشو (ثمر) ٿيندي، جو ته انهيءَ وقت انسان پنهنجن ڪيل چڱن ڪمن جو محتاج ٿئي ٿو ۽ جو شخص ائين نٿو ڪري سو قيامت ۾ ائين پيو گهرندو ته سندس عمل ڪناس بلڪل پري هجن. الله پاڪ اوهان کي پاڻ کان خوف ڏياري ٿو ۽ الله پنهنجن ٻانهن تي مهربان آهي. ۽ جنهن شخص الله جي قول کي سچو سمجهيو ۽ سندس انجامن کي پورو ڪيو انهيءَ لاءِ جيڪي الله پاڪ فرمايو آهي سو ڪڏهن نه ڦرندو.

الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: 'مون وٽ ڳالھ نه ڦرندي ۽ آءٌ ٻانهن تي هر گز ظلم ڪندڙ نه آهيان، پوءِ الله کان ڊڄو دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به، ظاهر به، ڳجھو به، ڇو ته جو شخص پنهنجي مولا کان ڊڄندو، ان جا ڏوهه رب ميٽي ٿو ۽ ان کي اجر عظيم بخشي ٿو ۽ جو شخص الله پاڪ کان ڊڄي ٿو، سو پنهنجن مرادن کي ماڻيتو.'

بيشڪ تقويٰ (خدا کان ڊڄڻ) الله تعاليٰ جي عذاب ۽ بيزاري ۽ غصي کي دور ڪري ٿي ۽ بيشڪ تقويٰ مُنهن کي منور ۽ روشن ڪري ۽ پالڻهار خدا کي راضي رکي ۽ انسان جو درجو وڌائي ٿي. مسلمانو! پنهنجا انساني حق حاصل ڪريو مگر الله تعاليٰ جي حقن کي ترڪ نه ڪريو. تحقيق، الله تعاليٰ اوهان کي پنهنجو پاڪ ڪتاب سمجهايو ۽ پنهنجو رستو ڏيکاريو ته سچا ۽ ڪوڙا پڌرا ٿين. انسانو! جهڙي ڀلائي الله تعاليٰ اوهان سان ڪئي آهي تئن اوهين به ماڻهن سان نيڪي ڪريو. جي بي فرمان ٻندا پنهنجي ناقص خيال موجب الله پاڪ جا دشمن آهن، تن جا اوهين به دشمن ٿيو ۽ الله پاڪ جي واٽ ۾ پوريءَ طرح جهاد ڪريو- انهيءَ مولا اوهان کي پلو ڪيو آهي ۽ اوهان جو قومي نالو مسلمان رکيو آهي تا ته جيڪو مري ته روشن دليل ڏسي مري ۽ جو دنيا ۾ جيئرو رهي سو به روشن دليل ڏسندو رهي- الله کان سواءِ ٻيو ڪو به طاقت ۽ قوت ڏيندڙ ڪونهي. پوءِ اي انسانو! الله پاڪ جو گهڻو ذڪر ڪريو ۽ کيس چڱيءَ طرح ياد ڪريو، ۽ اڄ کان پوءِ چڱا عمل ڪريو، جو شخص پنهنجي ۽ پنهنجي مولا جي وچ وارا لاڳاپا

سڏاري ٿو، الله تعاليٰ انهيءَ شخص ۾ ڀين ماڻهن
جي وچ ۾ جيڪي لاڳاپا آهن، تن کي سڏاري ٿو:
جو ته الله تعاليٰ ئي ماڻهن تي حڪم هلائي ٿو ۽
ماڻهو مٿس حڪم هلائي ڪونه ٿا سگهن. الله تعاليٰ ئي
ماڻهن جو مالڪ آهي ۽ ڀانهن کي مٿس ڪو اختيار
ڪونهي. الله پاڪ وڏي ۾ مٿاهين ڪان سواءِ ٻئي
ڪنهن ڪان به مدد يا طاقت ڪانه ٿي ملي.]

خطبي ۽ نماز ڪان واندا ٿي حضور عليه الصلوات والسلام
جن اتاهون خير سان روانا ٿيا ۽ پنڌ ڪندا ڪندا خير ۽
سلامتيءَ سان وڃي مديني شريف ۾ رسيا. سڀني اصحابن
سونهارن مان هرهڪ جي خواهش هئي ته شل حضور جن
مون وٽ ئي اچي لهن ۽ مون وٽ ئي منزل ڪن. مگر خدا
جي قدرت ۽ حڪمت موجب آها آٺ، جنهن تي پاڻ سڳورا
سوار هئا، ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر
جي دروازي وٽ پاڻهئي اچي ويهي رهي. پاڻ به ڪٺي آتي
منزل فرمايائون. حضرت جن جي خيريت سان پهچڻ ۽ مديني
شريف ۾ اچڻ ڪري، ساري شهر ۾ هُل پئجي ويو ۽ سندن
اهڙو ته تصرف ٿيو، جو رڳو شهر جون ڇوڪريون به
خوشيءَ ۾ گيت ڳائڻ لڳيون. بني النجار جي قبيلي جون
ڇوڪريون ته هي گيت ڳائينديون حضرت پاڪ جي زيارت
لاءِ آيون:

"نحن جوار من بني النجار– يا حبذا محمد من جار."
(اسين قبيلي بني نجارن جون ڇوڪريون آهيون.
ڏاڍو چڱو ٿيو، جو اسان جي پاڙي ۾ محمد (عليه
الصلوات والسلام) آيو.]

اهڙيءَ طرح ساري شهر جون زالون، ٻانها ۽ ٻانهيون
به خوشيءَ جا عربي گيت ۽ سهرا چوڻ لڳيون. اسلام
وارن جي گهر گهر خوشي ٿيڻ لڳي. (فالحمد لله علىٰ ذالڪ).

انهن سيني گيتن جو حاصل مطلب هيٺين غزل ۾ آڻي نظم
ڪريان ٿو:

مبارڪ، اڄ مديني ۾ محمد مصطفيٰ آيو،
رسول الله، نبي الله، حبيب ڪبريا آيو.

ٿيو هن نورحق جي سان در و ديوار سڀ روشن،
اجهو ظلمات ۾ شمس الضحيٰ بدر الدرجيٰ آيو.

يتيمن يار، ۽ هيڻن سندو همراهه آنحضرت،
ٺٺو مرسل مديني ۾، سو محبوب خدا آيو.

فقيريءَ منجهه فائق ۽ يتيميءَ ۾ يڪانو سو،
يڪانو گوهر و در يتيم و بي بها آيو.

وساريو جن خدا کي هو، هو موڙيو حق ڪان جن منهن،
رسول هاشمي تن لاءِ رهبر رهنما آيو.

هئا مشتاق جي مومن، رسول الله جي صحبت جا،
انهن لئي هاديءَ حق سيد هردوسرا آيو.

ڏني جنهن لئي خبر موسيٰ ۽ عيسيٰ، سو نبي بر حق،
خلاصو رب جو، خاصو حق جو، ختم الانبيا آيو.

امام امت و عاصين آجهو، آڌار اڙين جي،
شفيع المذنبين، سو شافع روز جزا آيو.

دليون جن جون هيون ڪاريون ۽ جنجا قلب هئا ٽامون،
رسول پاڪ تن لئي پارس آيو، ڪيميا آيو.

مديني ۾ پئي هي ڏوم، هر ڪنهن وات هيءَ وائي،
وٺي پيغام حق جو، صاحب عزو علا آيو.

مديني جي مبارڪ شهر ۾ هن طرح پيو شهرو،
محمد مصطفيٰ آيو، محمد مصطفيٰ آيو.

ڇيو زالن ۽ مڙسن ۽ ننڍن توڙي وڏن هن پر،
محمد حبذا آيو، محمد مرحبا آيو.

خوشيءَ سان ٿي چيو هردم "صغيرا" مومنن اُن وقت،
محمد مصطفيٰ صلوا عليٰ صلوا عليٰ آيو.

جڏهن حضور عليه الصلوات والسلام جن شهر ۾ يثرب جي ڏکڻ پاسي کان داخل ٿي رهيا، تڏهن عام طرح يثرب جو نالو "مدينة النبي" يا "مدينو" سڏجڻ لڳو. انهيءَ ڏينهن شهر ۾ عجب نظارو هو، الاهي نور جو جلوو چوطرف ڏسڻ ۾ ٿي آيو، رب تعاليٰ جي رحمت جو نزول ۽ پلٽ هئي، سندس فضل ۽ ڪرم جي بارش ۽ وسڪار هئي، قرب الاهي جو ڪڪر ڇانو ڪيو بيٺو هو، مطلب ته انهيءَ ڏينهن روحاني عيش ۽ باطني خوشيءَ جو اهڙو ته عالم هو، جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهجي. انهيءَ ڏينهن يهودي ۽ عيسائي به سمجهي ويا ته اڄ حبقوق نبيءَ جي ڪتاب باب ۳ ورس ۳ جو مطلب بيشڪ صاف ۽ ظاهر ٿي ويو ته "الله ڏکڻ کان ۽ اهو جو پاڪ آهي فاران جي جبل کان آيو، انهيءَ جي شان کان آسمان لڪي ويو ۽ زمين انهيءَ جي حمد (تعريف ۽ واکاڻ) کان آباد ٿي." بائيبل جي سيني صحيفن ۾ مڪي جو نالو فاران آهي جهڙيءَ طرح ڪتاب پيدائش جي باب ۲۱ ورس ۲۱ ۾ به حضرت اسماعيل نبيءَ جي ذڪر ۾ مڪي کي فاران ڪوٺيو ويو آهي. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ انهيءَ بابت فرمايو آهي:

الذين آتينا هم الكتاب يعرفو نه كما يعرفون ابناء هم (انهن سڃاڻن ٿا، جڏهن پنهنجي اولاد کي سڃاڻندا آهن يعني پڪ اٿن ته هي آهوئي رسول آهي جنهنجي بشارت حضرت عيسيٰ ڏني ويو آهي.)

## مسجد نبويءَ جي عمارت

ٿورن ڳهڻ ڏينهن کان پوءِ مديني منوره ۾ هڪ مسجد جي ضرورت ڏسڻ ۾ آئي، ڇو ته مسلمان هڪ پاڪ جاءِ ۾ گڏ ٿي الله پاڪ جي عبادت ڪن، سا ڳالهه وڌيڪ مناسب هئي. جا جاءِ مسجد شريف جي جوڙڻ لاءِ پسند ڪئي

وٺي، سا ٻن يتيمن (چورڙن) جي ملڪيت هئي، انهن يتيمن گهڻوئي چيو ته جاءِ جي قيمت اسين نه وٺنداسين، مگر حضور جن عليه الصلوات والسلام بلڪل نه مڃيو، آخر قبيلهٔ بنو النجار وارن عرض ڪيو ته اسين ڦوڙي ڪري جاءِ جي قيمت ڏيون، مگر پاڻ اهو به منظور نه فرمايائون. امينن جاءِ جي قيمت ڏهه پائونڊ (گنيون) يعني ڏيڍ سؤ رپيا ڪٿيا، پاڻ آهي پئسا حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کان وٺي انهن يتيمن کي ڏنائون. پوءِ انهيءَ جاءِ کي سڌو سنئون ڪري مسجد ٺاهيائون. انهيءَ مسجد جي ڊيگهه هڪ سؤ گز هئي. مسجد شريف جي ٺهڻ وقت حضور جن پاڻ پنهنجي سر پنهنجن هٿن مبارڪن سان سرون ۽ پٿر ڍويو پئي ڏنا، انهيءَ وقت زبان مبارڪ سان هيٺين پئي فرمايائون ۽ انصارن ۽ مهاجرن کان تمام راضي ۽ خوش ٿي هي دعائون پئي ڪيائون ته:

اللهم لا عيش الا عيش الاخرت فاغفر الانصار والمهاجره.

(خدايا دنيا جو گذارڻ ڪهڙو آهي؟ گذارڻ آهي ته آخرت جو گذارڻ آهي. تون منهنجا مولا انصارن ۽ مهاجرن کي بخش.)

اصحابن سونهارن گارو ۽ سرون پئي ڍويون ۽ نهايت محبت ۽ جوش سان هئن پئي چيائون:—

لئن قعدنا والرسول يعمل ذاڪ فالعمل المضلل

(رسول الله عليه الصلوات والسلام پاڻ پنهنجي سر ڪم ڪري اسين ويٺا هجون، اها ته وڏي گمراهي ڇئبي.)

مسجد شريف جون ديوارون ڪچين سرن جون ٿي گز مٿاهيون هيون. کجور جي ٿارين ۽ ڙن مان ڇت اڏيل هئي، جا برسات جي وقت وهي ڇڙندي هئي ۽ ساري مسجد گپ ٿي ويندي هئي، مگر خدا جا سچا ۽ بي ريا پانها يعني حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ صحبت ۾ رنگيل اصحاب

سونهارا رضي الله تعاليٰ عنهم (خداوند تعاليٰ انهن کان راضي هجي شال) انهيءَ کپ ۾ بہ پنهنجي مولا، پنهنجي سائينءَ ۽ پنهنجي خالق جي اڳيان دل جي حضور ۽ گهڻي نياز ۽ ادب سان آئين ٿي نماز پڙهندا هئا، جئن خشڪيءَ جي وقت ۾.

## اذان (بانگ) جو مقرر ٿيڻ.

ٻئي سن هجري ۾ اذان (بانگ) مقرر ٿي، جڏهن مسجد شريف تيار ٿي، تڏهن وري اذان جي ضرورت ٿي، چو تہ هڪ مقرر وقت ۾ هڪ خدا کي مڃيندڙ سڀئي سندس عبادت ۽ بندگيءَ لاءِ مسجد ۾ اچي گڏ ٿين، سا ڳالهہ ضروري ۽ مناسب هئي، انهيءَ لاءِ ڪنهن اصحابي چيو تہ ڪا مٿاهين جاءِ تاهي انهيءَ تي نماز جي وقت باه جو مچ ٻارجي تہ ماڻهو انهيءَ کي ڏسي اچي گڏ ٿين. ڪنهن چيو تہ ٻگل وڄائجي تہ ٻڌي اچي گڏ ٿجي. ڪنهن چيو تہ گهنڊ گهڙيال وڄائجن، مگر حضور جن ڪنهن جي بہ صلاح منظور نہ ڪئي ۽ خدائي حڪم ۽ انتظام جا منتظر رهيا. آخر پريان عبدالله بن زيد انصاري رضہ آيو ۽ اچي چيائين تہ مون خواب ۾ هي لفظ ٻڌا آهن جي نماز لاءِ ماڻهن کي گڏ ڪرڻ واسطي چوڻ ۾ پيا اچن، اجا عبدالله انصاري اها ڳالهہ ڪري بس ڪئي تہ پريان حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه بہ آيو، انهيءَ بہ اچي ساڳي طرح خواب جو ذڪر ٻڌايو، جو ڪيس ڏسڻ ۾ آيو هو. حضور جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ انهيءَ نموني کي ڏاڍو پسند ڪيائون، پر تنهن هوندي بہ الله پاڪ جي درگاه ڏي رجوع ۽ توجه ڪيائون. الله پاڪ جي درگاه مان بہ اهڙوئي اشارو ٿيو ۽ اذان انهن مشهور لفظن سان مقرر ٿي، جن سان هاڻي چئبي آهي. مسٽر چيمبر جو هڪ مشهور عيسائي آهي، تنهن پنهنجي ڪتاب انسائيڪلو پيڊيا جي ڇهين جلد ۾ لکيو آهي تہ مسلمانن جي اذان

( بانگ ) جي لذت ۽ مزو مسجد جي ممبر تان ٻ گهڙوئي
ايندو آهي، پر اذان جي وڏيڪ لذت ۽ حيرت جهڙو اثر
رات جي اڪيلي ۽ چپ چاپ وقت ۾ جيڪو معلوم ٿيندو
آهي، سو عجب قسم جو هوندو آهي، انهيءَ عيسائي جيڪي
لکيو آهي، سو واقعي سچ لکيو اٿس، انهيءَ وقت جي لذت
۽ مزو انهن کي معلوم ٿيو هوندو ۽ ٿيندو هوندو، جن
اهو وقت ڏٺو هوندو ۽ ڏسندا هوندا. خيال جي ڳالهه آهي
ته ساري ڏينهن جي محنت ۽ ڊوڙ ڊڪ کان ٿڪجي ٽٽجي،
پکي پکڻ پنهنجن آکيرن ۾ وڃي آرامي ٿيل هجن ۽ زمين
تي هلندڙ جانور ساري ڏينهن جي اٿ ويهه کان بس ڪري
وڃي پنهنجين جاين ۾ ويٺل هجن ۽ ساري دنيا تي سناٽي ۽
ماٺ جي حالت هجي، اهڙي وقت ۾ انسان پنهنجي ننڊ ۽
آرام ڦٽائي، پنهنجي خالق، ۽ مالڪ ۽ آپائڻهار رب پاڪ
جي درگاهه ۾ ٻانهون ٻڌي، ادب ۽ عاجزيءَ سان، لوڙت
۽ نياز سان نماز پڙهڻ لاءِ پنهنجن هم جنس ڀائن کي غفلت
جي ننڊ مان الله اکبر جو مٺو ۽ من موهيندڙ
آواز ڪري اٿاري، سو هڪ عجب قسم جو طريقو آهي، جو
ڪنهن ٻ مذهب ۽ ڌرم ۾ نه ليندو. مجوسين، يهودن ۽
انصارن وٽ باه ٻارڻ، ڪوڏ، بگل، توتاڙا ۽ گهنڊ گهڙيال
وڄائڻ، اهي رسمون هيون، جي عبادتن جي وقت پوريون
ڪندا هئا، مگر اسلام ۾ اذان جي رسم هڪ پاڪ ۽ بي
عيب رسم آهي، جا سڀ ڪو منصف مزاج بي اختيار
پسند ڪندو.

## مسلمانن جي پاڻ ۾ برادري

جڏهن مڪي جا مسلمان ڪافرن جي اهنجن، ايذائن
ظلمن ۽ ستمن جي ڪري ستائجي پنهنجو وطن ڇڏي بيوطن
ٿي مديني ۾ آيا، سڀ لڳ لاڳاپا لاهي رسول الله صلعم

جي لڙهه لڳا ۽ پنهنجي لؤ پنهنجي مولا سان لائي اچي مديني ۾ ويٺا، تڏهن مديني جي مسلمانن (انصارن) به پنهنجي نيڪ ليتيءَ هردل عزيزي، مروت ۽ لحاظ ۾ ڪين گهٽايو ۽ مسافر مهاجر (لڏي آيلن) جي دل وٺڻ ۽ خاطرداري، همدردي ۽ غمساريءَ جا پورا پورا حق بجاءِ آندائون. جڏهن مدني مسلمانن جي سچائي ۽ اخلاق ڏسجن ٿا، تڏهن والله بي اختيار چوڻو ٿو پوي ته صدقي رسول الله صلعم جي پاڪ صحبت جي اثر تان قربان، رسول الله صلعم جي پاڪ تعليم ۽ اخلاق تان قربان، جنهن جي وسيلي اهي مرد اهڙا فيضياب ٿيا، ايترا اخلاق سکيا ۽ پورا پورا انسان بلڪ انسانن مان به باخدا انسان بنجي پيا. مدني مسلمانن ڇا ڪيو؟ جو پنهنجو مال متاع سڀ وراهي اڌ مهاجرن کي ڏنو ۽ اڌ پاڻ رکيو ۽ مهاجرن کي پنهنجو سچو ڀاءُ ڪري سمجهيائون. جنهن الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ انهيءَ بابت ارشاد فرمايو آهي:-

فا صبحتم بنعمته اخوانا و ڪنتم عليٰ شفا حضرت من النار فانقذ ڪم منها.

(اوهين سڀ (اي مسلمانو) خدا جي فضل سان هڪ ٻئي جا ڀائر ٿي پيئو- ۽ اوهين باهه جي کوهه جي مٿان هئا، جنهن مان الله پاڪ بچائي ورتو-)

مسلمانن ۾ پاڪ دين جي ڪري ايتري محبت ۽ سچي برادري وڌي، جو جيڪڏهن ڪو هڪ مسلمان ڪنهن قوم سان وڙهي ڪو انجام ڪري ايندو هو ته سڀ پاڻ کي ٻڌل سمجهندا هئا، يا جيڪڏهن ڪو مسلمان ٻاهر پري پنڌ تي ويندو هو ته سڀ مسلمان انهيءَ جي خير سلامتيءَ لاءِ منتظر رهندا هئا، يا جيڪڏهن ڪنهن مسلمان سان ڪٿي به ڪو ظلم ٿيندو هو ته انهيءَ جي عيوض وٺڻ لاءِ سڀ مسلمان ڪمر ٿي بيهندا هئا، پنهنجي اسلامي قوم جي يتيمن، رنن زالن

۽ علم پڙهندڙن جون گهرجون ۽ ضرورتون پوريون ڪرڻ سڀ ڪو مسلمان پنهنجو فرض سمجهندو هو. انهيءَ اسلامي عام براديءَ کان سواءِ حضرت رسول الله صلعم مهاجرن ۽ انصارن کي نالي به نالي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بڻايو جن مان ڪن اصحابن سونهارن جا برڪت ڀريا نالا تبرڪ لاءِ لکان ٿو:

(۱) * حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ... ۽ علي المرتضيٰ

(۲) ابوبڪر صديق – خارجه بن زيد رض (۳) عمر فاروق رض – عثمان بن مالڪ رض (۴) عثمان ذوالنورين رض اوس بن ثابت رض (۵) جعفر بن ابي طالب رض – معاذ بن جبل رض (۶) ابو عبيده بن جراح رض – سعد بن معاذ رض (۷) عبدالرحمان بن عوف رض – سعد بن ربيع رض (۸) زبير بن العوام رض – سلمه بن سلافه رض (۹) طلحة بن عبدالله رض ڪعب بن مالڪ رض (۱۰) ابوسعيد بن زيد رض – ابي بن ڪعب رض (۱۱) مصعب بن عمير رض – ابو ايوب رض (۱۲) ابو حذيفه بن عتبه رض – عباد بن بشر رض (۱۳) عمار بن ياسر رض – حذيفة بن اليمان رض (۱۴) سلمان فارسي رض – ابوالدرداءِ رض (۱۵) منذر بن عمرو رض – ابوذر غفاري رض†

رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين

(الله پاڪ سڀني کان راضي هجي شال)

---

* هن بابت ابن خلدون، ابن تيميه ۽ ابن القيم جي وڏا محقق هئا، تن لکيو آهي ته رسول الله صلعم مهاجرن ۽ انصارن جي براديءَ ڳنڍي، جي ظاهر ڪري ڀائر نه هئا، مگر پاڻ حضرت علي جا سوٽ ۽ گويا ڀاءُ هئا ٻئي مهاجر به هئا هڪڙو مهاجر ٻيو انصار به نه هو، هي ته مهاجرن جي براد ري انصارن سان هئي، انهيءَ ڪري سندن براد ري حضرت عليءَ سان ڳنڍڻ ثابت نه آهي.

† پهريان نالا مهاجرن جا آهن ۽ ٻيا نالا انصارن جا.

## هجرت جي وقت حضرت پاڪ جي عمر

حضور جن عليه الصلوات والسلام جڏهن مديني شريف ڏي هجرت ڪري روانا ٿيا هئا ته سندن عمر مبارڪ ٥٣ سال هئي. اهڙي پيريءَ ۾ به پاڻ سونهارا قوم جي سڌرڻ ۽ سڌارڻ لاءِ ڏاڍا مشتاق ۽ تڪليفون سهندڙ هئا، قوم اگرچ ڪيترا ئي مٿن ظلم ڪندي هئي، کين ستائيندي هئي، مگر پاڻ نهايت تحمل ۽ بردباريءَ سان سڀ ڪجهه سهي وري به نادان قوم کي سمجهائڻ ۾ پورنتي ڪين پوندا هئا. سندن اهڙيءَ همت جي ڪري الله تعاليٰ به کين الاهي مدد ڏيندو هو ۽ کين هر وقت دلجاءِ موڪليندو هو.

## هجري سن جو بنياد

حضور جن جي هجرت ڪرڻ کان وٺي اسلامي سن جو بنياد شروع ٿيو ۽ هجري سن ليکجڻ ۾ آيو، جو ته اسلام ۾ اهڙو واقعو هجرت جهڙو پيو ڪو ڪونه ٿي گذريو هو، جو غمن ۽ تڪليفن جو خاتمو ۽ اسلامي فتوحات ۽ ترقيءَ جو آغاز هجي، انهيءَ ڪري هجرت وارو واقعو آن لائق هو ته انهيءَ کان ئي وٺي اسلامي سن جو بنياد قائم ڪجي، جو قائم ٿيو. اگرچ مديني ۾ به کين تڪليفون پهتيون ۽ يهودي اڪثر سندن دشمن ٿي پيئا، مگر اهو ڏک به چڱو، جنهن پويان سک هجي. مديني ۾ اچڻ شرط حضور جن جي خدمت پاڪ ۾ سيني مذهبن جا وڏا وڏا عالم ۽ پادري اچڻ لڳا جن مان ڪيترا ته حق کي سچائي مسلمان ٿيا، جهڙو يهودين جو وڏو بزرگ عالم عبدالله بن سلام رضہ، ۽ پارسي قوم جو نيڪ عابد سلمان فارسي رضہ ۽ پيا. پر ڪيترا ته هٿئين دشمن ٿي پيئا. مڪي ۾ هڪڙي ئي مذهب وارا بت پرست ۽ هڪڙي ئي قوم وارا قريش هئا، مگر مديني ۾ گهڻن مذهبن

(ڏرسن) ۽ گهڻن ئي خيالن ۽ قومن وارا ماڻهو هئا جنهن
ڪري ڪن ڳالهين ۾ پاڻ حضور جن کي تڪليف زياده ٿي.

## ايندڙ نبيءَ لاءِ يهودين جو انتظار

مثلاً حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجن امتي يهودين کي
سندس جهڙي شاندار نبي پيدا ٿيڻ جي بشارت ڏني هئي،
[ڏسو ڪتاب استثنا باب ۱۸ ورس ۱۵ – ۱۸ – ۱۹]
يهودي هميشه انهيءَ خيال ۽ انتظار ۾ هوندا هئا ته ضرور
اهو نبي اعظم پيدا ٿيڻو آهي، انهن جي خيال ۾ هئن به هو
ته اهو نئون نبي اسان جي خيالن جي اچي تائيد ڪندو ۽
اسان کي اسان جي دشمن عيسائين تي اچي غالب بڻائيندو.
مگر جڏهن حضور جن عليه الصلوات والسلام مديني ۾ آيا ۽
سندن تشريف آوريءَ جو غلغلو پيو ته ڀرين ڀرين يهودي
ڏاڍا خوش ٿيا ته اهو نبي، جنهن لاءِ حضرت موسيٰ بشارت
ڏني هئي، سو خير سان پيدا ٿيو آهي ۽ هاڻي اسين پنهنجي
نفس جي خواهش پوري ٿيندي ڏسنداسين.

## حضور جن حضرت عيسيٰ مسيح جي طرفداري ڪئي

پر حضور جن عليه الصلوات والسلام جڏهن اسلام جا
اصول ظاهر ڪيا، حضرت عيسيٰ عليه السلام کي به سچو نبي
اچي چيائون ۽ يهودين جي الزام، اهڙي پاڪ رسول تي
مڙهيا هئا، سي اچي مٿانس لاٿائون، ڪيس نبي الله روح الله،
ڪلمة الله جهڙا پاڪ ۽ عاليشان خطاب اچي ڏنائون، جن
يهودين مٿن بيجڙا ۽ ناشائستا الزام ڌريا ٿي، تن کي خود
اچي ملزم ٺهرايائون ۽ جيڪي حق سچ هو آن جي ظاهر
ڪرڻ ۾ ذرو خيال يا دير مدار نه ڪيائون، تڏهن يهودين
جي نفساني خواهش کي سخت ڌڪو آيو ۽ حضرت جن تي
هو احمق ناراض ٿيڻ لڳا.

## ايندڙ نبيءَ لاءِ عيسائن جو انتظار ۽ سندن خودساخته مسئلن کي حضرت جن جو رد ڏيڻ

اهڙيءَ طرح ٻهرين ٻهرين عيسائي به انهيءَ پاڪ ۽ تسلي ڏيندڙ نبيءَ جي اچڻ جا آداسي ۽ منتظر هئا، جنهن بابت حضرت عيسيٰ مسيح عليه السلام خبر ڏني هئي ته مون کان پوءِ هڪ پاڪ رسول اهڙو ته اچڻو آهي، جو دنيا سان هميشه گڏ رهندو، دنيا کي سڀ ڪجهه سيکاريندو، دنيا کي گناهه، سچ ۽ عدالت کان واقف ڪندو ۽ دنيا جون تقصيرون ظاهر فرمائيندو. حضرت عيسيٰ هيئن به فرمايو هو ته هو منهنجي بزرگي ڪندو ۽ او هان کي سچائيءَ جي واٽ ڏسيندو. حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجن حوارين (چيلن) کي انهيءَ پاڪ رسول جي تابعداريءَ جو سخت تاڪيد ڪيو هو (ڏسو يوحنا باب ١٦ ورس ١٣-١٤) مگر عيسائن کي هيءَ به وهم ۽ گمان هو ته آهو پيغمبر سندن پاران يهودين سان اچي وڙهندو ۽ سندن واهيات خيالات ۽ خودساخته مسئلن کي به اچي زور وٺائيندو، جهڙو ته حضرت عيسيٰ کي خدا جو پٽ سمجهڻ، ٽي خدا ڪري مڃڻ، عيسيٰ مسيح جي صليب تي چڙهڻ ڪري عيسائن جي ڏوهن گناهن جو بخشجڻ ۽ ترڪ دنيا ڪري گذارڻ. پوءِ جڏهن حضرت جن آيا ته اچي اسلام جا اصول بيان فرمايائون ۽ عيسائن جي مٿين خودساخته مسئلن کي سخت زور سان رد ڪيائون، تڏهن عيسائي به حضرت جن جا دشمن بڻيا ۽ سنجهائن بيجا طرفداريءَ جي اميد لاٿائون. هن مان صاف ظاهر آهي ته حضرت رسول الله صلعم کي سواءِ حق ظاهر ڪرڻ جي ڪنهن به فرقي يا قوم کي راضي ڪري پنهنجي هٿ ۾ آڻڻ جو ذرو جيترو به خيال نه هو. پاڻ ڪنهن به طرح ڪنهن به قوم جي نفساني خيالن موجب هلي نٿي سگهيا، چاهي هو رنج ٿين، چاهي خوش. مگر خدا جي شان تان

قربان وڃان، اهڙي حال هوندي به حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ تعليم ۾ اهڙو ته اثر بخشو هئائين، جو بي اختيار ماڻهن جي طبيعتن ۾ گهر ڪندو ويو ۽ سوين هزارين خدا جا بندا اسلام جي حلقہ بگوشن وانگي داخل ٿيندا ويا.

## منافقن جو نمونو

جڏهن روزبروز اسلام جي ترقي ٿيندي ڏسڻ ۾ آئي، تڏهن ڪن باطن شرير شخصن پنهنجي من جي مراد پوري ٿيڻ لاءِ هڪ رمز وارو رستو اختيار ڪيو جنهن کي منافقيءَ جو رستو چوندا آهن. مثلاً عبدالله بن ابي بن سلول مديني ۾ اثر ۽ عزت وارو شخص هو، اوس ۽ خزرج قبيلن تي سندس چڱو رعب هو ۽ کيس هميشه اها اميد هوندي هئي ته انهن ٻن زبردست قبيلن جي زور سان ڪنهن ڏينهن آءٌ مديني جو حاڪم ٿيندس. تنهن جو ڏٺو ته انهن ٻنهي قبيلن جا اڪثر چيدا چيدا ماڻهو مسلمان ٿيندا ٿا وڃن تڏهن پاڻ به بدر جي جنگ کان پوءِ ظاهر ۾ مسلمان ٿي پيو. پر جڏهن ڏٺائين ته يهودي حضرت پاڪ جا دشمن ٿي پيا آهن تڏهين يهودين سان يهودين جهڙو ۽ مسلمانن سان مسلمانن جهڙو ٿي گذارڻ لڳو. جڏهن مسلمانن کي ڪو نقصان پهچائڻ جو وجهه ملندو هوس ته ڏينهن وارو ڏنگ هڻي وٺندو هو. اهڙين سخت چالبازين جي اونداهين ۾ به حضرت رسول الله صلعم جهڙي آفتاب عالمتاب جي صداقت جو نور روشني ڏيندو رهيو. سندن پاڪ تعليم ۽ پاڪ صحبت ۽ پاڪ مجلس جو جيڪو اثر انسانن جي دلين تي پوندو هو، تنهنجو آءٌ ڪهڙو ذڪر لکان. سندن سهڻيءَ صحبت ۽ من موهڻيءَ مجلس جي اثر ڪال نادان انسان پنهنجي نفس ۽ شيطان جي چنبي کان اهڙو ته ڇڏي ويندو هو جو وري ڪڏهن به نفس جي هٿ هيٺ نه ايندو هو.

## انصارن جي همدردي مهاجرن سان

مديني جا رهاڪو، جن حضرت رسول صلعم تي سچي دل سان ايمان آندو هو، جن جو لقب انصار (دين حق جا مددگار) هو، سي ڪي وڏا بيڏل ماڻهو يا مالدار ڪين هئا، مگر حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ صحبت جي اثر ڪان دل جا اهڙا ته غني، بي پرواه، بهادر ۽ اسلام ۽ اهل اسلام جا اهڙا ته فدائي ۽ شيدائي ٿي پيا هئا، جو پنهنجن مسلمان ڀائرن تان جان ۽ مال قربان ڪرڻ پنهنجو ايماني فرض ڄاڻندا هئا. جڏهن ڪو مسلمان مڪي جو رهاڪو، دشمنن جي اگهاڙين ترارين ڪان جان بچائي، آجو بڪيو مديني ۾ اچي نڪرندو هو ته مدني مسلمانن (انصارن) مان سڀ ڪو ائين پيو گهرندو هو ته مسافر مومن مون وٽ اچي رهي. آخرڪار ڪُڻا وجهندا هئا پوءِ جنهن جي نالي نڪرندو هو، سو خوشيءَ ڪان ڪپڙن ۾ نٿي ڪين ماپندو هو ۽ ڏاڍي هيج ۽ خوشيءَ سان پنهنجي گهر وٺي ويندو هو ۽ وڃڻ شرط مال متاع، ٻڪري ٻپڙ، جاءِ جڳهه، ڏوڪڙ پئسي، ڍور ڍڳي، زر زمين، مطلب ته جيڪي به گهر ۾ هوندو هو تنهن مان اڌ ورهائي پنهنجي مسافر ۽ ستايل ڀاءُ کي ڏيندو هو. تنهن ڪان سواءِ به هر قسم جي خدمت ڪندو هو ۽ خدا جا شڪرانا ۽ ٿورا مڃيندو هو ته الله تعاليٰ دين جي هڪ ڀاءُ کي مندس حصيدار ڪيو. سبحان الله!

## اسن عام جو عهدنامو ۽ مديني جي جدا جدا مذهب وارن جو گڏجي حضرت رسول الله صلعم جي برڪت سان هڪ قوم ٿيڻ ۽ سيڪنهن کي مذهبي آزادي ملڻ

اسين مٿي لکي چڪا آهيون ته مديني ۾ گهڻين ذاتين ۽ گهڻن مذهبن جا ماڻهو رهندا هئا، يهودين جو ته گهڻو

زور هو ۽ پنهنجا پنهنجا قلعا هئن، جي ڏاڍا مضبوط هئا. حضرت رسول الله صلعم فقط عابد نبي ۽ زاهد رسول ڪين هئا، نڪي ماڻهن کي دنيا کي ترڪ ڪرڻ سيکارڻ آيا هئا، پر الله تعاليٰ ڪين دين ۽ دنيا ٻنهي جي اصلاح (سداري) جو اُستاد ۽ معلم ڪري دنيا ۾ موڪليو هو ۽ ڪين رب تعاليٰ عقل ڪل عطا ڪيو هو، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جي انهيءَ ذات بموجب حضور جن عليه الصلوات والسلام خيال ڪيو ته هي گهڻن ذاتين ۽ ڌرمن وارا مديني ۾ رهن ٿا ۽ سڀ ڪنهن جو پنهنجو مذهب ۽ پنهنجو مٿو آهي ڪو ڪنهن جي جان جي خبر ڪانه ٿو وٺي، مسڪينن ۽ هيٺن جي حمايت ڪي ڪانه ٿي ٿئي، سا ڳالهه چڱي نه آهي. انهيءَ ڪري حضور جن عليه الصلوات والسلام سڀني قومن جو هڪ ٻئي سان همراه ۽ هڪ ٻئي جو همدرد ٿي هلڻ ضروري سمجهو ۽ ذاتين جي اختلاف کي مٽائي هڪ قوميت قائم ڪرڻ مناسب ۽ واجب سمجهي، جو ته قوميت انسانيت جو هڪ رڪن اعظم آهي. انهيءَ ڪري حضور جن عليه الصلوات والسلام هجرت جي پهرئين ئي سال جيڪو ٻهريون وڏو ڪم ڪيو، سو اهو ئي ڪيو جو سڀني قومن کي سمجهائين ۽ نصيحتن سان سمجهايائون ۽ سڀني قومن جي وچ ۾ هڪ عهدنامو ڪري چڏڻ سڀني کان قبول ڪرايائون. سڀني قومن جا سردار ۽ ٻريا مرڙس سندن انهيءَ رٿ تي راضي ٿيا ۽ پاڻ هيٺيون مضمون وارو *عهدنامو لکارايائون.

(١) هذا كتاب من محمد النبي (صلي الله عليه وسلم) بين المومنين والمسلمين من قريش و يثرب و من تبعهم فلحق بهم و جاهد معهم (٢) انهم اُمت واحدت (٣) وان يهود بني عوف اُمت مع المومنين (٤) وان بينهم

*ساري عهدنامه لکڻ جي بدران ضروري اڪرا لکڻ ڪافي سمجهيا ويا.

النصر علي من حارب اهل هذه الصحيفة (٥) وان بينهم النصح و النصيحة والبر دون الاثم (٦) وان اليهود ينفقون مع المومنين مادا محاربين (٧) وان بطانة يهود كانفسهم (٨) وانه لم يا ثم امرء بحليفه (٩) وان النصر للمظلوم (١٠) وان يثرب حرام جوفها لاهل هذه الصحيفة (١١) وان الجار كالنفس غير مضار ولا آثم (١٢) وانه ماكان بين اهل هذه الصحيفة من حدث او اشتجار يخاف فساده فان مرده الي الله عزوجل والي محمد رسول الله.

(هي نوشتو خدا جي نبي محمد (صلعم) جي طرفان آهي، مسلمانن جي درميان، جي قريش آهن يا يثرب جا رهاڪو ۽ (هي عهدنامو) انهن سان بہ آهي، جي مسلمانن سان مليل ۽ جهاد ۾ ساڻن شامل آهن. تہ (اج ڪان ولي) اهي سڀ پاڻ ۾ هڪ قوم آهن ۽ بني عوف جا يهودي بہ مسلمانن سان گڏجي هڪ قوم آهن ۽ جيڪو هن عهدنامي ۾ داخل قومن سان جنگ ڪندو تہ مسلمانن تي لازم آهي انهن قومن جي مدد ڪرڻ - مسلمانن جي هلت چلت انهن قومن سان خيرخواهي ۽ فائدي پهچائڻ جي رهندي نہ نقصان پهچائڻ ۽ گناه جي. جنگي خرچ وغيره ۾ يهودي مسلمانن سان شامل رهندا، جيسين جنگ جاري هوندي. يهودين جي دوست ۽ لڳ لاڳاپي وارين قومن جا حق بہ يهودين جهڙا شمار ۾ ايندا. مظلوم (ستايل) سان ضرور مدد ڪبي. هن عهدنامي وارن تي مديني ۾ جنگ يا خونريزي ڪرڻ حرام آهي. پاڙي وارا بہ هن عهدنامي ۾ داخل قومن جهڙا سمجهبا، جن ڪي بہ ڪو نقصان نہ پهچڻ گهرجي. هن عهدنامي وارين قومن ۾ جيڪڏهن ڪو جهڳڙو يا

نئي ڳالهه پيدا ٿي پئي، جنهن مان فساد جو امڪان هجي ته پوءِ انهيءَ جو فيصلو الله ۽ الله جي رسول تي ڇڏڻ گهرجي.)

هن عهد نامي تي مديني ۾ رهندڙ سڀني قومن جا دستخط ٿي ويا. ۽ تنهن کان پوءِ حضور جن عليه الصلوات والسلام ٻهراڙيءَ جي قومن کي به شامل ڪرڻ گهريو، جنهن مان به وڏا فائدا ٿيا. هڪ عرب جي قومن ۽ قبيلن ۾ جيڪي خونريزيون ٿينديون هيون ۽ الله جي زمين انسانن جي رت سان رنڱبي هئي، تنهن جي بندش ٿي وئي. ٻيو ته هن کان پوءِ مديني جي قومن کي مڪي جا مشرڪ مسلمانن جي برخلاف ڪري نه سگهندا.

## حضور جن (صلعم) جو امن عام لاءِ ٻهراڙيءَ ۾ گشت ڪرڻ

پوءِ پاڻ آنهي ئي سال مديني ۽ مڪي جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ "ودان" تائين روانا ٿيا ۽ بني حمزت بن بڪر بن عوف کي هن عهدنامي ۾ شامل ڪيائون ۽ عمرو بن مخشي الضمري به (جو هڪ وڏو سردار هو) ان تي دستخط ڪئي. اهڙيءَ طرح هجرت جي ٻئي سال ربيع الاول ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام رضوي جي طرف به روانا ٿيا ۽ ڪوهه بواط جي رهاڪن کي وڃي شامل ڪيائون. وري انهي ئي سال مهيني جمادي الآخر ۾ حضور جن صلعم ذي العشيرت نالي هڪ ڳوٺ ڏي روانا ٿيا (اهو ڳوٺ مديني ۽ ينبوع جي وچ تي آهي) اتي وڃي پاڻ بنو مدلج وارن کان عهد وٺي خير سان مديني شريف موٽيا. اهو ڪم حضور جن اهڙو ڪيو جو انصاف وارا بي اختيار چوندا ته بيشڪ حضرت رسول الله صلعم رحمت العالمين (جهانن جي رحمت) ٿي

دنيا ۾ آيا هئا، پاڻ جنگ ۽ تلوار هلائڻ جا سخت مخالف هئا ۽ دنيا ۾ صلح ۽ امن قائم ڪرڻ لاءِ آيا هئا.

## قريشن جو مديني تي حملي ڪرڻ جو خيال

قريشن جو حضور جن عليه الصلوات والسلام ۽ مومنن سان ايمان آڻڻ ۽ اسلام مڃڻ ڪري اهڙو ته اچي ضد ٿيو، جو مڪي ۾ ته ڪين تڪليف پهچايائون، پر پاڻ سونهارا وطن ڇڏي بي وطن ٿيا ته به پليدن پچر نه ڇڏي.

## قريشن جي هڪڙي شرارت

آخر چا ڪيائون، جو عبدالله بن ابي ۽ آنهيءَ جي رفيقن ۽ ساٿين کي (جي اجا اوس ۽ خزرج جي قبيلن مان بت پرست رهيل هئا) لکي موڪليائون ته توهان اسان وٽان ايذاهين آيل هڪڙي شخص کي پناه ڏني آهي، سا ڳالهه چڱي نه آهي. جيڪڏهن آنهيءَ کي وڙهي، ماري ڪڍي نه ڇڏيندئو ته اسان پاڻ به قسم ڪنيو آهي ته اسين توهان تي چڙهائي ڪنداسين، اوهان جي ننڍن نيڻن کي کهنداسين ۽ عورتن کي هٿ ڪنداسين. انهيءَ خط پهچندي شرط ابن ابي ۽ سندس ساٿين حضور جن عليه الصلوات والسلام سان جنگ جوٽڻ جو خيال پڪو ڪيو.

## حضور جن صلعم جي تقرير

حضور جن عليه الصلوات والسلام کي اها خبر پهچي وئي، پاڻ انهن جي وچ ۾ ويهي هڪ زبردست تقرير ڪيائون ۽ فرمايائون ته ڏسو اوهان سان قريشن سخت چالبازي ڪئي آهي، جيڪڏهن اوهين هنن جي لکئي موجب مسلمانن سان وڙهندئو ته پنهنجو نقصان پاڻ ڪندئو چو ته اوهين جن پنهنجن آنهن پٽن ۽ ڀائن، مٽن ۽ مائٽن سان وڙهندئو، جي

مسلمان ٿيل آهن ۽ جيڪڏهن هنن جي ڳالهه نه مڃي ۽ هو ڪاهي آيا ۽ اُنهن سان جنگ ٿي ته ڏارين سان جنگ ڪرڻي پوندي. انهيءَ تقرير جو اُنهن تي چڱو اثر پيو ۽ سڀ ماٺ ڪري هليا ويا.

## قريشن جي ٻي شرارت

جڏهن ڏٺائون ته انهيءَ شرارت سان ڪجهه ٿيڻ ڪونه نڪتو، تڏهن وري اندرئي اندر يثرب جي يهودين سان جوڙجڪ ڪرڻ لڳا ۽ ڪجهيءَ طرح اُنهن کي پاڻ سان ٺاهيائون. جڏهن ڪي ٿين ته هاڻي اسين شير آهيون، تڏهن مسلمانن کي چوائي موڪليائون ته اوهين نه سمجهجو ته مڪي مان اوهين بچي آيا آهيو، سو اسين ڪو سک سهڻ ڏينداسون، اسين آتي ۽ اوهان کي نه ڇڏينداسين.

## قريشن جي مسلمانن تي پهرين ڪاهه

انهيءَ نيابي ڪان پوءِ ڪجهه ڪونس ٺٺائي ۽ شروع ڪيائون، مهيني ربيع الاول سنه ٢ هجري ۾ مڪي جي قريشن مان ڪرز بن جابر فهري نالي هڪ شخص يثرب جي پرسان اچي شهر وارن جو جيڪو مال ٻاهر جهنگ ۾ پئي گهميو ۽ چنو، سو چورائي ڪاهي هليو ويو. اتفاق سان ڪنهن ڏٺس ئي ڪونه، ڇو مديني وارن کي پنهنجي ڏاڍ مڙسي ڏيکاري ويو.

## ابوجهل جي شرارت

وري ماه رمضان سنه ٢ هجريءَ ۾ ابوجهل مڪي ۾ مشهور ڪيو ته اسان جو قافلو، جو روڪڙ ۽ مال اسباب سان پريل آهي ۽ شام ملڪ ڪان اچي پيو، تنهن بابت مسلمانن ٻڌي ڪري لٽڻ جي صلاح ڪئي آهي. انهيءَ هل

آثارڻ مان سندس نيت هيءَ هئي ته جن ساٿين جو مال انهيءَ واپار ۾ لڳل هو ۽ جن جا مائٽ انهيءَ قافلي ۾ هئا ۽ جيڪي اڳيئي مسلمانن سان ڪاوڙيل هئا، سي سيئي گڏجي سڏجي مسلمانن سان وڙهن ۽ جنگ جي تياري ڪن، آخر ٿيو به ائين.

## قريشن جو لشڪر

هڪ هزار قريشي بهادر، ست سؤ اُٺن ۽ ٽي سؤ گهوڙن جي سواريءَ سان ابوجهل جنگ لاءِ وٺي هليو. خدا جي قدرت جنهن قافلي جي لٽجڻ جو بهانو ڪيو هئائين. سو قافلو به خير سلامتيءَ سان مڪي ۾ پهچي ويو، مگر ابوجهل تنهن هوندي به موٽيو ڪين، لشڪر سميت مديني ڏي وڌندو ويو. مسلمانن کي به پڪ ٿي ته هي هاڻي اسان کي سک سهڻ نه ڏيندا. حضور جن عليه الصلوات والسلام اصحابن سان صلاح مصلحت ڪئي، مهاجرن ڪين دلجاءِ جهڙو جواب ڏنو. پاڻ وري ٻئي دفعي به پڇيائون، مهاجرن وري به خاطري جهڙو جواب ڏنو، پاڻ وري به ٽئي دفعي پڇيائون، اتي انصارن سمجهو ته حضور جن اسان جي جواب جا منتظر آهن.

## انصارن جي صداقت

سعد بن معاذ عرض ڪيو ته يا حضرت! شايد حضور جن انصارن کي اهڙيءَ مهل مدد ڪرڻ کان ڳنڍل سمجهو آهي ڇا؟ آءٌ سيني انصارن جي پاران عرض ڪريان ٿو ته اسان جو مال ۽ جان حضور جن تان صدقي ۽ قربان آهي، حضور جن جنهن سان ڳنڍين، جنهن کان ڇنن، اسين هر طرح حاضر ۽ پڌل آهيون، اسان جي مال مان جيڪي حضور جن کي وٺي، سو حضور جن کڻن ۽ جيڪي وٺي، سو ڇڏين. پر خير جي ڪم لاءِ حضور جن جيترو جهجهو ڪندا، اسين

آنهيءَ ۾ گهڻو خوش ٿيندا سين. اسين حضور جن جي حڪم جا تابع آهيون، جيڪڏهن حضور جن اسان کي غمران جي چشمي تائين وڃڻ جو حڪم ڏيندا ته اوستائين ٻه هليا ويندا سين، جيڪڏهن سمنڊ جي تري ۾ وڃڻ واسطي اشارو ڪندا ته ٻه ڪين مڙنداسين.

مقداد اصحابي چيو ته حضور! اسين حضرت موسيٰ جي قوم جهڙا ڪين آهيون، جو چونداسين ته ”تون ۽ تنهنجو رب ٻئي وڃي جنگ ڪريو اسين ته هتي ويٺا آهيون“ اسين حضور جن جي ساڄي ۽ کاٻي ٻنهي پاسي جنگ لاءِ تيار آهيون.

مسلمان اڳي سنيريل ڪين هئا. نه ڪو جنگ جو خيال ئي هئن، پر تنهن هوندي به آهي مهاجر ۽ انصار جي ميدان ۾ وڃڻ جهڙا هئا، سي سڀئي گڏجي ٽي سؤ تيره ڄڻا ٿيا ۽ دشمنن جي دفع لاءِ نڪتا.

## مسلمانن کي اڃا جنگ جي اجازت نه هئي

مگر مسلمانن کي اڃا جنگ جي موڪل ڪانه هئي، ڇو ته اسلام کي جنگ سان ڪو لاڳاپو ڪونهي، اسلام جي معنيٰ ئي آهي صلح سان گذارڻ، اهوئي سبب آهي، جو مسلمانن پنهنجو وطن ۽ پنهنجون ملڪيتون ڇڏڻ قبول ڪيون، حبش ۽ مديني ڏي لڏي ويا، مگر جنگ ڪرڻ پسند نه ڪيائون. البت هن وقت اهڙو حال اچي بڻيو، جو دشمنن جي چڙهائي روڪڻ ۽ آنهن جي مقابلي لاءِ اٿڻ لاچار ٿيو. جيڪڏهن مسلمان ساڪ ڪري هٿ هٿ تي رکي ويهي رهن ها ته ڪرڙن وانگي ڪسجي وڃن ها ۽ توحيد جي آواز بلند ڪرڻ وارن سان دنيا ۾ هڪ به نه لڀي ها. پوڻن ٽن سالن جي تڪليفن ڏسڻ کان پوءِ جنهن لاچار ڪان حضرت مسيح عليه السلام هي حڪم ڏنو هو ته ڪپڙن لٽن ۽ ڏوڪڙن پيسن جي بدران به ”هٿيار خريد ڪريو ۽ هٿيارن سان رهو“

(ڏسو متي باب ٢٧) انهيءَ لاچار سبحان الله پاڪ مسلمانن جي حال تي رحم فرمائي سڄا چوڏهن سال ظلمن ۽ ايذائن سهڻ کان پوءِ ڪين دشمنن جي مقابلي ۾ جنگ جي اجازت ڏني. قران پاڪ ۾ انهيءَ بابت هيٺيون حڪم آيو:

اذن للذين يقاتلون بانهم ظلموا وان الله علىٰ نصرهم لقدير. الذين اخرجوا من ديارهم بغير حق الا ان يقولوا ربنا الله ولو لا دفع الله الناس بعضهم لهدمت صوامع و بيع و صلوات و مساجد يذكر فيها اسم الله كثيرا.
(سورت حج رڪوع ٦)

(جن تي ظالمن جا ظلم ٿين ٿا ۽ هو انهن کي دفعي ڪرڻ لاءِ جنگ ڪرڻ گهرن ٿا، تن کي موڪل ڏجي ٿي ۽ الله تعالىٰ آنهن (مظلومن) جي مدد تي قادر آهي. اهي ويچارا ناحق پنهنجي وطن مان لوڏيا ويا، رڳو هن ڪري، جو هو چون ٿا ته اسان جو رب هڪ الله آهي، جيڪڏهن الله تعالىٰ ڪن (ظالمن) کي ڪن (حق وارن) جي هٿان دفعي نه ڪري ها ته هوند ضرور عيسائين جون گرجائون، يهودين جون عبادت گاهون، بت پرستن (مورتي پوڄارين) جا ٺڪاڻا ۽ مسلمانن جون پاڪ مسجدون، جن ۾ الله پاڪ جو ذڪر گهڻو ٿيندو آهي، اهي سڀ ڊاهيون ڊوڙيون وڃن ها.)

الله پاڪ هن آيت شريف ۾ صاف صاف فرمايو آهي ته جيڪڏهن ظالمن کي مظلومن جي هٿان دفعي ڪرڻ جي طاقت ۽ اجازت نه ڏني ها ته هوند وڏي خرابي ٿي پوي ها، آزادي ملڪ مان نڪري وڃي ها، ڪنهن به مذهب ۽ ڌرم وارا آزاد نه رهي سگهن ها. هن مان هي به معلوم ٿيو ته الله پاڪ جي اها مرضي نه آهي ته، هرو ڀرو اسلام زبردستيءَ مان وڌي، نه! نه!! بلڪ سڀ ڪنهن کي آزادي هجي،

وعظ ۽ سمجھاڻيون دليل ۽ دلائل پيش ڪبا رهجن، انهن جي وسيلي اسلام وڌائجي، سو ٺيو ته ائين. اها ڳالهه هرگز ثابت نه آهي ته مسلمانن ڪنهن کي يا ڪن کي به مسلمان ڪرڻ لاءِ ترار هٿ ۾ ڪٿين، بلڪل نه. هان جيڪي ظالم مسلمانن تي ڪاهي ايندا هئا، تن کي انهن غريب مسلمانن جي هٿان ٿي خدا دفعي ڪندو هو ۽ انهيءَ ڪري ٿي دفعي ڪرڻ جو حڪم ڏنو هئائين. اهو حڪم قانون قدرت ۽ عقل جي بلڪل مطابق ۽ موافق هو ۽ آهي.

## اسلام ۽ رسول الله صلعم جي صداقت جو دليل

هي به حيرت جهڙي ڳالهه آهي ۽ اسلام ۽ حضرت رسول الله صلعم جي سچائي ۽ حقانيت جو وڏو دليل آهي ته مڪي وارن جي چڙهائيءَ سببان مسلمانن نه فقط پنهنجو نقصان سمجهي، پنهنجي جان بچائڻ جو غم ڪيو ۽ الله پاڪ نه فقط مسلمانن کي ٿي پنهنجي جان بچائڻ جيتري جنگ ڪرڻ جو حڪم ڏنو، بلڪ آهي قومون، جي عهدنامي ۾ مسلمانن سان شامل هيون ۽ آهي، جي ڪمزور هيون، تن سڀني جي بچائڻ ۽ انهن جي ٽڪاڻن ۽ عبادت گاهن جي حفاظت ڪرڻ جي اول اول ڳڻتي ڪئي وئي. جئن ته آيت شريف ۾ ٻهرين ٻهرين پين مذهبن وارن جي عبادت گاهن جا نالا ڳڻي، پوءِ مسلماني مسجدن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ههڙو انصاف ۽ ههڙي سچائي ڪنهن به مذهب ۾ لهڻ بلڪل مشڪل آهي.

## اعتراض ڪندڙ جي شبهي جو رد

بعضي نا منصف ۽ نادان چوندا آهن ته جيسين مسلمان ڪمزور ۽ مقابلي ڪرڻ ڪان اڻ سگها هئا، تيسين محمد (عليه الصلوات والسلام) انهن کي جنگ جو حڪم ڪو نه ڏنو، پر جڏهن طاقت وارا ٿيا ۽ دين پائي وڌيا، تڏهن

جنگ جو حڪم مليو. انهن نادانن لاءِ هيترو جواب ئي ڪافي آهي ته جنهن وقت مسلمانن کي جنگ جي اجازت ملي ۽ دشمنن جي مقابلي ۽ دفعي ڪرڻ جو حڪم مليو، تنهن وقت به مسلمانن جي طاقت جو اهو حال هو، جو هوڏانهن دشمنن جو شمار هڪ هزار بهادر جنگي، ست سؤ اٺ ۽ ٻي سؤ گهوڙا هئا، ته هيڏانهن مسلمانن جي لشڪر جو تعداد ٽي سؤ تيرهن مومن ۽ ٻه گهوڙا ۽ ست اٺ هئا. هن مان انصاف وارن کي صاف معلوم ٿيندو ته مسلمان اڃا به ظاهري حالت جي ڪري دشمنن جي مقابلي ۾ بلڪل ڪمزور هئا، مگر الله تعاليٰ جي مدد، ايمان جي مضبوطي، خداوند تعاليٰ تي پڪو ڀروسو، همت ۽ توڪل، اهي شيون بيشڪ اهڙيون هيون، جن جي هوندي ظاهري طاقت جي ڪا ضرورت ڪانه هئي ۽ اهي تراريون ظاهري تراربن کان صد بار وڌيڪ ڪارائتيون ۽ تکيون هيون، جن جي ئي زور تي مسلمان هر وقت فتح مند ٿيندا رهيا.

## مسلمانن تي قريشن جي ٻي ڪاهه يا بدر جي جنگ

سن هجري جي ٻئي سال، مهيني رمضان شريف ۾، خدا جو پاڪ نبي مديني جي سيني قومن کي قريشن جي ٻي سبب ڪاهه کان بچائڻ لاءِ ٽي سؤ تيرهن چٽا ايماندار، جانباز، جن مان سٺ کان وڌيڪ مهاجر ۽ ٻه سؤ چاليهن کان وڌيڪ انصار هئا، پاڻ سان وٺي مديني مان نڪتو. انهيءَ لشڪر سان فقط ٻه گهوڙا ۽ ست اٺ هئا. جڏهن حضور جن عليه الصلوات والسلام مديني کان ٻاهر بدر نالي هڪ جاءِ ۾ پهتا، تڏهن آئي ڏٺائون ته مڪي وارن جو لشڪر سندن لشڪر کان ٽيڻو ۽ تمام گهڻي ساز سامان سان لٿو پيو آهي. جنگ کان هڪ ڏينهن اڳي حضور جن عليه الصلوات والسلام جنگ جو ميدان پنهنجي نظر مان ڪڍيو.

## اسلام جي دشمنن جي قتل جي پيشن گوئي

آتي الله تعاليٰ جي ٻڌائڻ سان ٻڌايائون ته سڀاڻي انشاء الله تعاليٰ فلاڻو دشمن هتي ۽ فلاڻو دشمن هتي قتل ٿيندو، يعني اسلام جي دشمنن جي قتل جون جايون پاڻ اڳواٽ ئي مقرر ڪري ٻڌايائون، ڇو ته کين پنهنجي مولا سائين تي ڀورو ڀروسو هو ته ضرور هو مظلومن جي مدد ڪندو ۽ حق کي باطل تي غالب ڪندو، ٻوءِ مولا سائين ٻه کين اڳواٽ ئي دلجاءِ لاءِ سڀ ڪجهه ٻڌايو. آخر رمضان شريف جي ١٧ تاريخ جمع جي ڏينهن حق ۽ باطل جي وچ ۾ جنگ لڳي يعني مسلمانن سان لڙائي ٿي. جنگ کان اڳي حضور جن عليه الصلوات والسلام نوڙت ۽ نياز، زاري ۽ عاجزي سان درگاه الاهي مان دعا گهري ته اي منهنجا مولا! جيڪڏهن ڪافرن کي مسلمانن تي غالب ڪيئي ۽ مسلمانن کي ڪافرن جي هٿان مارايئي ته پوءِ توحيد جو سبق سيکاريندڙ، تنهنجو نالو پاڪ هر وقت ياد ڪندڙ ۽ توڏي سائهن کي ڇڪي آڻيندڙ هڪڙو به دنيا ۾ ڪونه رهندو. اهڙيءَ طرح ٻين پاڪ دل مسلمانن به رب تعاليٰ جي درگاه مان دعائون گهريون.

## جنگ بدر ۾ مسلمانن جي عاليشان فتح

اهي دعائون ۽ پاڪ پيغمبر جون التجائون ٻڌي، الله پاڪ جي رحمت جو درياه جوش ۾ آيو، حق تي سر ڏيندڙ کي مدد الاهيءَ پنهنجي پاڪر ۾ ورتي، پنهنجي پناه جي پاڇي ۾ وهاريو، ٿهر خدائيءَ جي ٻاهه ڀڙڪڻ لڳي ۽ حق کي ميٽيندڙن ۽ اسلام جي دشمنن جي مٿان اچي ڪڙڪي. انهن ئي ضعيف ۽ بي ثمر مسلمانن هٿان، بهادري ۽ پهلوانيءَ جي نشي ۾ مغرور ڪافرن کي شڪست نصيب ٿي، انهن جا ستر پهلوان قيد ۽ ستر پهلوان قتل ٿيا، انهن

سيني ظالمن جو ھريو مڙس ابو جھل بہ آتي ئي مئو، جنھن ايذو ڪنڪ بي گناه مسلمانن تي چاڙھيو ھو. جيڪي چوڏھن سردار دارالندوه نالي ھڪ جاءِ ۾ حضرت رسول الله صلعم جي قتل ڪرڻ جي صلاح لاءِ ڪٺا ٿيا ھئا، تن مان ٻہ يارھن ڄڻا انھيءَ جنگ ۾، جا بي سبب ويچارن صابر شاڪر مسلمانن سان جوڙي ھئائون، قتل ٿيا ۽ باقي جيڪي ٽي ڄڻا بچا، تن ڪي اسلامي حقانيت ۽ خدائي رحمانيت نہ ڇڏيو جي آخر مسلمان ٿي پيا. انھن مان جيڪي ڳرا ڳرا دشمن قيد ٿيا ھئا، تن ڪي جنگ جي قاعدي موجب انھيءَ ڪري تہ ھنن بيگناه غريبن سان جنگ جوڙي ھئي، واجب تہ ائين ھو جو قتل ڪري ڇڏجي ھا تہ ٻين طاقتن تي رعب وھي ھا. مگر الله رحيم جي رحم دل رسول ۽ رب العالمين جي رحمت العالمين نبيءَ ڪجھہ جرمانو وٺي گھڻن ڪي ڇڏي ڏنو، باقي جيڪي لکي پڙھي ڄاڻندا ھئا، تن ڪي ڪجھہ وقت انصارن جي فرزندن کي لکڻ پڙھہ سيکارڻ واسطي ڪٽي مقرر ڪيائون.

## جنگ بدر ۾ معجزو

اھائي بدر جي جنگ آھي، جنھن ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم مٽيءَ جي فقط ھڪ مٺ ڀري، دشمنن جي لشڪر ۾ آڇلائي ھئي، جا سيني جي اکين ۾ وڃي پئي ۽ سيني جي اکين کي اھڙو تہ خراب ڪري ڇڏيائين، جو سيئي انڌا ۽ اونڌا ٿي پيا.

## قيدين سان مسلمانن جو سلوڪ

جيڪي قيدي ٿيا ھئا، تن بابت حضور جن عليه الصلوات والسلام سيني مسلمانن کي حڪم ڏنو ھو تہ جيسين اوھان وٽ قيد ۾ ھجن، تيسين اوھين انھن دشمن قيدين جي عزت ڪريو، انھن جي زبونيءَ تي خوش نہ ٿيو ۽ انھن جي

حال تي رحم کاٺو. حضور جن عليه الصلوات والسلام جي حڪم موجب مسلمانن اهڙي ته تعميل ڪئي، جو عقل حيران آهي. ڪيترا قيدي ته مسلمانن جون اهي فضيلتون ۽ اخلاق ڏسي مسلمان ٿي پيا ۽ ڪيترا وري عمر تائين شڪرگذار رهيا ۽ ڳائيندا وتيا. انهن قيدين مان هڪڙي قيديءَ جو قول آهي ته خدا مديني وارن کي شال خوش ۽ آباد رکي، جن اسان کي وهٽن تي سوار ڪيو ۽ پاڻ پيادا هليا، اسان کي ڪڻڪ جي ماني کارايائون ۽ پاڻ کارڪون کائي گذران ڪيائون. هي فتح سڀ الله پاڪ جي مدد ۽ عنايت جي سببان ٿي، نه ته مسلمانن جو ظاهري حال جيڪو هو سو مٿي لکي آيا آهيون. انهيءَ بابت الله تعاليٰ فرمايو آهي:-

ولقد نصرکم الله ببدر و انتم اذلة فاتقوا الله لعلکم تشکرون. (سورت ال عمران رکوع ١٣)

(تحقيق الله تعاليٰ بدر جي جنگ ۾ اوهان کي فتح مند ڪيو ۽ اوهين انهيءَ وقت ڪمزور هئا، پوءِ الله پاڪ کان ڊڄو ته من اوهين سندس شڪرگذار ٿيو.)

## قريشن جي ٿي شرارت ۽ حضور جن صلعم جي قتل جي تياري

وري بدر جي جنگ کان پوءِ جلد ئي صفوان بن اميه (جنهنجو پيءُ بدر ۾ قتل ٿيو هو) ۽ عمير بن وهب (جنهن جو پٽ اجا مسلمانن وٽ قيد هو) اهي ٻئي ڄڻا رڻ پٽ ۾ ٻاهر وڃي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي برخلاف صلاحون ڪرڻ ۽ رئڻ رئڻ لڳا. اتي عمير چوڻ لڳو ته مون تي جيڪڏهن قرض نه هجي ها ۽

عيال جي ڳڻتي نہ هجيم ها تہ آءٌ پاڻ مديني ۾ وڃي محمد (عليہ الصلوات والسلام) کي قتل ڪري اچان ها، صفوان چيس انهن ٻنهي ڳالهين کان تون ڇٽين آءٌ ٻنهي ڳالهين جو بار پاڻ تي کڻان ٿو، عمير چيو تہ چڱو پر هيءَ ڳالهہ ڪنهن کي نہ ٻڌائجانءِ. عمير سهيو سنبريو ۽ پنهنجي تـرار تـکي ڪري انهيءَ تي زهر چاڙهيائين ۽ مڪي مان روانو ٿيو. آخر هڪليندي هڪليندي، عمير مديني پهتو ۽ وڃي مسجد نبويءَ وٽ اٺ هشايائين، حضرت عمر فاروق، جو پريان ڏٺس، سو سڃاتائينس ۽ دل ۾ سمجهائين تہ هي شيطان ضرور ڪنهن بڇڙي ارادي سان آيو آهي، جهٽ پٽ وڃي حضور جن عليہ الصلوات والسلام جي خدمت ۾ عرض ڪيائين تہ عمير بن وهب هٿيارن سان آيو آهي. حضور جن عليہ الصلوات والسلام فرمايو تہ ڇڏيوس تہ مون وٽ اچي. امير عمر ترار ڦري ورتس ۽ گردن مان وٺي گهليندو حضرت جن وٽ وٺي ٿي آيس تہ حضور جن عليہ الصلوات والسلام فرمايو عمر ڇڏي ڏينس: عمير کي چيائون تہ هليو آءُ. عمير اڳيرو هلي سلام ڪيو. حضور جن پڇيس تہ ڪهڙي خبر ڪيئن آيو آهين؟ چوڻ لڳو تہ بدر جي جنگ ۾ منهنجو پٽ ٻڌو اٿم تہ گرفتار ٿيل آهي، انهيءَ جي خبر چار وٺڻ آيو آهيان. حضور جن فرمايس پوءِ هي ترار ڇو ڪنڌين اٿئي؟ عمير چيو هي هڪڙي ترار ڪهڙي ڪم جي آهي؟ اسان جي هيتريون تراريون بہ اوهان کي ڇا ڪيو؟ حضور جن عليہ الصلوات والسلام وري بہ فرمايو تہ تون سچي ڳالهہ ڪر! عمير وري بہ ساڳيو جواب ڏيڻ لڳو، حضور جن فرمايس تہ هو جو صفوان ۽ تون ٻئي ٻاهر گڏجي صلاح ڪري اٿيا ۽ صفوان تنهنجو قرض ۽ ٻارن ٻچن جي سنڀال پاڻ تي کنئي، سو ڇا هو؟ اوهين تہ منهنجي قتل لاءِ صلاحون ڪريو ٿا، پر اها ڪا خبر اٿو يا نہ؟ تہ منهنجو خدا منهنجو حافظ ۽ نگهبان آهي.

## عمير جو مسلمان ٿيڻ

عمير جا ته وڻ ئي وڃي ويا ۽ حيران ٿي ويو، چوڻ لڳو ته بي اختيار منهنجي دل مڃي ٿي ته تحقيق تون خدا جو رسول ۽ الله جو نبي آهين، تنهنجن ہين ڳالهين کان، يا رسول الله انڪار ڪرڻ سولو آهي، پر هن ڳالھ، کان آءٌ ڪيئن انڪار ڪريان جا مون ۽ صفوان کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به معلوم نه هئي. آءٌ الله پاڪ جا شڪرانا بجاءِ آڻيان ٿو، جنهن اڄ مون کي اسلام ڏي هدايت ڪئي آهي. ائين چئي حب ۽ چاھ سان ڪلمو پاڪ ”لا اله الا الله محمد رسول الله پڙهيائين ۽ مسلمان ٿيو. حضور جن عليه الصلوات والسلام اصحابن کي فرمايو ته وڃو وڃي پنهنجي ڀاءُ کي دين سيکاريو، قرآن ڪريم ياد ڪرايوس ۽ سندس پٽ کي قيد مان هيئر جو هيئر آزاد ڪريو. عمير عرض ڪيو يا حضرت مون کي موڪل ملي ته آءٌ مڪي ۾ واپس وڃي اسلام جي منادي ڪريان، منهنجي دل ۾ اچي ٿو ته جيئن مون مسلمانن کي ستايو ۽ تڪليفون ڏنيون، تئن بت پرستن کي به ڪجھ وقت ڏسان. هيڏانهن عمير اسلام قبول ڪيو، هوڏانهن صفوان قريشن سان ٺٽاڪون پئي هنيون ته ڏسجو ته ٻن چئن ڏينهن ۾ ڪهڙا نا گل ٽڙن، اميد ته اوهين بدر جا ڏک وساري ڇڏيندئو، مگر جڏهن صفوان کي خبر پيئي ته عمير مسلمان ٿي ويو آهي ته صفوان سڙي خاڪ ٿي ويو ۽ قسم کنيائين ته جيتر جيئرو هوندس تيتر عمير سان ڪڏهن ڪين ڳالهائيندس ۽ ٻولهائيندس ۽ نڪي ڪيس ڪو فائدو پهچڻ ڏيندس. عمير ايمان ۽ اسلام جي عاليشان نعمت وٺي ڏاڍي خوشيءَ سان موٽي مڪي ۾ پهتو ۽ پهچڻ شرط اسلام جي منادي ڪرڻ لڳو، سنديس منادي ۾ اهڙو ته اثر هو، جو ڪيترائي اسلام جا دشمن اسلام جا خادم ٿي پيا، پر خود اهو صفوان به، جو حضور جن عليه الصلوات والسلام جو سخت جاني دشمن

هو، سو ته هجرت جي ٽئين سنه ۾ مسلمان ٿيو. هي سڀ اسلام جي اڻ گس اثر جو نتيجو آهي، جو دشمنن کي به پنهنجو تابع ۽ مطيع ڪري ڇڏيائين.

## قريشن جي ٽين مختصر ڪاهه يا جنگ قرقرت الڪدر.

بدر جي جنگ ۾ مڪي جي ڪافرن کي ضعيف مسلمانن ڪان جا شڪست ملي، تنهن هنن کي حيران ته ڪري ڇڏيو هو، پر انهيءَ ڪري چڙ ۽ غصو به ڏاڍو وڌي ويو هون، جنهن ڪري مسلمانن سان دشمني به زياده ٿي هين. ابوسفيان ته قسم کنيو هو ته تيسين وهنجندس ئي ڪين، جيسين مسلمانن ڪان عيوض نه وٺندس. نيٺ ابوسفيان ٻه سؤ (٢٠٠) سوار پاڻ سان وٺي مڪي مان نڪتو، جڏهن هٺندي هٺندي مديني جي ٻاهران رسيا، تڏهن پنهنجي لشڪر جي رسالي کي شهر جي ٻاهران وهاري پاڻ انڌاري رات ۾ شهر ۾ گهڙي ويو. شهر ۾ سلام بن مشڪم يهودي گڏيس ٻنهي پاڻ ۾ سڄي رات رهاڻ ڪئي ۽ ڏاڍو شراب پيتائون ۽ پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪيائون ته ڇا ڪجي؟ پر سلام بن مشڪم چيس ته هي وقت مقابلي جو نه آهي، بهتر صلاح آهي ته موٽي وڃ. ابوسفيان راتو واهه شهر مان نڪري مسلمانن جون ڦلدار ڪجون ساڙيندو ٻاريندو هڪڙي مسلمان ۽ انهيءَ جي هڪڙي ساٿيءَ کي قتل ڪندو مڪي موٽي هليو ويو. مسلمانن کي جا پئي خبر، سي پٺيان پويان ۽ قرقرت الڪدر نالي هڪ جاءِ تائين پٺيان ويس، پوءِ ڇڏي ڏنائونس؛ انهيءَ ڪري انهيءَ مختصر ڪاهه جو نالو قرقوت الڪدر مشهور ٿيو.

## قريشن جي چوٿين ڪاهه يا جنگ اُحد

مڪي جي قريشن کي جڏهن جڏهن شڪست نصيب ٿي ٿي، تڏهن تڏهن دشمني ۽ عداوت ۾ زور پوندا ٿي ويا. وري

ايندڙ سال ۾ دشمنيءَ جي جوش اهڙو ته بيتاب ڪري وڌن، جو وڏي بندوبست سان جنگ جي تياري ڪرڻ لڳا. عام طرح چندا ڇيرا ڪيائون، شام جي واپار مان پنجاهه هزار مثقال سون يعني اٽڪل ٽيهه هزار گنيون ۽ هڪ هزار اٺ به جنگ جي انتظام لاءِ تيار ڪيائون. مطلب ته ڪل پنج هزار بهادر جن مان ٽي هزار اٺ سوار، ٻه سؤ گهوڙي سوار ۽ ست سؤ زره پوش ۽ باقي پيادا هئا، سي ڏاڍي ڪرفر سان غريب ۽ بيگناه مسلمانن سان جنگ ڪرڻ لاءِ مديني ڏي روانا ٿيا، جن جو سپه سالار ابوسفيان هو، جو ته ابوجهل جي مرڻ ڪري مڪي جو پوليٽيڪل سردار ابوسفيان ٿي ٿاڪيو ويٺو هو. حضرت جن عليه الصلوات والسلام جڏهن اها خبر ٻڌي ته مڪي جو لشڪر غريبن تي ڪاهيو ٿو اچي تڏهن لاچار انهن ڪان غريبن کي بچائڻ لاءِ پڻ پچائڻ لڳا. سندن اهو خيال هو ته مديني ۾ ويهي رهون، جڏهن ڪافر ڪاهي اچن، تڏهن اُتي مقابلو ڪجي. مگر ٻين اصحابن عرض ڪيو ته شهر جي ٻاهران آحد نالي ڳاڙهي جبل تي ويهي مقابلو ڪجي ته چڱو. جو اهو جبل شهر کان چار ڪوهه پري آهي. آخر جڏهن گهڻن جي صلاح ٿي، تڏهن قاعدي موجب پاڻ به ائين ئي ڪرڻ منظور ڪيائون. مسلمان جملي هڪ هزار آحد جبل تي وڃي گڏ ٿيا، تن مان به اهڙي تنگ وقت ۾ عبدالله بن ابي سلول پنهنجا ٽي سؤ ماڻهو موٽائي وٺي ويو، باقي وڃي ويچارا مسلمان ست سؤ رهيا، جن کي پنجن هزار بهادرن، جوشيلن ۽ اسباب وارن سان مقابلو ڪرڻو پيو. مگر واهه ڙي ايمان وارن نيڪ ۽ ثابت قدم مسلمانن جي همت! جن ايڏي ساري لشڪر سان اهڙيءَ طرح ته مقابلو ڪيو، جو دشمن جون واڻيون ٿي ولليون ڪري ڇڏيائون. ابوسفيان ته لشڪر ڦٽو ڪري وٺي ڀڳو ۽ سچا ٻارهن مشهور جنگي جوان

علم بردار مارجي وين، جن مان اٺ ته فقط حضرت عليءَ جي ترار جو ئي لقمو ٿيا. البت تيرانداز مسلمانن کان هڪ چڪ ضرور ٿي وئي، جو جنهن هنڌ کين حضرت جن بيهاريو هو، تنهن هنڌان مڙي وڃي ٻئي هنڌ بيٺا، جنهن ڪري دشمن وجهه وٺي ٻيهر ڦري چوڌاري مسلمانن کي وڪوڙي ويا، انهيءَ ڪري مسلمانن کي سخت نقصان رسيو، سڄا سارا ستر صحابي سونهارا شهيد ٿيا ۽ اسلامي لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو. هن مان نصيحت وٺڻ گهرجي ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم جي ٿورو ئي برخلافي ڪرڻ وڏي نقصان پرائڻ جو سبب آهي. انهيءَ وقت اهڙو ته سخت حال اچي ٿيو، جو اسلام جي ايتري لشڪر مان ٻارهن ڄڻا ابوبڪر، عمر، علي، عبدالرحمان بن عوف، سعد بن وقاص، طلحه بن عبدالله، زبير بن عوام، ابو عبيده بن جراح وغيره رضي الله تعاليٰ عنهم خود حضرت پاڪ وٽ ۽ ستر اصحاب سونهارا جنگ جي ميدان ۾ وڃي بچيا. دشمنن الله پاڪ جي پاڪ نبيءَ تي پٿر اڇلايا، جن مان ابن قميه نالي هڪڙي شخص جي پٿر سان حضرت رسول الله صلعم جي مبارڪ پيشاني ڦٽجي پئي، ابن شهاب جي پٿر سان حضرت جن جي ٻانهن زخمي ٿي پئي ۽ عتبه جي پٿر سان الله جي نبي پاڪ جا چار ڏند مبارڪ ڀڄي پيا. دشمنن جي ايترن پٿرن لڳڻ ۽ ٻين تڪليفن جي ڪري حضور عليه الصلوات والسلام جن جو اهڙو ته حال ٿيو، جو پاڻ سونهارا ساڻا ٿي هڪڙيءَ غار ۾ وڃي ڪري پيا ۽ مشهور ٿي ويو ته حضرت عليه الصلوات والسلام جن شهيد ٿي ويا. اها خبر وڏندي وڏندي وڃي مديني تائين پهتي، جتان ڪيتريون غيرت مند مسلمان عورتون ڀڄنديون آيون، جن ۾ بيبي فاطمه زهرا ۽ عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنهما به هيون.

## بيبيءَ فاطمہ زهرا ۽ عائشہ رضہ جي همت جنگ جيءَ ميدان ۾

بيبي خاتون جنت رضہ پنهنجي پاڪ پيءُ يعني حضرت رسول الله صلعم جا زخم اچي ڌوتا، پيشانيءَ جو رت جهلڻ نہ پيو ڏئي تنهن ۾ ھن جو تڏو ساڙي وڌائين، حضرت علي مرتضيٰ رضہ پنهنجي ڍال ۾ زخمن ڌوئڻ لاءِ پاڻي ڀري پئي آندو، بيبي عائشہ صديقہ رضہ ۽ بيبي ام سلمہ رضہ ساندارا پاڻيءَ جا ڀري، لشڪر مان زخمي ٿيلن کي پئي پيارو۔ هن جنگ ۾ مسلمانن جا جيڪي نقصان ٿيا، سي بلڪل گهٽا هئا، پر وڏو نقصان هي ٿيو، جو مصعب بن عمير جهڙو اسلام جو فدائي، جو مديني ۾ اسلام جو معلم ٿي آيو هو ۽ جنهن جي وعظ مان آوس ۽ خزرج جا يڪا قبيلا مسلمان ٿيا هئا، سو بہ هن جنگ ۾ شهيد ٿي ويو۔ سندن بيوي حمنہ بنت جحش نالي هئي، انهيءَ ڏينهن انهيءَ ويچاريءَ جو ڀاءُ ۽ مامون بہ شهيد ٿيا هئا۔ ٻنهي ڀائرن ڀاءُ جي مرڻ جي خبر مليس، چيائين تہ انالله وانا اليه راجعون ۽ ڀاءُ جي حق ۾ دعا ڪيائين۔

## عورت جي دل ۾ پنهنجي مڙس جي عزت ۽ سچي محبت

پوءِ ڪيس پنهنجي مڙس جي خبر پئي تہ شهيد ٿيو آهي، اها خبر ٻڌندي شرط بي اختيار دانهن ڪري پئي، حضور جن عليہ الصلوات والسلام سندس اهو حال ڏسي فرمائڻ لڳا تہ ڏسو تہ هن نيڪ عورت جي دل ۾ مڙس جي ڪيتري نہ محبت آهي۔

## حضرت مصعب شهيد رضہ جو جنازو ۽ اڻ پورو ڪفن

انهيءَ وقت مصعب رضہ جي جنازي کي ڍڪڻ لاءِ هڪ سنهڙي چادر مٿس ڪفن طور وڌي وئي، مگر مصعب

شهيد جا پير بنا ڪفن اگهاڙائي اگهاڙا رهجي ويا، جن تي گاهه وجهي پورت ڪئي وئي. سبحان الله!

## رسول الله جي چاچي حضرت حمزه رض جي شهادت

انهيءَ ئي جنگ ۾ حضرت رسول الله صلعم جن جو چاچو سڳورو حضرت حمزه رض به، جنهن کي "اسد الله و رسوله" (خدا ۽ رسول جو شينهن) سڏيندا هئا، شهيد ٿي ويو. دشمنن حمزه شهيد رض جا عضوا ڪاٽي، ٽڪر ٽڪر ڪري، مسلمانن جي دلين کي سخت صدمو رسايو. جنگ کان پوءِ بيبي صفيه رض حضرت زبير رض جي ماءُ پنهنجي ڀاءُ حضرت حمزه رض جو لاشو ڏسڻ آئي، جنهن کي زبير پريان ئي جهليو. بيبي صفيه رض فرمايو ته هانو مون کي معلوم آهي ته منهنجي ڀاءُ جو لاشو بگاڙيو ۽ بي عزت ڪيو ويو آهي، مگر حق تي مرڻ ۽ پرزا پرزا ٿي پوڻ اسان جو فخر ۽ مرڪ آهي، پٽ! آءٌ نڪي روئنديس ۽ نڪي واڪا ڪنديس، رڳو دعا پڙهي موٽنديس.

## جنگ اُحد ۾ انس بن نضر رض جي همت ۽ جوش اسلامي

انهيءَ ئي جنگ ۾ انس بن نضر رض ڏٺو ته ڪيترا بهادر مسلمان هٿيار رکيو مايوس ڪيو غمگين ويٺا آهن، پڇيائين ته ڪهڙو حال آهي؟ چيائون ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن شهيد ٿي ويا آهن. انس نهايت جوش سان چيو:

"موتو علي ما مات عليه رسول الله"

(او هين به انهيءَ ئي حق لاءِ سر ڏيو، جنهن لاءِ رسول الله صلعم ڏنو آهي.)

دوستو! هاڻي وري جيئرو رهي ڇا ڪبو؟ اهڙيءَ حياتيءَ کان موت بهتر آهي. ائين چئي وڏي جوش سان دشمنن تي حملو ڪيائين ۽ گهڻن کي سڌيائين، آخر سڄا (٧٠) زخم کائي پاڻ به شهيد ٿيو.

## سعد بن ربيع جو شهيد ٿيڻ ۽ شهادت جي وقت رسول الله صلعم ڏي سندس سلام ۽ قوم ڏي آخرين پيغام

انهيءَ ئي جنگ ۾ سعد بن ربيع به شهيد ٿيو، جو حضرت رسول الله صلعم جو هڪ سچو عاشق اصحابي هو. جنگ پوري ٿيڻ کان پوءِ حضور جن عليه الصلوات والسلام سندس ڳولا ڪرائي ۽ پنهنجي ماڻهو موڪليا، هڪڙي ماڻهوءَ کيس وڃي ڏٺو ته، زخمن کان چور ٿيو پيو آهي ۽ پويان پساه وڃي بچيا اٿس، مگر اڃا ٿورو ڳالهائي سگهيو ٿي. انهيءَ شخص پڇيس ته ڪهڙو حال آهي؟ سعد چيو ته مڙئي خير آهي، آءٌ هينئر مران ٿو، جڏهن منهنجي مولا سان وڃي ملان ٿو مگر مهرباني ڪري منهنجا سلام حضور جن عليه الصلوات والسلام جي عزت واري خدمت ۾ عرض ڪري هئن چئجانئن ته الله پاڪ شال اوهان کي قوم لاءِ اهڙين تڪليفن جو ايترو گهڻو اجر ڏئي، جو ڪنهن به ٻئي نبيءَ کي اُمت کان تڪليفن ڏسڻ بابت اڳي نه مليو هجي ۽ قوم کي منهنجي پاران چئجانئن ته جيسين تائين اوهان جي هڪ اک چپيندڙ اوهان ۾ هجي يعني ٿورو گهڻو سريءَ ۾ ساه هجيوَ، تيسين تائين جيڪڏهن ڪو به دشمن رسول الله صلعم تائين پهچي ويو ته، خدا جي حضور ۾ اوهان جو ڪو عذر هلي نه سگهندو.

## شهيدن جي يتيم اولاد سان حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي شفقت

هڪڙو اصحابي سونهارو چوي ٿو تہ آءٌ حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي سندن گهر ملڻ ويس تہ سندن ڇاتيءَ تي هڪڙي ننڍڙي ڇوڪري ويٺل ڏٺم، جنهن کي ٻانهن هر هر چميون پئي ڏنائون ۽ بار بار پيار پئي ڪيائون، مون پڇو تہ هي ڪير ڇوڪري آهي؟ فرمايائون تہ هي ننڍڙي نياڻي سعد بن ربيع جي آهي، آهو مون کان وڌو ۽ خدا وٽ وڏيڪ پلو آهي، قيامت جي ڏينهن حضرت رسول الله صلعم جي چوڪيدارن ۾ شمار ٿيندو.

## عمارت بن زياد جي شهادت ۽ حضرت رسول الله صلعم جي محبت جو نمونو

ساڳي انهيءَ جنگ ۾ عمارت بن زياد رضہ بہ شهيد ٿيو هو جنهن عاشق مرد مرڻ جي مهل پنهنجا ڳل رسول الله صلعم جي قدمن سان لائي لائي، گويا سندن قدمن تان قربان ٿي ساه ڏنو.

## اصحابن جي پهلواني، بهادري ۽ همت جو نمونو

ابودجانه رضہ، حنظلہ رضہ (جنهن کي ملائڪن جو ڏواريل ۽ وهنجياريل سڏيو ويندو هو) طلحة رضہ، علي المرتضيٰ رضہ، انهن ۽ اهڙن ٻين اصحابن سڀورن جيڪا همت جنگ ۾ ڏيکاري هئي، سا حيرت جهڙي هئي. مثال لاءِ حضرت طلحة رضي الله تعاليٰ عنه حضرت پاڪ وٽ بيهي پنهنجي هٿ کي سپر (ڍال) وانگي ڪم آندو ۽ جيڪو تير حضرت جن جي طرف آيو ٿي، تنهن کي پنهنجي هٿ سان روڪيائين ٿي، جنهن ڪري آهو هٿ ئي سڄو ڪيرو ٿي پيو هوس.

## قبيلہ بنو دينار جي هڪ عورت جي همت ۽ ايماني ڪماليت.

قبيلي بنو دينار جي هڪ عورت هئي، جنهن جو پيءُ، ڀاءُ ۽ مڙس انهيءَ جنگ ۾ شهيد ٿيا هئا، جڏهن ماڻهن کيس پيءُ، ڀاءُ ۽ مڙس جي خبر ٻڌائي، تڏهن چوڻ لڳي ته مون کي منهنجي مولا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آلہ وسلم جي خبر ٻڌايو! تڏهن چيائونس ته الله جي مهرباني ۽ حفاظت سان حضور جن صحيح سلامت آهن. چيائين ته مون کي خود پاڻ سونهارا ڏيکاريو، جڏهن پريان حضور جن عليه الصلوات والسلام جي منهن مبارڪ تي نظر پيس تڏهن چوڻ لڳي:

ڪل مصيبۃ بعدڪ جلل

(تو ڪان پوءِ (اي حضرت) سڀ ڪا مصيبت سهي سگهبي.)

## حضور جن جي عام رحمت ۽ پاڇهہ ظالمن لاءِ هدايت جي دعا

حضور جن عليه الصلوات والسلام کي جڏهن ظالم ڪافرن جي هٿائون سخت تڪليفون رسيون، سندن چنڊ جهڙو چهرو مبارڪ زخمي ٿيو ۽ ڏند مبارڪ شهيد ٿيا، تڏهن اصحابن تنگ ٿي سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته يا حضرت! اوهين انهن ظالم مشرڪن جي حق ۾ بد دعا ڪريو ته ڏاڍو چڱو، پاڻ فرمايائون ته نه! بلڪل نه!!

"اني لم ابعث لعانا و لڪن بعثت داعيا و رحمۃ اللهم اهد قومي. فانهم لايعلمون.

(آءٌ ماڻهن تي لعنت وجهڻ يا بد دعا ڪرڻ لاءِ ڪونہ موڪليو ويو آهيان، پر مون کي موڪليو ويو آهي ته آءٌ ماڻهن کي پنهنجي مولا ڏي سڏيان

۽ ماڻهن لاءِ رحمت هجان، اي منهنجا مولا تون منهنجي قوم کي ڪا سٺين مت ڏي، ڇو ته اهي مون کي نٿا سڃاڻن.)

## ڪافرن جي چوٿين شرارت اسلام جي ڏهن مشنرين (واعظن) جو مارجڻ

اُحد جي جنگ کان پوءِ ويچارن مسلمانن کي شرير ڪافرن، جن جن نمونن سان تڪليفون پهچايون، سي بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. چوٿين سن هجري ۾ قريشن جا ڪيو جو قوم عضل ۽ قاره مان ست جڻا مڪار ٽولي مديني شريف ڏي روانا ڪياڻون، جن حضور جن عليه الصلوات والسلام جي خدمت ۾ وڃي، بيان ڪيو اسان جا قبيلا مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار آهن، ڪي اهڙا مسلمان اسان سان گڏ جي هلن، جي اسلام جي تعليم چڱي طرح ڏئي سگهن. حضور جن عليه الصلوات والسلام سچا ڏهه اصحاب سونهارا انهن سان گڏ ڏنا، جن جو سردار حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو نانو حضرت عاصم بن ثابت رضه هو، جڏهن اهي اصحاب سونهارا ڪافرن جي حد ۾ پهتا، تڏهن انهن جا سچا ٻه سؤ پهلوان جوان آيا، جي خاص انهيءَ ڪم لاءِ تيار ڪيا ويا هئا. ايندي شرط ڪوشش ڪيائون ته اصحابن کي جيئرو ئي ڪٺي گرفتار ڪن، مگر اصحابن ٻه جيئرو گرفتار ٿيڻ پنهنجي شان ۽ همت جي برخلاف سمجهو، تن خوب مقابلو ڪيو، جن مان اٺ جڻا ته شهيد ٿيا ۽ ٻه بزرگوار هڪ خبيب بن عدي رضه ۽ ٻيو زيد بن دثنه رضه گرفتار ٿي پيا، جن کي سفيان هزلي مڪي ۾ وڃي ٻانهو ڪري وڪڻي آيو. مڪي وارن چا ڪيو جو انهن غريبن ۽ ستايلن کي حارث جي گهر ۾ ڪيترا ڏينهن اُجو ۽ بکيو ڪٺي قيد ۾ وڌو، جتي ويچارن اُج ۽ بک جي عذاب هوندي پنهنجي ٻالڻهار ٻاجهاري الله

کي نہ وساريو ۽ کيس هر وقت ياد ڪندا رهيا ۽ اهڙي حالت ۾ بہ اسلام جي اخلاق کي هٿان نہ ڇڏيائون.

## اصحابن جا اسلامي اخلاق

هڪڙي ڏينهن حارث جو پٽ (جنهن جي گهر ۾ مظلوم اصحاب قيد هئا) تکي ڇريءَ سان راند ڪندو خبيب بن عدي رضي الله تعاليٰ عنه وٽ اچي بيٺو، حضرت خبيب ڇاڪيو جو ڇوڪري کي جوٽ تي وهاري، آهستي آهستي ڇري ڇڏائي ڪٽي ٻري ڦٽي ڪئي. ڇوڪري جي ماءُ جي جا اوچتي نظر پيئي، تنهن وٽي رڙ ڪئي، سمجهائين تہ متان هي اڄو ۽ ٻکيو قيدي منهنجي پٽ کي هٿي ماري نہ وجهي. اتي حضرت خبيب رض چيو تہ هي ويچاري مائي شايد سمجهي تي تہ آءٌ ڇوڪر کي ماريندس، مگر اها خبر ڪانهيس تہ مسلمانن جو ڪم کوٽ ۽ دغا نہ آهي ۽ نہ ڪڏهن هو ڪنهن بہ بي قصور تي هٿ آلاريندا آهن، ظالم انهيءَ هوندي بہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ويچارن بي گناه اصحابن کي صليب (سوري) هيٺان وٺي آيا ۽ چوڻ لڳن تہ جيڪڏهن توهين اسلام ڇڏيو تہ اسين بہ توهان کي ڇڏي ڏيون. انهي اصحابن وڏي همت سان جواب ڏنو تہ اسلام ڇڏڻ کان پوءِ هي جسم ۽ جان ڪهڙي ڪم جا؟ اتي ظالم چيو تہ پلا هينئر جيڪي گهرڻو هجيو، سو گهرو، سوري تيار آهي. خبيب رض چيو مون کي ٻچاڙيءَ ۾ پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي عبادت جون ٻہ رڪعتون پڙهڻ ڇڏيو ۽ ايتري فرصت ڏيوم. حضرت خبيب رض جهٽ پٽ ٻہ رڪعتون نماز جون پڙهي ورتيون ۽ چوڻ لڳو تہ مون جهٽ پٽ نماز پوري ڪئي تہ متان ظالم چون تہ موت کان ننائي ۽ ڪسڻ کان ڪيهائي ٿو. بي رحم ظالمن انهي خدا جي پيارن، حق جي عاشقن، حضرت رسول الله صلعم جي محبن ۽ اُمت محمديءَ جي محبوبن

کي آتي جو آتي صليب (سوريءَ) تي چاڙهي نيزه اندازن کي حڪم ڏنو ته نيزن سان انهن جي جسم کي چير ۽ چوڪون ڏين، هاءِ! الله اڪبر!! ويچارن اسلام جي فدائن ڪجهه آف به نه ڪئي، اها سوريءَ جي سرڪڻ هنن پنهنجي گلي ۾ هڪ قيمتي زيور ۽ هار سمجهو، اهو نيزن جون چوڪون هنن جي لاءِ آرام ڏيندڙ هيون. سبحان الله!

"صحابن سونهارن کي ڪنو ڪفارن،
شربت شهادت جو پيتو پيارن،
سوريءَ چڙهي سر ڏنو خوش ٿي سونهارن،
جي انهيءَ ريت مرن، تن مٿو چئوم ڪڏهين."

هنن کي رباني دين تي ايتري ته استقامت هئي، رسول الله صلعم جي مقدس تعليم جو اهڙو ته هنن جي پاڪ دلين ۾ اثر هو ۽ پنهنجي مولا جي اهڙي ته محبت من ۾ ويٺل هين، جو ظالمن جيڪي جيڪي سائن ظلم ٿي ڪيا ۽ ڪافرن جيڪي جيڪي سائن ڪلور ٿي وهايا، سي سڀ سهي ٿي ويا ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي مولا جي خوشنودي ۽ رضا جو عيوض سڀ کان وڌيڪ پيارو ۽ مطلوب ٿي سمجهائون.

## حضرت رسول الله صلعم جي سچي محبت انهيءَ کي چئجي

هڪ ڏل جو ڪلور ظالم حضرت خبيب رضہ جي جگر ۾ خنجر هڻي پڇڻ لڳس ته چئو هالي ته دل ۾ چوندو هوندين ته آءٌ ڇٽان ۽ محمد (عليه الصلوات والسلام) ڦاسي ته پلي ڦاسي. خبيب ڏاڍي جوش سان جواب ڏنس ته اڙي ظالم! منهنجي دل هيئنر به هيئن گهري ٿي ته منهنجو سر وڃي ته صدقي ٿئي، حضرت رسول ڪريم عليه الصلوات والسلام جي پير مبارڪ ۾ رکو ڪنڊو به شل نه لڳي. جڏهن هن جوانن جي جوان شيرمرد کي سوريءَ هيٺ وٺي

آيا هئا، تڏهن اتي بيهي جيڪي شعر چيا ائس، سي پڙهي حيرت وٺيو ٿي وڃي، جن جو مطلب هي آهي ته ”آءٌ بيگناه هتي آندو ويو آهيان، منهنجي چوڌاري منهنجي دشمنن جا ميلا لڳي ويا آهن ۽ هشام ماڻهو اچي بيٺا آهن، ويندي زالون ۽ ٻار به سڏايا ويا آهن ته تماشو ڏسن، مون کي سوريءَ هيٺ وٺي ڇهو وڃي ٿو ته ورِي ڪافر ٿي، نه! نه!! سر وڃي ته فڪر نه آهي، مون کي ڪفر هرگز قبول نه آهي. آءٌ روئان برابر ٿو، اکين مان لڙڪ بيشڪ ڳڙن ٿا، پر نه بي‌صبري جي ڪري (بلڪ پياري رسول الله صلعم جي فراق جي ڪري) آءٌ دشمنن جي آڏو ڪڏهن به سر نه جهڪائيندس ۽ نڪي رڙيون ڪري روئندس (يعني اهو بزدلن جو ڪم آهي نه بهادرن جو) آءٌ سمجهان ٿو ته هينئر آءٌ پنهنجي مولا سائينءَ ڏي وڃان ٿو، موت کان ڊپ ڪونهيم. مرندس ته آخر به، مگر ڊپ اٿم دوزخ جي ساڙيندڙ باهه جو، ڏک اٿم ته هن ڳالهه جو ته عرش عظيم جي مالڪ کي مون کان ڪجهه خدمت وٺڻي هئي جا مون کان نه ورتي وئي، مون کي صبر بابت حڪم ڏنل آهي، ظالم منهنجو گوشت قيمو ڪرڻ شروع ڪيو آهي، جنهن ڪري خدمت گذاري واري اميد پوري نه ٿيم، آءٌ پنهنجي هيڻائيءَ، بيڪسيءَ ۽ مظلوميءَ جي دانهن پنهنجي رب جي اڳيان ڪريان ٿو، اسلام تي مران ٿو، اهائي خوشي بس اٿم، ڪيئن مران ٿو تنهن جي پرواه ڪانهيم، جيڪڏهن رب گهريو ۽ مون کي اميد به اهائي آهي ته منهنجي گوشت جي ٽڪرن ۾ برڪت پوندي.“ پڇاڙيءَ ۾ هي لفظ چئي ٽپ ڏئي سوريءَ تي وڃي سوار ٿيو:

اللهم بلغنا رسالت رسولک فبلغه مايصنع بنا

(اى منهنجا مولا اسان تنهنجي رسول پاڪ جو پيغام

هنن کي پهچايو، هاڻي جيڪي اسان سان هلت ٿيئي ٿي، سا تون پنهنجي رسول کي پڌاءِ.)

"صبا وڃي سپرين کي ڏجهَن سوين سلام،
عاشق آن جا عشق ۾ قائم تا قيام،
صابر شاڪر سي رهن، خان ٿين نه خام،
پيئندا جنت جام، هيئان حبيبن جي."

سعيد بن عامر اصحابي رضي الله تعاليٰ عنه جو حضرت اميرالمومنين عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي زماني ۾ ڪنهن ملڪ تي گورنر به هو، سو ڪڏهن ڪڏهن اوچتو بيهوش ٿي ڪري پوندو هو، هڪڙي ڏينهن امير عمر رضه انهيءَ جو سبب پڇيس، چيائين ته مون کي نه مرض آهي، نه بيماري مگر جڏهن خبيب رضه کي سوريءَ تي چاڙهيائون ٿي ته آءٌ به انهيءَ وقت بيٺو هوس، ظالمن جا ظلم ۽ خبيب رضه جون ڳالهيون ٿيون ياد پونم ته دل کي ڌڪ ٿي وڃي ٿي وڃي ۽ بيهوش ٿيو ٿو پوان.

## ڪافرن جي هڪ ٻي به شرارت ۽ اسلام جي ستر مشنرين (سيڪاريندڙن) جو ڪسجڻ

ابو براء عامر به اهڙوئي فريب ڪيو، حضور جن جي خدمت ۾ آيو ۽ اچي عرض ڪيائين ته نجد جي ملڪ لاءِ ڪجهه مشنري (واعظ) مون سان گڏي ڏيو، منهنجو ڀائٽيو نجد جو رئيس آهي، او هان جي اصحابن جي حفاظت اسان جي ذمي آهي، حضور جن محض اسلام جي اشاعت جي خاطر ڪوبه خيال نه ڪري منذر بن عمرو انصاري جي هٿ هيٺ قابل قابل اصحابي سونهارا سچا سارا ستر (٧٠) چٽا چونڊي روانا ڪيا، جڏهن اسلام جا منادي بيرمعونه نالي هڪ منزل ۾ رسيا، جا منزل بني عامر جي حد ۾ هئي ته آتاهرن حضرت جن عليه الصلوات والسلام جو خط مبارڪ ابن ملحان کي ڏئي

عامر بن طفيل حاڪم وٽ موڪليائونس. جڏهن آتي پهتو تڏهن حاڪم جي اشاري موجب جبار بن سلميٰ نالي هڪڙي شخص ويچاري ابن ملحان رض جي پٺ ۾ جو نيزو هنيو سو ڇاتيءَ مان آرو پار اچي نڪتس مگر ابن ملحان جي وات مان زمين تي ڪرڻ مهل هي لفظ نڪتا.

فزت ورب الڪعبه.

(پنهنجي مراد کي رسيس، قسم ڪعبي جي رب جو.)

”فائز تيس في الحال آن، پنهنجي من مراد،
وڃان ٿو تن يارن ڏي جن ڪيو سون کي ياد،
شڪر ڪريان الله جو، آهيان خورم شاد،
مون تي بيحد ظالمن، ڪيو آهي بيداد،
پر ڏيان ڪين ڏٺيءَ ري ڪنهن ٻئي کي فرياد،
داور ڪندو داد، منهنجو ڏينهن قيام جي.“

انهن لفظن جو اثر قاتل جي قلب تي اهڙو ٿيو جو پڇندو پڇندو رسول ڪريم صلعم جي خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيو جو آتي وڃي مسلمان ٿيو. حاڪم ڇا ڪيو جو باقي پين سڀني کي اهڙي طرح ڪهارايو، جهڙي طرح ڇيلا ڪهائجن، مگر هڪ ڪعب بن زيد انهيءَ گوڙ ۾ ڪنهن شهيد جي پاسي ۾ پئجي بچي ويو. جنهن اهو سمورو درد جو داستان ۽ قيامت جهڙو واقعو حضور جن عليه الصلوات والسلام کي اچي ٻڌايو، حضور جن صلعم کي اهو احوال ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ شهيدن جي حق ۾ رحمت جي دعا گهريائون.

”هجي شهيدن تي خدا جي رحمت،
ڏٺي دنيا ۾ جن گهڻي ظلم سندي زحمت،
جايون منجهه جنت، خالق تن لئي خاص ڪيون.“

## قريشن جي آره زورائي ۽ حديبه جو واقعو

سنه ٦ هجريءَ ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام خواب ڏٺو ته جڻ پاڻ امن ۽ آرام سان ڪعبته الله ۾ وڃي داخل

ٿيا آهن ۽ حج جا سڀ حڪم ۽ فرض پورا ڪري رهيا آهن. نبين جو خواب به خدا جي طرفان هڪ سچو اطلاع هوندو آهي، جنهن کي الهام چوندا آهن. حضور جن صلعم خدائي اطلاع موجب پياري وطن ڏي مهيني ذوالقعده ۾ روانا ٿيا ۽ ساڻن ڏيڍ هزار اصحاب همرڪاب ٿيا. پاڻ حج جي ارادي سببان قرباني لاءِ آٺ به ڪهارايائون. جڏهين سندن قافلو ذوالحليفه نالي هڪ منزل تي پهتو، تڏهين مڪي جي مشرڪن کي خبر پئجي ويئي، جن چا ڪيو جو مڪي جي آس پاس جون قومون به پاڻ سان شامل ڪري حضور جن عليه الصلوات والسلام کي حج جي ادائي کان روڪڻ لاءِ سنهون ٿيا، پر خدا جي مهرباني سان دشمنن کي همت نه ڪانه ٿي موربو اسلامي حجاج جو رعب ڏسي ونئي پڳا ۽ حديبيه کان به نڪري اڳتي هليا ويا، پاڻ سونهارا به خاص ڪعبته الله جي عزت سببان هنن جي پويان ڪين پيا مگر انهيءَ ڪري دشمنن جي اٿئين دل وڌي وئي، جن بديل بن ورقا نالي قاصد کي حضرت جن عليه الصلوات والسلام جي خدمت ۾ موڪليو ۽ چوارائي موڪليائون ته اسين جنگ ڪنداسين نه ته موٽي وڃو. پاڻ جواب ۾ چيائون ته منهنجو اچڻ جنگ لاءِ هرگز ڪونهي فقط حج جي خاطر آيا آهيون ۽ گهرون ٿا ته صلح سان موٽون. بديل اهو جواب اچي ٻڌاين ۽ پنهنجي پاران به چيائين ته ڀلي ڇڏيو ته ڀلي حج ڪري وڃن. قريشن ڪجهه به نه مڃو ۽ اٿئين پنهنجي قاصد بديل ۾ به شڪ آندائون ته هيءُ به شايد مسلمانن سان ملي ويو آهي.

## قريشن جي قاصد جي بي ادبي ۽ حضرت جن صلعم ۽ اصحابن جو تحمل

وري مسعود ثقفي نالي هڪ چالاڪ ۽ شرير شخص کي قاصد ڪري موڪليائون، جنهن اچڻ شرط حضرت جن

جي خدمت ۾ سخت بي ادبيءَ سان اچي گفتگو ڪئي، مگر هن جيتري بي ادبي ڪئي ٿي، اوترو حضور جن صبر ۽ تحمل ڏيکاريو ٿي ۽ نهايت نرميءَ سان جواب ڏنو ٿي، آخر مسعود قريش وٽ آيو موٽي ۽ اچي چيائين ته مون به گهڻا ملڪ ولايا ۽ گهڻا بادشاهه ۽ قومون ڏٺيون آهن، مگر هھڙو نظارو ڪٿي به ڪونه ڏٺم. محمد (عليه الصلوات والسلام) جا ساٿي سندس ايتري تعظيم رکن ٿا، جو ڪنهن ڪان به نه پڇندي. جيڪڏهين محمد (عليه الصلوات والسلام) وات جو پاڻي (پڪ يا ٿڪي) اڇلائي ته سندس ساٿي هٿن تي جهليو منهن کي پيا مکين ۽ وڏا وڏا ماڻهو غلامن وانگي سندس اڳيان پيا ڊوڙن، سڀئي ماٺ ڪيو ادب سان سندس آڏو ويٺا آهن، سندس آڏو رکو اک کڻي مٿي به نه ٿا نهارين، جڻ سندس آڏو ڪٺا پيا آهن؛ هھڙو اتفاق ۽ هھڙي پُٽدي آهي ته اسان جي پڇڻ جي جاءِ نه آهي. آخر وري لاچار ٿي حضور جن عليه الصلوات والسلام پنهنجي پاران خراش بن اميه کي قاصد ڪري مڪو، اهو به ويچارو اڻين ٿي موٽي آيو، وري پوءِ حضرت عثمان رض. کي موڪليائون جنهن جي عزت قريشن چڱي طرح ڪئي ۽ ڪعبة الله جي زيارت جي به موڪل ڏنائونس، پر حضرت عثمان رض انڪار ڪيو ۽ فرمايو ته جيسين حضور جن عليه الصلوات والسلام نه ايندا ۽ زيارت اچي نه ڪندا تيسين آءٌ زيارت نه ڪندس. انهيءَ تان سورهو قريشن ڪٺي نظربند ڪيس. حضرت عثمان رض جي اچڻ ۾ جو گهڻي دير لڳي، سو مسلمانن ۾ اچي مشهور ٿيو ته حضرت عثمان رض. کي شهيد ڪري وڌائون. اها ڳالهه حضرت جن هڏي ڏاڍو افسوس ڪيو ۽ کين ڏاڍو ڏک ٿيو. ڇو ته قاصد سان ڪابه قوم نه وڙهندي آهي، نه ماريندي آهي.

## بيت الرضوان

پاڻ آنهيءَ ڏينهن هڪ پير جي وڻ هيٺ ويهي سڀني اصحابن کان بيعت ورتائون، هن ڳالهه تي ته جيڪڏهين عثمان جي ڇڏائڻ يا عيوض وٺڻ جو ضرور ٿئي ته ڪو به اوهان مان منهن نه موڙي؛ سڀني لبيڪ لبيڪ چئي قبول ڪيو. هن بيعت ۽ اصحابن جي همت جي تعريف الله تعاليٰ به قرآن ڪريم جي سورت فتح ۾ فرمائي، پنهنجو رضامندو ۽ خوشي ظاهر ڪئي آهي. جڏهين قريشن کي انهيءَ بيعت ۽ پڪڙيءَ جي خبر پئي، تڏهين اهڙو ته رعب مٿن ويٺو، جو سچا تي ماڻهو هڪ ٻئي پويان موڪليائون ۽ صلح ڪرڻ لاءِ واجهائڻ لڳا. انهيءَ ئي واقعي جي وقت قريشن جا سچا پنجاهه جاسوس مسلمانن جي هٿ چڙهي ويا، جي مسلمانن وٽ به نظربند هئا. قريشن جي قاصد سهل بن عمرو اچڻ شرط پهرين انهن جي ڇڏڻ بابت چيو. حضور جن فرمايو ته اوهين به عثمان کي ڇڏيو ته اسين به ڇڏي ڏيون. . آخر ٻنهي ڌرين جا قيدي ڇٽا، تنهن کان پوءِ سهل بن عمرو صلح جا شرط پيش ڪيا.

## صلح جا شرط

(١) هيل حج کان سواءِ مسلمان موٽي وڃن ۽ ايندڙ سال يلي اچي قضا ڪن، پر پوءِ به ٽن ڏينهن کان وڌيڪ نه رهندا ۽ هڪ ترار کان سواءِ وڌيڪ هٿيار پاڻ سان نه کڻندا.

(٢) ڏهه سال امن آرام رهي، ڪو ڪنهن کي جهل پل نه ڪري ۽ هڪ ٻئي جي طرفدارن سان ۽ انهن سان جن سان امن ۽ صلح جو عهد ڪيل هجي ڪو ڪونه وڙهي.

(٣) جيڪڏهين قريشن جو ڪو ماڻهو مديني ۾ هليو وڃي ته وري موٽائي ڏجي، پر جيڪڏهين ڪو مسلمان

قريشن وٽ ايندو ته آهو موٽائي نه ڏيو. هنن شرطن مان ڪي شرط هئا ته قبول ڪرڻ جهڙا ڪين، پر حضور جن عليه الصلوات والسلام خاص صلح ۽ امن لاءِ خدا تي توڪل رکي ڪٿي قبول فرمايا. اتي سڀني اصحابن ۽ خاص طرح حضرت عمر رض عرض ڪيو ته ياحضرت ڇيون شرط به اوهين قبول ڪريو ٿا ڇا؟ پاڻ فرمايائون هائو! فڪر نه آهي، اسان سان جيڪو بچي قريشن وٽ وڃي پناهه وٺندو، سو آهو هوندو، جو مرتد (موٽي وڃي ڪافر ٿيل) هوندو سو ڀلي وڃي، اسان جي ڪم جو نه ڇٽيو، ۽ قريشن مان جيڪو اسان ڏي ايندو تنهن جو رب پاڻ نگهبان ٿيندو، رکو خدا تي، ڪريو توڪل، الله حامي ٿيندو، سڀني دل و جان سان قبول ڪيو.

## صلح نامو حضرت عليءَ لکيو

جڏهين صلح نامو لکڻ جي مهل ٿي، تڏهين سهل چيو ته هي صلح نامو اوهان جو ڪو ويجهو سائٽ لکي، تنهن تي حضرت علي رض آيو ۽ حضرت جن عليه الصلوات والسلام چيس ته لک "بسم الله الرحمن الرحيم". سهل يڪدم اعتراض ورتو ته رحمان رحيم مان اسين نه ڄاڻون، "بسمڪ" لکو. تڏهن حضرت جن فرمايو ته ڀلا لک بسمڪ اللهم. وري پوءِ فرمايائون ته اڳتي لک "هذاما صالح عليه محمد رسول الله" - يعني هي صلح نامو محمد رسول الله جو آهي- اتي به سهل اعتراض آندو ته رسول الله جو اکر نه لکو، ڇو ته اسين ڪيس رسول الله سمجهون ها ته ڪعبته الله جي زيارت کان ڇو روڪيونس ها؟ تنهنڪري محمد بن عبدالله لک. انهيءَ تي ڪافرن ايترو ضد ڪيو جو مسلمان لاچار ٿيا ته رسول الله جو اکر ڪاٽجي؛ مگر انهيءَ ڪري اصحابن کي اهڙو ته جوش آيو، جو سڀني پنهنجون ترارون تيار

ڪيون، اهڙو حال اچي ٿيو جو صلحنامو ئي ٽٽي وڃي ها. حضرت جن عليه الصلوات والسلام تہ تحمل ۽ بردباريءَ جا ڏونگر هئا، تن جو ڏنو تہ هاڻي مورکو صلحنامو ئي ٿو خراب ٿئي، سو پاڻ فرمايائون تہ اهو لفظ ڪاٽي ڇڏيو. فڪر نہ آهي، انهيءَ ڳالهہ تي جوش نہ ڪريو. آءٌ الله جو رسول آهيان ۽ هئين آهيان. حضرت عليءَ عرض ڪيو تہ آءٌ تہ ڪڏهن ڪين ڪاٽيندس، نيٺ حضور جن پاڻ پنهنجي هٿ سان اهو اکر ڪاٽيو ۽ صلحنامي تي طرفين جي معززن جا دستخط ٿيا. مسلمانن اگرچ لاچار اهو صلحنامو قبول ڪيو هو، پر جنهن صورت ۾ سندن نيتون خالص، ۽ توڪل خدا تي هئي تنهن صورت ۾ انهيءَ صلحنامي ڪان پوءِ مسلمانن کي رب تعاليٰ هر طرح فتح ۽ عزت بخشي. هي صلحنامو اسلام جي زيادتيءَ ۽ اشاعت جو سبب ٿي پيو: هن ڪان پوءِ قريش ۽ مسلمان پاڻ ۾ ملندا رهيا ۽ هڪ ٻئي جا خيال ٻڌندا رهيا، جنهنڪري مسلمانن جي عمدن خيالن، ٿوري ئي وقت ۾ قريشن ۽ ٻين قومن جي دلين ۾ گهر ڪري وڌو ۽ اسلام ڪان جا نفرت هين سا گهٽبي وئي، مگر منافقن ۽ دلي مخالفن مسلمانن کي ڏاڍو ٽوڪيو تہ هي ڇا ڪيوَ؟ ڊڄي ڪٿي صلح ڪيوَ، پر جن جي توڪل پنهنجي مولا تي هئي، تن انهن طعنن ۽ سهڻن جي ڪا پرواهہ ڪانہ ڪئي. آخر ٻئي سال ۾ هزار مسلمان، حضور جن سان گڏجي حج تي ويا ۽ عهدنامي موجب ٽي ڏينهن رهي موٽيا. اتي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:

لقد صدق الله رسوله الرؤيا بالحق لتدخلن المسجد الحرام انشاء الله آمنين محلقين رؤسكم و مقصرين لا تخافون. (سورت فتح رکوع آخر)

[بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي رسول جو خواب سچو ڪيو تہ اوهين ڪعبة الله ۾ جيڪڏهن خدا گهريو تہ امن

آرام سان متا کوڙائيندا يا کترائيندا (جئن حج جو دستور آهي) بي خطر پڪ داخل ٿيندؤ.]

حديبيہ جي واقعي جو مفصل ذڪر قران ڪريم جي سورت فتح ۾ بيان ٿيل آهي.

## خيبر جي لڙائي ۽ مسلمانن جي فتح.

حديبيہ جي صلح ڪان پوء مسلمان ڏاڍا دلشڪستا هئا، پر الله تعاليٰ تي توڪل ڪيو ويٺا هئا، پنهنجي رب کي پئي ياد ڪيائون ۽ عبادت الاهي ۾ مشغول هئا. رب تعاليٰ بہ هر وقت مسلمانن کي قسمين قسمين دلجايون ۽ تسليون پئي موڪليون. مسلمانن جي صابر رهڻ هوندي بہ دشمن ڪين آرام ڪرڻ ٿي ڇڏيو ۽ هروڀرو تڪليفون پئي ڏنائون. جئن تہ هوڏانهن مسلمان اچا حديبيہ جو صلح ڪري موٽي مديني ۾ آيا تہ هيڏانهن خيبر جا يهودي مٿيا ويٺا هئا ۽ جنگ جنگ ڪرڻ لڳا. خيبر جا يهودي تہ اصل ڪان مسلمانن جا جاني دشمن هئا، پر قريشن کي بہ هميشه مسلمانن جي برخلاف چيڙيندا رهندا هئا. مطلب تہ سخت ڇيٽي پور هئا. تنهن ڪان سواء پنهنجن مضبوط قلعن جو بہ سخت غرور هئن، اها خبر نہ هئن تہ الله پاڪ جي طاقت ۽ حق وارن جي همت اڳيان، اهي قلعا ڏوڙ بہ ڏڪ ڪين جهليندا. انهن دشمن سنہ ٧ هجريء ۾ مديني تي ڪاهڻ جو پڪو ارادو ڪيو ۽ مسلمانن جي امن وچائڻ ۽ آرام ڦٽائڻ لاء مضبوط تياريون ڪيائون. حضورجن عليه الصلوات والسلام کي انهن جي انهيء ناپاڪ ۽ ناجائز ارادي جي خبر پئجي وئي. لاچار انهن جي چڙهائيء کي روڪڻ لاء حضرت جن بہ تياري ڪئي، ۽ ١٤ سؤ مسلمان پاڻ سان وٺي منهن ڏيڻ لاء خيبر ڏي روانا ٿيا. جڏهن پاڻ سونهارا خيبر ۾ رسيا تہ صبح جو وقت هو، خداوند تعاليٰ انهن کي غافل ڪري ڇڏيو هو، مسلمانن جو

۽ عبدار لشڪر وچي مٿان ڪڙڪيو، سو هيبت جهلي نہ سگهيا ۽ وڃي قلعن ۾ لڪا. حضور جن پهرين قلعي "نطاه" کي گهيرو ڪيو، جو نيٺ هٿ آيو. تنهن ڪان پوءِ اهڙي طرح ڪجھ قلعا هٿ آيا. آخر قلعي "قموص" جو وارو آيو. جو سڀني ڪان وڏيڪ مضبوط ۽ وڏو هو ۽ چوڌاري هڪ شاهي کاهي ڪنيل هيس. مسلمانن انهيءَ قلعي تي چڙهائي ڪئي؛ يهودين بہ پنهنجو سڄو زور اتي لاتو ۽ ڏاڍي چٽا پيٽي ڪئي، پر مسلمانن پنهنجي همت نہ هاري، ۽ يهودين کي اهڙو تہ عاجز ڪري وڌائون جو ڪڪ ٿي پيا، ۽ دل ۾ ڏاڍو پشيمان ٿيا تہ ناحق مسلمانن کي ڇيڙيوسين. آخر پوئين ڏينهن، حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي سپه سالاريءَ ۾، حضرت علي جي ئي هٿان اهو قلعو فتح ٿيو. جڏهن اهڙو مضبوط قلعو بہ مسلمانن کٽيو، تڏهن يهودي ڏاڍا حيران پريشان ٿيا. آخر جنگ جو خاتمو ٿيو ۽ صلح جا پيغام موڪلڻ لڳا. نيٺ هيٺين شرطن تي صلح ٿيو:

(١) سڀني خيبر جي رهاڪن ۽ انهن جي اهل عيال کي، جان جي معافي ۽ امن امان ڏجي.

(٢) سڀ خيبر جا رهاڪو پنهنجو سمورو مال ۽ اسباب، جنگ جي تاوڻ ۾، مسلمانن کي ڏين ۽ ذرو بہ نہ لڪائين.

(٣) خيبر جي زمين يهودين جي قبضي ۾ پلي رهي، مگر زمين جي پيدائش مان پورو اڌ، ڊل طرح مسلمانن کي ڏيندا رهن.

(٤) حضرت جن عليه الصلوات والسلام کي اختيار هوندو تہ جڏهن يهودين جي ڪا دغابازي ڏسن انهن کي بيشڪ ملڪ نيڪالي ڏيئي ڇڏين.

اهو فيصلو ٿيو ۽ پنهي ڌرين اهي شرط قبول ڪيا. مسلمانن کي رب تعاليٰ انهيءَ فتح کان پوءِ آسودو ڪيو

۽ حديبيه واري صبر جا ٻهرا ملين. انهيءَ ڪان پوءِ فدڪ ۽ تيما وارن يهودين به پاڻهي اچي آڻ مڃي، ۽ مسلمان به يهودين جي شر ۽ شرارت ڪان ڇٽي پيا. فالحمد لله علىٰ ذالڪ.

## قريشن جي پنجين ڪاهه ۽ عهد شڪني، آخر مڪي جي فتح.

صلح حديبيه جي وقت جيڪي شرط منظور ٿيا هئا، تن مان ٻيو نمبر شرط هي هو، ته هڪ ٻئي جي طرفدارن ۽ انهن سان، جن سان عهد ٿيل هجي، ڪا ڏر ڪو به جهڳڙو جهيڙو نه ڪري ۽ پورا ڏه سال امن امان سان گذارڻ گهرجن؛ سو بني خزاعت جو قبيلو، حضرت جن جو طرفدار هو ۽ بني بڪر وارا قريشن جي پاسي هئا. اتفاق اهڙو اچي ٿيو جو آنهي ئي سال، يعني سنه ٨ هجري ۾ بني خزاعته ۽ بني بڪر ٻنهي قبيلن ۾ لڙائي اچي لڳي. حديبيه جي عهدنامي موجب ته ٻنهي ڏرين يعني مسلمانن ۽ قريشن کي غير طرفدار رهڻ گهربو هو، قريشن جا ڪيترائي سردار ويس بدلائي به لڙائي ۾ شامل ٿيندا رهيا؛ جنهنڪري بني خزاعه وارن جا سڄا ويهه (٢٠) مڙس مارجي ويا ۽ مٿن ڏاڍو ظلم ٿيو. قريشن اها ڪارروائي، يعني مدد وغيره ڳجهيءَ طرح ڪئي هئي؛ پر حضرت جن کي پوري طرح پتو لڳي ويو ۽ بني خزاعه وارن مان چاليهن ڄڻن روئي اچي حضور ۾ درد ڀري دانهن ڏني. حضور جن کي انهن ويچارن ستايلن، اٻالڙن ۽ ڏتلڙيلن جي حال تي ڏاڍو رحم ۽ قياس آيو، انهن غريبن سان همدردي ۽ غمخواري ڪرڻ هر طرح مناسب بلڪ واجب سمجهيائون. لاچار رمضان شريف جي مهيني ۾ ئي پاڻ ظالمن کي ظلمن ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ مڪي ڏانهن روانا ٿيا ۽ ڏهه هزار اصحاب به ساڻن همرڪاب ٿيا. قريشن کي جڏهن معلوم ٿيو ته حضرت کي سارو راز معلوم ٿي ويو آهي، تڏهن ڏاڍا

پشيمان ۽ ڦڪا ٿيا ۽ ڏاڍا اچي ڏنا. حضرت جن عليه الصلوات والسلام اچا ۾ منزلون مس ويا هئا ته رستي ۾ ابوسفيان بن الحارث ۽ عبدالله بن اميه مليا. اهي شخص اسلام جا جاني دشمن ۽ سخت مخالف هئا. حضرت جن جو آنهن کي ڏنو، سو پاڻ منهن ڪٽي پاسي ڪيائون. بيبي ام سلمه رضه اگرچ عرض ڪيو ته يارسول الله صلعم، ابوسفيان اوهان جو سڳو سوٽ آهي ۽ عبدالله سڳو ڀڻيات، اهڙن ويجهڙن مائٽن تي ڪا ايتري ڪاوڙ ۽ ڪڙ مهري ڪجي؟ مگر حضرت جن ڪو خيال نه ڪيو ۽ آنهن کي منهن تي نه چاڙهيائون. اتي حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه انهن کي سمجهايو ته اوهين حضرت جي حضور ۾ حاضر ٿي ساڳيا آهي لفظ چئو، جي حضرت يوسف جي ڀائن مصر ۾ حضرت يوسف جي اڳيان چيا هئا؛ حضرت جن رحمت للعالمين آهن، اميد ته اوهان کي معافي ڏئي ڇڏيندا. انهن به ائين ئي ڪيو ۽ حاضر ٿي چيائون:

تالله لقد اثرڪ الله علينا وانا ڪنا لخاطئين

(قسم خدا جو الله تعاليٰ توکي اسان تي بزرگي بخشي آهي ۽ تحقيق اسين گنهگار آهيون.)

حضرت جن کي انهن لفظن اهڙو ته نرم ڪري وڌو جو اهڙن ظالمن کي به معاف ڪري وڌائون ۽ جواب ۾ فرمايائون:

لا تثريب عليڪم اليوم - يغفر الله لڪم و هو ارحم الراحمين

(اوهان تي اڄ ڪا ميار ڪانهي الله بخشيندو ۽ آهو مهربانن مان وڏو مهربان آهي.)

## حضرت جن جو مڪي ۾ پهچڻ.

حضرت جن مڪي ۾ اهڙي وقت خير سان رسيا، جنهن وقت قريشن کي خبر ئي نه پئجي سگهي ۽ اوچتوئي اوچتو

مڪي جي ٻاهران مسلمانن جا تنبو کوڙيا ويا. حضرت جن لشڪر کي حڪم ڏنو ته ڪجهه روشني ڪريو ته مڪي وارن کي اسان جي پهچڻ ۽ اچڻ جي خبر پوي ۽ بيخبر نه هجن.

## پيشن گوئي پوري ٿي.

اتي، انصاف ۽ ايمان سان خيال ٿو ڪجي ته بائبل جي ڪتاب استثنا، باب تيٽيهين واري پيشين گوئي بلڪل پوري ٿي چڪي؛ جنهن ۾ لکيل آهي ته "خداوند سينا مان آيو، شعير مان چمڪيو ۽ فاران جبل * جي چوٽيءَ تي ظاهر ٿيو؛ جو ڏهن هزارن قدوسي (پاڪ طبع) انسانن سان آيو ۽ اُنهيءَ جي هٿ ۾ روشن شريعت هوندي." (سبحان الله!)

دنيا ۾ ڪهڙو به نرم دل، حليم طبع بادشاهه هجي ۽ اُنهيءَ سان ڪا قوم اهڙيون هلتون ڪري، جهڙيون مڪي وارن قريشن، حضرت سائينءَ ۽ سندن سائين سان ڪيون، ته هوند اهو بادشاهه فتح جي وقت ضرور اڳيون پويون ڪسرون ڪڍي ۽ هونئن به جڏهن ڪي به بادشاهه ڪنهن شهر تي چڙهائي ڪندا آهن ته شهر ڪي ٿي ويران ۽ هيٺ مٿي ڪري ڇڏيندا آهن.

## حضرت رسول الله جو عام رحم ۽ پاڄهه ۽ ملڪي خيرخواهي ۽ عام امن جون لشڪر کي هدايتون.

مگر سبحان الله عجيب شان نبوت و رسالت جو! جڏهن پاڻ مڪي ۾ فتح سان داخل ٿيا، تڏهن پاڻ اڳ ئي پنهنجي لشڪر کي هيٺيون هدايتون ڪري ڇڏيائون:

---

* فاران، مڪي جي جبلن کي چوندا آهن، جنهن جي تحقيق هن کان اڳ ڪتاب فتح محمديءَ ۾ ڪري آيا آهيون.

(١) جو شخص مقابلي ۾ هٿيار ڦٽ تي ڦٽو ڪري، تنهن کي امن ڏجو.
(٢) جو شخص بيت الله (ڪعبه) ۾ داخل ٿئي، تنهن کي هٿ نه لائجو، انهيءَ کي به امن ڏجو.
(٣) جو شخص پنهنجي گهر ۾ ويٺو هجي، ته انهيءَ کي به امن ڏجو.
(٤) جو شخص، ابوسفيان جي گهر ۾ پناه وٺي، تنهن کي به امن ڏجو.
(٥) جو شخص حڪيم بن حزام جي گهر وڃي لڪي، تنهن کي به ڪجهه نه ڪجو.
(٦) جو شخص وٺي ڀڄي، تنهن جي پويان نه پئجو.
(٧) جو شخص زخمي هجي، تنهن کي قتل نه ڪجو.
(٨) جو شخص قيدي هجي، تنهن کي قتل نه ڪجو.
(٩) جيسين ڪو به اڳرائي نه ڪري تيسين اوهين انهيءَ سان مقابلو نه ڪجو.

حضرت جن جو لشڪر کي هي به حڪم هو ته مڪي ۾ دستا دستا لشڪر جا ٿي داخل ٿيو ۽ سڀڪو دستو ڌار ڌار واٽ وٺي داخل ٿئي. ان موجب اسلامي لشڪر مڪي ۾ داخل ٿيو. جن سان هڪڙي دستي سان- جو شيرخدا خالد بن وليد رض جي هٿ هيٺ هو- قريشن مقابلو ڪيو؛ پر نيٺ وٺي ڀڳا. مطلب ته سڄو لشڪر ڏاڍي شان ۽ شوڪت سان مڪي شريف ۾ داخل ٿي ويو. انهيءَ هڪڙي مقابلي ۾ ٻه مسلمان شهيد ٿيا ۽ پنجويهه دشمن مئا. خدا جو پاڪ ۽ برگزيدو پيغمبر جنهن وقت رمضان شريف جي ويهين تاريخ مڪي ۾ داخل ٿيو، تنهن وقت پاڻ سونهارن ڪنڌ ڙو نمائي سرڙو جهڪائي قرآن پاڪ جي سورت الفتح پئي پڙهي ۽ اٺ تي چڙهيا بيت الله ڏي پئي ويا، ۽ پاڻ سان گڏ زيد رض جي پٽ اسامه رض کي به سوار ڪيو هئائون.

ڪعبته الله ۾ پهچي پهرين پهرين خدا جي گهر کي بتن ۽ بوتن، مورتن ۽ صورتن کان پاڪ ۽ صاف ڪيائون.

## ٽي سؤ سٺ بت ڪعبته الله ۾

انهيءَ وقت بيت الله جي چوڌاري سڄا ٽي سو سٺ بت رکيل هئا. حضور جن ڪمان جي ڪنڊ يا خنجر جي نوڪ سان هرهڪ بت کي ڪيرائيندا ٿي ويا ۽ هيئن فرمائيندا ٿي ويا:

جاءَ الحق و زهق الباطل ان الباطل كان زهوقا (سورت بني اسرائيل، رڪوع ٢٩) جاءَ الحق ومايديءَ الباطل ومايعيد (سورت سبا رڪوع ٦)

بتن کان ڪعبته الله کي خالي ڪري، حضور جن عثمان بن ابي طلحه کي گهرايو، جن جي خاندان ۾ مدت کان وٺي ڪعبته الله جي ڪنجي رهندي هئي. اِهو اهو شخص آهي، جنهن کي آغاز نبوت جي وقت ۾ حضور جن هڪڙي دفعي چيو هو ته ڪعبته الله کولي ڏي، جنهن تي انهيءَ انڪار ڪيو هو. حضرت جن فرمايو هو ته چڱو ڏسجانءِ ڪو ڏينهن اهڙو به ٿيندو، جو اها ڪنجي منهنجي ئي هٿ ۾ هوندي، پوءِ آءٌ جنهن کي وڻندم تنهن کي ڏيندس. عثمان بن ابي طلحه چيو ته ڇا انهيءَ ڏينهن قريشن جا سڀ مرد ذليل ۽ خوار ٿي ويندا؟ حضرت جن فرمايو ته خوار ڇو ٿيندا؟ انهيءَ ڏينهن اٿئين وڌيڪ آبرو هوندين. حضرت جن عليه الصلوات والسلام انهيءَ عثمان جي اڏو ڪنجي کڻي دروازو کوليو ۽ ڪعبته الله ۾ اندر داخل ٿي، سڀ ڪنڊن ڪنڊ ۾ 'الله اڪبر' جا مٺا ۽ سُريدار آواز ڪيائون ۽ شڪراني جو نفل پڙهندي، نهايت نياز ۽ نوڙت سان درگاهه الاهيءَ ۾ پنهنجي پيشاني خاڪ تي رکي سجدو ڪيائون. (سبحان الله)

# ظالمن سان نيڪي.

قريشن جا آهي وڏا وڏا سردار ۽ رئيس، جن سڀئا ايڪيهه ورهيه سوَن مسلمانن کي قتل ڪيو ۽ ڪرايو، هزارن کي اهنج ۽ ايذاءَ رسايا، غريبن تي ظلم ۽ ڪلور ڪيا، مسڪينن کي ملڪ نيڪالي ڏني، سي اڄ انهن غريبن جي هيبت ۽ حشمت، رعب ۽ ادب ڪان ڏڇي ٻاهر پڇي وڃي جبلن ۾ لڪا؛ مگر اها خبر اڃا ڪانه هين تہ جن پنهنجي مولا سائينءَ تي سچو ايمان، سچو يقين، سچو ويساه رکيو آهي، سي نفس پرست ۽ ملڪ کي برباد ڪندڙ هرگز نہ آهن؛ آهي ملڪ جا سچا ۽ خلق جا خيرخواه آهن؛ آهي غريبن جا غمخوار ۽ يتيمن جا يار آهن؛ انهن جو آقا، انهن جو سائين، مولا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم، رحيم ۽ ڪريم، خليق ۽ شفيق، هردلعزيز ۽ صاحب تميز آهي؛ پر جڏهين انهن ظالمن کي اها خبر ملي، تہ جنهن جو نالو رحمت للعالمين، شفيع المذنبين، محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم آهي، اهو اوهان کي ڪجهہ بہ نہ ڪندو. سندس ٻاجهہ ۽ رحمت ڪشادي آهي، سندس دست شفقت ۾ عفو ۽ معافي جو پروانو ڏلهن اڪرن ۾ لکيل موجود آهي، سندس پيشاني مبارڪ ۾ رحمت للعالمين جو شان ظاهر، ۽ رحيمي جو نور روشن آهي- تڏهين اهي ظالم، اهي خوني، جن کي پڪ هئي تہ جنگ جي قاعدي موجب ضرور هاڻي اسين پنهنجي ڪيفر ڪردار ۽ افعالن جي سزا ڪي رسنداسين، سي ڊوڙندا ڊوڙندا، رحمت نبويءَ ۾ اڪيون وجهندا، شهر ۾ پهتا. حضور جن عليه الصلوات والسلام، جڏهين ڪعبة الله مان عبادت ڪان واندا ٿي ٻاهر تشريف فرما ٿيا، تڏهين ڏٺائون تہ ظالم قريش سڀئي پيلا ڪيو، خوف ۽ اميد جي وچين حالت ۾ بيٺا آهن. پاڻ سونهارن نهايت ٻاجهاري نظر سان سيني ڏي نهاري، سيني کي ويساه وهاريو تہ هرگز نہ ڊڄو سنهنجو ڪرم رحمت عالم آهي.

## بيت الله جي ڪُنجي حقدار کي ڏني وئي.

اتي حضرت عباس رض، سندن چاچيءَ عرض ڪيو ته يا حضرت ڪنجي بيت الله جي، بني هاشمين کي ڏيو. حضور جن فرمايو بلڪل نه! "اليوم يوم البر والوفا". اڄ چڱي سلوڪ ڪرڻ ۽ حقدارن کي حق رسائڻ جو ڏينهن آهي. انهن فرمائي، ڪُنجي عثمان بن ابي طلحه کي ڏنائون جنهن جي هٿ ۾ هميشه هوندي هئي. ڪُنجي عثمان کي ڏني، پوءِ فرمايائون ته، جو شخص توکان ڪنجي ڦريندو، سو ظالم هوندو. اهو فيصلو ڪري، تنهن کان پوءِ ظالم قريشن ڏي منهن ڪيائون ۽ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته:

يا معشر قريش! ان الله قد ذهب عنكم نخوت الجاهلية و تعظمها بالا باء الناس من آدم و آدم خلق من تراب، ثم تلا رسول الله صلي الله عليه وسلم. يا ايها الناس انا خلقنا كم من ذكر و انثي و جعلنا كم شعوبا و قبائل لتعارفو ان اكر مكم عند الله اتقاكم. اذهبوا فانتم الطلقاء لا تثريب عليكم اليوم.

[اي قريش جي جماعت وارا! اڄ الله تعاليٰ اوهان جو جاهلاڻو هٺ ۽ پنهنجن وڏن تي ڦٽڻ ۽ فخر ڪرڻ اوهان مان وڃايو آهي، انسان سڀئي هڪڙي ڏاڏي آدم جو اولاد آهن ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ٿيل هو، پوءِ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائون، "اي انسانو! اسان اوهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو ۽ اوهان جا پاڙا ۽ قبيلا ڪياسين، رکيو هن لاءِ ته اوهين سڃاڻجو (يعني نه وڏائيءَ ۽ ڦونڊ لاءِ). الله پاڪ وٽ، اوهان مان وڏيڪ عزت وارو اهو آهي، جو وڏيڪ پرهيزگار ۽ خدا کان گهڻو ڊڄڻ وارو هوندو.

هاڻي اوهين وچو اوهين آزاد آهيو، اوهان تي اڄ
ڪا ميار ڪانهي.]

ظالم قريشن کي پنهنجي ڪريميءَ ۽ رحيميءَ جو جلوو، ۽ سچي رسالت ۽ نبوت جو شان ڏيکاري، حضور جن عليه الصلوات والسلام جبل صفا تي چڙهي ويا ۽ اُتي ويهي نون مسلمان ٿيندڙن کان بيعت ورتائون. ڇو ته اهڙو خلق محمدي ۽ شان پيغمبري ڏسي عرب جا ننڍا وڏا حيران ٿيڻ ۽ اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳا. حضرت امير عمر رضه هڪ هڪ ماڻهوءَ کي حضور جن وٽ پيش ڪندو ٿي ويو ۽ جيڪو پيش ٿيو ٿي ۽ دل جي خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيائين ٿي، تنهن کي هيٺين ڳالهين جو اقرار ڪرڻو پيو ٿي!

## بيعت جا شرط ۽ اقرار

(١) آءٌ خداوند پاڪ سان سندس ذات ۽ صفات ۽ عبادت يا مدد خواهيءَ ۾ هرگز ڪنهن به ٻئي کي شريڪ ۽ شامل نه ڪندس ۽ نه ڄاڻندس.

(٢) آءٌ چوري، زنا، خون ناحق هرگز نه ڪندس؛ ننڍڙين نياڻين کي جيئري نه پوريندس، جيئن عرب جا هٺيلا قريش سگهه ڏيڻ جي ساڙ ۽ وارث بڻجڻ جي وير کان ائين ڪندا هئا، جو ڄمندي ئي نياڻين کي جيئرو کڏ کوٽي زمين ۾ پوريندا هئا، جنهنڪري هو معصوم ۽ بيگناهه گهٽجي مري ويندڙيون هيون. ڪنهن تي تهمت ۽ بهتان نه رکندس.

(٣) آءٌ حتي المقدور حق جي ڪمن ۾ رسول الله صلعم جي تابعداري ۽ مجتا ڪندس.

## عورتن کان وڌيڪ اقرار ۽ شرط

عورتن کان وڌيڪ هي به عهد ولندا هئا ته آءٌ ڪنهن به مائٽ يا عزيز يا ڪنهن به پياري ماڻهوءَ جي مرڻ تي

منهن کي ڏک نہ هڻنديس، وار نہ پٽينديس، ڪپڙا نہ ڦاڙينديس، سوءِ ۾ ڪارا ڪپڙا نہ ڍڪينديس ۽ نہ قبر تي وڃي ماتم ۽ روج پٽڪو ڪنديس.

## عورتن کان بيعت وٺڻ جو رستو.

جيئن مڙسن کان بيعت وٺڻ وقت هٿ هٿ ۾ ڏئي، حضور جن صلعم بيعت وٺندا هئا، عورتن کان انهيءَ طرح بيعت ڪلي نہ وٺندا هئا، بلڪ هڪ ٿانوَ پاڻيءَ جو ڀري رکندا هئا، تنهن ۾ پهرين حضور جن پنهنجو هٿ مبارڪ وجهي ڪڍندا هئا، تنهن کان پوءِ بيعت ڪرڻ واري زال انهيءَ ئي ٿانوَ ۾ پنهنجو هٿ وجهندي هئي. انهيءَ طرح جڻ بيعت جو شرط ٿيو.

## حضرت پاڪ جي هٿ لائڻ سان فضالہ بن عمير جي دل ۾ ايمان جو نور پيدا ٿيڻ.

مڪي جي فتح بعد ٻئي ڏينهن، حضرت جن ڪعبتہ الله جي طواف ۾ مشغول هئا تہ فضالہ بن عمير نالي هڪڙي شخص حضور جن عليہ الصلوات والسلام کي هڪڙو ڏسي ارادو ڪيو تہ ڪنهن طرح کين قتل ڪري وجهان، انهيءَ ارادي سان جڏهين حضرت جي ويجهو آيو تہ حضرت جن فرمايو تہ فضالو آهين؟ چيائين هائو! حضرت جن فرمايس تہ دل ۾ ڪهڙي نيت رکي اٿئي؟ فضالہ چيو تہ ڪجهہ بہ نہ، آءٌ تہ دل ۾ الله الله پيو ڪريان. حضرت جن مُرڪي ڏنو ۽ فرمايائونس تہ چڱو هاڻي تون پنهنجي خدا کان معافي گهر. ائين فرمائي فضالہ جي ڇاتيءَ تي هٿ گهمائي ورتائون. فضالہ چوي ٿو تہ سائين جن جو هٿ منهنجي ڇاتيءَ تي گهمائڻ ۽ منهنجي دل ۾ نور ايمان جو پيدا ٿيڻ، حضور جن جي محبت اهڙي تہ منهنجي دل ۾ لڳي پئي، جو منهنجي

لاء پيارن کان پيارا ٿي پياء جڏهن گهر موٽيس تڏهين وات تي هڪڙو منهنجو پيارو ماڻهو مون کي مليو، جنهن وٽ گهڻو وچي رهندو هوس، تنهن چيو ته فضالا! ٿوري ڳالهه ته وبهي ڀڏ؟ مون چيو بلڪل نه. خدا ۽ خدا جي رسول جو حڪم نه آهي، اسلام اهڙين ڳالهين ڀلاڻ کان جهلي ٿو. شايد هن کنهن اجائي ڳالهه ڀڏائڻ لاء سڏيس ٿي.

## مڪي وارن قريشن تي اجا به وڏيڪ مهرباني

جيڪي مسڪين مسلمان، ڪافر قريشن جي ظلمن ۽ ايذائن جي آزار کان ڪڪ ٿي ديس ڇڏي وڃي پرديسي ٿيا هئا، تن فتح مڪي جي وقت حضور جن عليه الصلوات والسلام جي دربار ۾ درخواست ڪئي ته اسان کي، اسان جون غصب ٿيل ملڪيتون هاڻي موٽي ملن. پاڻ اها درخواست منظور نه فرمايائون. مندن مطلب هو ته جي شيون خدا ڪارڻ ڇڏيون ويون، سي وري موٽائي وٺڻ نه گهرجن.

## جنگ حنين

ايترين ڀلاين ۽ ايترين مهربانين هوندي به شريرن جي وجود مان شرارت جو جوش نه ويو ۽ مڪي ۾ بدامني ۽ بي آرامي پکيڙڻ کان نه رهيا. مڪو فتح ٿي ويو، مسلمانن جي هٿ ۾ اچي ويو، مسلمانن کنهن سان به ظلم نه ڪيو، ظلم ته نه ڪيو پر رکو جيڪڏهن عدل ڪن ها ته به ڪيترائي ڪافر واجب القتل هئا، مگر مسلمانن رکو رحم ڪيو، رکو احسان ڪيو، حضور جن عام معافي ڏني، تنهن کان پوء به هوازن ۽ ثقيف جي قبيلن، جي مڪي جي سرحد تي رهندا هئا، تن بني مضر ۽ بني هلال جي قبيلن کي به پاڻ سان شامل ڪري، اٽڪل چار هزار لشڪر ڪٺ ڪري، مڪي تي چڙهائي ڪئي ۽ حنين جي وادي ۾، جا طائف جي آس پاس

آهي، اچي منزل ڪيائون. انهن پنهنجي سردار مالڪ بن عوف جي صلاح موجب پنهنجا ٻار ٻچا، زالون مال اسباب، ڍڳا ۽ ڍور به پاڻ ساڻ ڪنيا هئا. مالڪ بن عوف جو مطلب هي هو ته جيڪڏهن ٻار ٻچا، مال اسباب پاڻ ساڻ هوندن ته آنهن کي ڇڏي ڪين ڀڄندا، انهيءَ ڪري ثابت قدميءَ سان جنگ ڪندا. حضور جن کي جا اها خبر ملي، سو پاڻ مڪي جي حرم محترم ۾ جنگ ڪرڻ مناسب نه سمجهي، لاچار شريرن جي شر دفع ڪرڻ واسطي تيار ٿيا ۽ ٻيجو ١٢ هزار لشڪر مسلمانن جو ڪٺو ٿي ويو. انهيءَ لشڪر ۾ مهاجر، انصار، تازا مسلمان ۽ عهدنامي موجب ڪيترائي بت پرست به شامل هئا. مسلمانن جي فوج جا هن دفعي گهڻي هئي، سو خود مسلمانن کي به اچي غرور ۽ بي پرواهي جاڳي، تن سمجهيو ته اسين اڳي ٿورا هوندا هئاسين ته به فتح ڪندا هئاسين، هاڻي ته گهڻائي آهيون، انهيءَ خيال جي ڪري ڦوڪي قدم نه کنيائون. دشمنن هڪ سخت ۽ مضبوط گهٽ وچ هٿ ڪيو ۽ تيراندازن کي اتي وهاري ڇڏيائون. اوچتوئي اوچتو مسلمانن جي لشڪر جو ڪجهه ڀاڱو اتي اچي نڪتو، جنهن ۾ اڪثر اڻ آزمودگار جوان هئا، يا فتح مڪي ۾ تازا ڇٽل بت پرست. دشمنن اهڙو ته ولي تيرن جو مينهن وسايو جو، لاچار ٿي مسلمانن جو اهڙو اڙ لشڪر ولي ڀڄڻ لڳو، باقي ڪي سؤ کن اصحابي ميدان ۾ بيٺل وڃي بچيا. اتي حضور جن عليه الصلوات والسلام جو ڏٺو ته پنهنجو اشڪر ڀڄندو ٿو وڃي ۽ دشمن جو لشڪر وڌندو ٿو اچي، ته اتي هاشمي همت ۽ پيغمبري طاقت ڏيکاريائون ۽ ميدان ۾ بيهي چوڻ لڳا:

انا النبي لا ڪذب انا ابن عبدالمطلب

(آءٌ يقيناً رسول آهيان آءٌ عبدالمطلب جو فرزند آهيان.)

يعني فڪر نہ آهي جيڪڏهن منهنجي لشڪر کي شڪست رسي، منهنجو ڀروسو خداوند پاڪ تي، ۽ منهنجي فتح يا شڪست سڀ انهيءَ تي جي هٿ آهي. اتي حضرت عباس رضہ حضرت رسول الله صلعم جي چاچي، جوش سان آواز ڪري چيو تہ اي مسلمانو! حضرت رسول الله صلعم ميدان ۾ موجود آهي، پاڻ ثابت قدم بيٺا آهن ۽ اوهين ڪاڏي ڀڄا آهيو؟ بس انهيءَ آواز ٻڌڻ شرط سڀ لشڪر وارا ڪبوترن وانگي گهڙي ڪائي اچي حاضر ٿيا. مسلمان جو ڀڳا هئا سو بزدليءَ جي ڪري ڪين ڀڳا هئا، مگر حالت اهڙي ٿي، جو منجهي پيا ۽ پڇڻ ٿي بهتر سمجهائون، نہ تہ اجايو ٻي ترتيبا پيا ڪسجن ها. جڏهن لشڪر وري اچي گڏ ٿيو تڏهن لشڪر جي جوڙجڪ نئين سر ڪري، وٺي جو مسلمانن دشمنن تي ڪاهہ ڪئي، سو اهڙا تہ فتح مند ٿيا، جو دشمنن جو مال اسباب ڪيترو ئي هٿ آين ۽ هوازن جي قبيلي جا ڇهہ سردار رحم جي درخواست ڪئي حضور ۾ آيا. اهي ڇهہ سردار آهي هئا جن طائف ۾ حضرت پاڪ تي وعظ ڪرڻ وقت پٿر اڇلايا هئا ۽ اهڙو حال ڪيو هئائون، جو پاڻ آخر بيهوش ٿي پيا هئا، جو ڪين حضرت زيد رضي الله تعاليٰ ڪئي آيو هو. حضرت جن انهن سردارن کي فرمايو تہ آءٌ پاڻ اوهان جي انتظار ۾ هوس، ڀلي آيا، آءٌ هر طرح حاضر آهيان، جيڪي قيدي اوهان جا، منهنجي يا منهنجي خاندان جي حصي ۾ ايندا سي تہ يڪدم آزاد ڪباءِ اهڙيءَ طرح مهاجرن ۽ انصارن جي ٻہ پڪ ٿو ڏيان، مگر اوهان کي خبر آهي تہ هن دفعي هن لشڪر ۾ غير قومون بہ عهد نامي موجب شامل آهن، آنهن کي ناراض ڪرڻ ڏکيو ٿو لڳي؛ تنهن هوندي بہ اوهين هئن ڪريو، جو عام مجلس ۾ سڀاڻي صبح جو اها درخواست پيش ڪجو تہ ڪونہ ڪو ڀلو ڪري وجهبو. ٻئي ڏينهن انهن سردارن عام مجلس ۾ اچي قيدين جي آزاديءَ بابت عرض ڪيو.

## حضور جن صلعم جي لاثاني فياضي.

پاڻ يڪدم پنهنجي خاندان جي حصي جي قيدين کي آتي جو آتي آزاد ڪيو. مهاجرن ۽ انصارن به حضرت جن جي پيروي ڪئي ۽ گهڻا قيدي آزاد ٿيا. باقي بني سليم ۽ بني فزاره جي قبيلن وارن جا قيدي وڃي رهيا؛ انهن ائين نه ڪيو. نيٺ حضرت جن انهن کي سڏائي هڪ هڪ قيديءَ جي عيوض ۾ ڇهه ڇهه اٺ پاڻان ڏنئي، باقي قيدين کي به ڇڏارايو؛ پوءِ سڀني کي سڏارائي پوشاڪون ڏيکاريائي، رحم ۽ ٻاجهه سان سڀني کي روانو ڪيائون.

## دائي حليما جي ڌيءَ کي عزت.

انهن قيدين ۾ دائي حليما جي ڌيءَ به هئي، جا حضرت جن جي ٿڃ شريڪ ڀيڻ هئي. حضرت جن عليه الصلوات والسلام آن مائيءَ کي سڃاتو ۽ پنهنجي چادر لاهي پٽ تي وڇائي مائيءَ کي ڏنائون. پاڻ فرمايائون ته مائي جيڪڏهن تون اسان وٽ رهين ته اسين تنهنجي خدمت ۽ خاطري ڪرڻ لاءِ حاضر آهيون ۽ جيڪڏهن وڃين ته اختياريءَ واري آهين. مائي پنهنجي قوم سان گڏجي وڃڻ قبول ڪيو، حضور جن ڏاڍي تعظيم ۽ عزت سان روانو ڪيس.

## سچن مسلمانن جي سچائي.

غنيمت جو مال جيڪو به هٿ آيو هو، سو پاڻ تازن مسلمانن کي ڏئي ڇڏيائون ته پلي ويچارا وڃي سڪيا ٿين. انصارن ۽ مهاجرن کي ڪي ڪي ڏنائون؛ مگر انهن کي چيائون ته آءٌ پاڻ پنهنجي سر سچو انصارن جو آهيان، ٻيا ڀلي مال سباب پاڻ سان کڻي وڃن، ۽ انصار رسول الله کي پاڻ سان وٺي ويندا. انصار اهڙا ته خوش ٿيا، جو ڪپڙن ۾ ئي نه

پيا ماڻھن، جن کين سڀ ڪجھ ملي ويو. قرآن شريف ۾ انھيءَ جنگ جو عجيب عبرتناڪ ذڪر آھي. الله تعاليٰ فرمايو آھي:

ولقد نصر کم الله في مواطن ڪثيرت ويوم حنين اذ اعجبتکم ڪثرتکم فلم تغن عنڪم شيئا وضاقت عليکم الارض بما رحبت ثم وليتم مدبرين - ثم انزل الله سڪينته عليٰ رسوله و عليٰ المومنين و انزل جنودا لم تروھا و عذب الذين ڪفروا وذالڪ جزاء الڪافرين.

[(ياد ڪريو اي مسلمانو!) الله تعاليٰ اوھان کي گھڻن ئي جاين تي فتح مند ڪيو: خاص طرح حنين جي لڙائيءَ جي ڏينھن، جڏھن اوھان کي پنھنجي گھڻائيءَ مغرور ڪيو، جا آھا گھڻائي اوھان کي ڪنھن به ڪم نہ آئي ۽ زمين، ڪشادگي ھوندي اوھان تي تنگ ٿي پئي، پوءِ اوھين پٺ ڏئي ڀڳؤ؛ پوءِ الله تعاليٰ پنھنجي رسول ۽ مومنن تي پنھنجي طرفان دلجاءِ موڪلي ۽ انھن جي دلين ۾ ھمت پيدا ڪئي ۽ اھڙا غيبي لشڪر موڪليائين جو اوھين انھن کي ڏسي نہ سگھيؤ ۽ ڪافرن کي سخت عذاب ڏنائين، اھائي ڪافرن جي جوڳي سزا ھئي.]

## يھودين جون شرارتون ۽ عھد شڪنيون، مسلمانن سان اگراڻيون ۽ اره زورايون.

مناسب ائين ھو تہ جيڪي جيڪي يھودين وقت بوقت شرارتون پئي ڪيون، سي سڀ وار ۽ موقعي مطابق مٿي بيان ڪجن ھا، پر جڏھن تہ يھودين جي قوم ھڪ جدا ۽ مشھور شرير قوم ھئي، تڏھن انھن جي شرارتن کي جدا لکڻ ئي مناسب سمجھيم؛ پر منھنجي مرضي ھيءَ آھي تہ اِھي ھائي شريرن جي شرارتن کي طول سان نہ لکان ۽

جيتري قدر ٿي سگهي ٿو انهيءَ بابت مک مک واقعا ۽ عبرتناک حادثا پڙهندڙن جي پيش ڪريان، سي به مختصر طرح. ڏيکارڻو فقط هي آهي ته حضور جن عليه الصلوات والسلام جي هلت ڪهڙي نه رحم ۽ ٻاجھه واري هئي ۽ مخالفن ڪيتري قدر نه دنيا ۾ فساد پيدا پئي ڪيو ۽ حضور جن کي وقت بوقت ڪيتريون نه تڪليفون پئي ڏنيون. ايترين تڪليفن، اهنجن ۽ ايذائن هوندي، ايترن دشمنن، مخالفن ۽ بي دينن سان منهن ڏيندي به دين ۽ دنيا جي بهتريءَ جا اصول ۽ مسئلا، جيتري قدر حضور جن دنيا کي ٻڌايا ۽ جيتري قدر سندن پاڪ ۽ صاف تعليم دنيا کي سڌاريو، اوتري قدر ڪنهن به نبيءَ يا رسول کي نصيب نه ٿيو، هائو!

"اين سعادت بزور بازو نيست
تا نہ بخشد خدائي بخشندہ"

يهودين جي قوم هميشه کان وٺي شرير، فسادي، حق جي مخالف، جهيڙاڪار، دغاباز، نبين سان سامهون ٿيڻ واري قوم آهي. حضرت مسيح عليه السلام سان جيڪي ڪرتوتون هلتون يهودين ڪيون، تاريخ ان لاءِ شاهد آهي. ايتري قدر جو حضرت مسيح عليه السلام کي ٿي يهودين جي حق ۾ چوڻ لڳو ته اهي نانگ ۽ نانگن جا ٻچا آهن؛ ۽ حضرت مسيح عليه السلام ڏاڍو پڇيندو هو. جي خدائي بادشاهت انهيءَ نالائق قوم کان کسجي، هڪڙيءَ اهڙيءَ چڱي قوم کي ملندي، جا چڱو نتيجو ظاهر ڪندي. ڏسو متي، باب ۲۱ ورس ۴۳-۴۴.

## جنگ احزاب يا خندق واري لڙائي.

انين ته سنهيون سنهيون شرارتون يهودين گهڻيون ئي ڪيون هيون، پر وڏي مشهور جنگ احزاب واري هئي جنهن جو ذڪر لکان ٿو. سن ۵ هجري مهيني ذوالقعد ۾

بني نضير قبيلي جا يهودي پنهنجي شرارت ۽ عهد شڪني سببان خيبر ڏي جلاوطن ڪيا ويا هئا. جڏهن اچي خيبر ۾ رهيا تڏهن گهات گهڙڻ لڳا ته ڪهڙي طرح مسلمانن کي ستايون. هي واقعو فتح مڪي کان آڳاٽو آهي، سو تن چيو، جو خيبر جي يهودين کي به پاڻ سان همراه ڪيائون ۽ مڪي جي قريشن کي به خط پٽ لکي، دم دلاسا ڏئي پاڻ ساڻ ڳنڍيائون. قريش ته اڳيئي مسلمانن جا جاني دشمن هئا، تن ته وڻني بهانا ڳوليا، يڪدم چار هزار بهادر گڏ ٿي مديني تي ڪاهڻ لاءِ روانا ٿيا، وات تي به جيڪي جهٽ ۾ لڳن، تن کي پاڻ سان وٺندا آيا؛ آخر يهودي ۽ بت پرست قريش سڀ ڏهه هزار لشڪر اچي ٿيو. مسلمانن ۾ ظاهري ايتري قوت ڪانه هئي، جو ايتري ڪٽڪ کي منهن ڏئي سگهن؛ تن غريبن چيو، جو الله تي توڪل ڪري مديني جي ضعيف پاسي ۾ خندق (کاهي) کٽي کوٽيائون. مسلمانن جو حال بلڪل سقيم هو، پيٽ ۾ بک هين ۽ سرديءَ کان پاهه پئي ٿيا، مگر ته به همت ڪري دشمن جي بچاءَ کان اڳي ئي کاهي کوٽي تيار ڪري ڇڏيائون: انهيءَ ڪري انهيءَ جنگ جو نالو "جنگ خندق" به مشهور ٿيو. حال اهڙو هو، جو مسلمانن جي چوڌاري دشمن جا ڪٽڪ وڪوڙيا پيا هئا. جن شخصن تي مسلمانن کي ڀروسو هو ته هي چڱا ماڻهو آهن، ڦرندا ڪڏهن به ڪين سي به ڦري وياءِ منافق تنهن کان سواءِ هئا. مطلب ته هڪ سخت آفت ۾ ويچارا ايمان وارا مسلمان اچي ڦاٿا، ايتري قدر جو هڪڙي ماڻهوءَ جي سر بچڻ جي به اميد نه هئي. منافق ۽ ڪچا مسلمان ته صاف ٽوڪون ۽ طعنا هڻڻ لڳا ته، واه جو پيغمبر ٿيو آهي! جو فتحمندي بابت رکيون ڪوڙيون اڳڪٿيون پئي ڪيائون وغيره وغيره. مگر پڪن ايماندار مسلمانن کي به يقين به حق اليقين هو ته اسان جي آقا سائينءَ

حضرت رسول خدا صلي الله عليه وسلم جيڪي فرمايو آهي سو يقيناً سچ آهي ۽ اسلام کي پڪ فتح ٿيندي؛ سو ٿيو بہ ائين. الله تعاليٰ جي طرفان مدد ۽ همراهيءَ جي هوا لڳي، دشمنن، سڄا ويهہ (۲۰) ڏينهن مسلمانن جو محاصرو (گهيرو) ڪيو ۽ غريبن کي تنگ رکيو، انهيءَ وچ ۾ اگرچ سنهيون سنهيون لڙايون ٿينديون رهيون، جنهن ۾ دشمنن جا وڏا وڏا پهلوان قتل ٿي ويا، پر تنهن هوندي بہ هنن جو غلبو بلڪل گهٽو هو. اهڙي وقت ۾ جيڪڏهن الله پاڪ جي طرفان ڪا خاص مدد نہ رسي ها تہ هوند ڪو رستو فتحمنديءَ ۽ جند آزاد ڪرڻ جو مسلمانن کي هٿ نہ اچي ها؛ مگر ڏسو الله پاڪ جون پلايون، اوچتو ئي اوچتو هڪ اهڙو ڪارو ۽ خوفناڪ طوفان اچي ڪڙ ڪيو ۽ اهڙي سخت هوا ۽ مصيبت جهڙي وچ اچي ظاهر ٿي، جو دشمن جا حوصلا ئي خطا ٿي ويا، تنبن ۽ راوٽين جا رسا ئي ڇڄي پيا، گهوڙن جون اکياڙيون ۽ پڇاڙيون ئي ٽٽي پيون؛ ڄڻ هڪڙو محشر اچي متو ۽ قيامت اچي دشمن ۾ پئي. مطلب تہ طوفان اهڙو تہ هلاڪ ڪين جو ڪٿو نہ مڙيو ڪٿي کي، سڀ ڪو پنهنجو منهن ڪري وٺي پڳو ۽ اهڙي تہ سزا ملين، جو وري ڪڏهن بہ مديني تي ڪاهڻ جو خيال نہ ٿين. الله تعاليٰ انهيءَ بابت جنهن عمدي نموني ۽ نصيحت سان قرآن شريف ۾ ذڪر آندو آهي، سو پڙهندي بت جا وارئي ڪانڊارجو ٿا وڃن. الله تعاليٰ فرمايو آهي:

يا ايها الذين آمنوا اذكروا نعمت الله عليكم إذ جاء تكم جنود فارسلنا عليكم ريحا و جنودا لم تروها وكان الله بما تعملون بصيرا. اذ جاؤكم من فوقكم و من اسفل منكم و اذ زاغت الابصار و بلغت القلوب الحناجرو تظنون بالله الظنونا هنالك ابتلي المومنون وزلزلوا زلزالا شديدا. (الايت)

(اي ايماندارو! الله پاڪ جي انهيءَ مهربانيءَ کي ياد ڪريو جا اوهان تي انهيءَ وقت ڪيائين جنهن وقت اوهان تي لشڪر چڙهائي ڪري آيا هئا، پوءِ اسان انهن تي هڪڙو هوا جو طوفان ۽ اهڙو ڪجهه لشڪر موڪليو، جنهن کي اوهين ڏسي نٿي سگهيا. اوهان جيڪي پئي ڪيو سو الله سڀ ڪجهه پئي ڏٺو. اهو، اهو وقت هو جنهن وقت هيٺان ۽ مٿان يعني اوله، ۽ اوڀر کان اوهان تي لشڪر چڙهي آيا هئا ۽ اوهان جي اکين جا دوڏائي نڪري آيا هئا ۽ اوهان جون دليون واتن تائين اچي رسيون هيون يعني ساهه سان اچي لڳي هيو ۽ خود خدا ۾ طرحين طرحين گمان ڪرڻ لڳا هئا. اتي ايماندارن جي همت جو امتحان هو ۽ اهي سخت زلزلي ۾ اچي ويا هئا.)

## حضور جن عليه الصلوات والسلام کي قتل ڪرڻ جو منصوبو.

هن جنگ خندق ۾ ڪافرن کي جا شڪست رسي ۽ جنهن خواريءَ سان هو موٽيا هئا، سا سندن دلين تي داغ وانگي ٿي بيٺي هئي. خاص طرح ابوسفيان کي سخت بي آرامي اچي ٿي ته ڪنهن طرح حضرت پاڪ کي ڪا سخت تڪليف رسائجي. آخر چا ڪيائين جو هڪڙي جهنگلي جوان کي پڙڪائي، رستي جو خرچ وغيره ۽ سواريءَ لاءِ اٺ ڏاکهو ڏيئي مديني ڏانهن روانو ڪيائين ته ڪنهن به طرح هو حضرت جن کي وڃي قتل ڪري، مگر اها خبر نه هيس ته الله تعاليٰ پنهنجي پياري پيغمبر جو محافظ ۽ نگهبان آهي ۽ پاڻ فرمايو اٿس ته:

يريدون ليطفئوا نور الله بافواههم والله متم نوره ولو كره الكافرون.

(ڪافرن جي خواهش آهي تہ الله جي نور کي ڦوڪون ڏيئي وسائين، مگر الله تعاليٰ پنهنجي نور کي پوريءَ طرح دنيا ۾ ڪامل ڪري ڏيکاريندو؛ اگرچ ڪافرن کي اها ڳالهہ نہ وڻي.)

اهو جهنگلي جنگي جوان سڌو مديني ۾ آيو ۽ پهرين حضور جن عليه الصلوات والسلام جي خدمت ۾ اچي ويٺو، جتي حضرت جن جا پيارا گفتا، وڻندڙ ڳالهيون ۽ پاڪ حديثون جو ٻڌائين سو موکو وائڙو ٿي ويو ۽ پاڻ جهلي نہ سگهيو، اتي جو اتي ڪلمو پاڪ پڙهي مسلمان ٿي پيو.

## مسلمانن سان عيسائين جون جنگيون.

يهودين جي شرارتن، عهد شڪنين ۽ ارهہ زوراين جو ذڪر مختصر طرح مٿي ڪري آيا آهيان، هاڻي وري عيسائين جي جنگين جو مختصر ذڪر لکان ٿو. اگرچ عيسائي يهودين جهڙا حرڪتي، شرير ۽ شديد ڪين هئا. انهيءَ بابت قرآن پاڪ ۾ خود الله تعاليٰ بہ گواهي ڏني آهي، جڏهن تہ فرمايو اٿس:

لتجدن اشد الناس عداوت للذين آمنوا اليهود والذين اشرڪوا. ولتجدن اقربهم مودت للذين آمنوا الذين قالوا انا نصارا.

[(اي رسول) توکي معلوم ٿيندو تہ مسلمانن جا سخت دشمن يهودي ۽ مشرڪ آهن ۽ مومنن سان دوستيءَ ۾ ويجها آهي آهن جي پاڻ کي نصارا ٿا سڏائين.]

مگر تنهن هوندي بہ نصارا چيڙ ڇاڙ ڪندا رهندا هئا ائين بلڪل ڪين هو، جو مسلمانن کي ڇڏي ڏنو هئائون.

# جنگ موته

موته نالي، شام جي ملڪ ۾ هڪ ڳوٺ هو تنهن جي سردار شرحبيل چا ڪيو جو حضرت رسول الله صلعم جي قاصد حارث بن عمير رضه کي مارائي ڇڏيو. ويچاري مظلوم ۽ بيگناه حارث جي قتل جي خبر جا مشهور ٿي سو عام طرح قاصد اچڻ وڃڻ ۾ ڏچڻ لڳا. نه ته هي عام دستور ۽ پراڻو قاعدو هو ته ٻيا پي آئيندڙن يا قاصدن سار ڪانه هوندي هئي. انهيءَ ڪري حضور جن آئينده واسطي قاصدن کي روڪڻ، حفظ ۽ امن قائم رکڻ لاءِ ٽي هزار فوج چاڙهي موڪلي. موته جي حاڪم جيڪا پنهنجي ڪيئي تي پشيماني ڪئي يا معافي گهري، سا ته بجاءِ خود رهي، مور ڳو وڙهڻ ۽ مقابلو ڪرڻ لڳو. اتفاق سان هرقل بادشاه انهيءَ علائقي ۾ آيل هو ۽ موآب ۾ هڪ لک لشڪر سان لٿل هو، عرب جا صحرائي ۽ ٻهراڙيءَ جا عيسائي قبيلا به گهڻا ونس سان لاءِ آيا هئا، جي به اٽڪل لک کن ماڻهو هئا، سو موته جي حاڪم شرحبيل، هرقل بادشاه کان ڪجهه مدد ورتي ۽ ٻيو لشڪر به صحرائي عيسائين جو گڏ ڪيائين جو اٽڪل لک کن ٿي ويو. مسلمانن جي مرضي وڙهڻ تي مُنڍئون ڪانه هئي، رڳو حارث بن عمير جي قتل جو جواب ۽ سبب پڇڻ، آئينده لاءِ شرط شروط ۽ امن امان لاءِ آيا هئا، مگر دشمن جي اهڙي تياري ڏسي، لاچار وڙهڻ لاءِ سنبريا ۽ جنگ لڳي. انهيءَ جنگ ۾ زيد بن حارث، جو حضور جن جو پروردو ۽ نهايت پيارو هو ۽ انهيءَ جنگ ۾ سپه سالار به هو، سو ماريو ويو ۽ حضرت جعفر طيار، جو حضرت عليءَ جو سڳو ڀاءُ هو سو ٽيهن ورهين جي ننڍڙيءَ ڄمار ۾ سڄا پنجاه زخم کائي شهيد ٿيو ۽ عبدالله بن رواحه، جو وڏو اصحابي هو، سو به شهيد ٿيو. آخر جڏهن اهڙا نامور سپه سالار به شهيد ٿيا، تڏهن خالد بن وليد تمام همت، بهادريءَ ۽ وڏي جوش سان

فوج کي وچي سنڀاليو ۽ سپہ سالار ٿي ڪم ڪيائين. ڏيڍ
ڏينهن سخت لڙائي لڳي، مگر واه ڙي خالد بن وليد جي
جنگي قابليت ۽ بهادرانہ همت، جنهن ٿورڙيءَ فوج سان
چاليهوڻي فوج جو اهڙو تہ نڪ ۾ دم ڪري وڌو، جو
سڀ دشمن لاچار ٿي پيا ۽ جان بچائڻ لاءِ وٺي ڀڳا. حضرت
خالد بن وليد جي هٿ ۾، هنندي هنندي سچيون ۹ تراريون
ڀڳيون هيون.

## حضرت جن صلعم کي جنگ جي احوال بابت الهام.

حضرت جن عليه الصلوات والسلام کي وقت بہ وقت
الله تعاليٰ جنگ جو سمورو احوال مديني ۾ پئي معلوم ڪرايو
۽ پاڻ سڀ ڪجھ، جنگ جي نتيجي سميت، اڳواٽ ئي حاضرين
اصحاب کي پئي ٻڌايائون. انهيءَ جنگ ۾ خالد بن وليد کي
حضور جن صلعم، سيف الله (الله جي ترار) جو لقب ڏنو هو.
هيءَ جنگ مهيني جمادالاول سنہ ۸ هجري ۾ ٿي.

## تبوڪ جو سفر ۽ بنا جنگ فتح.

هڪڙي ڏينهن، شام کان هڪ قافلو آيو، جنهن مديني
۾ اچي خبر ڏني تہ روم جي قيصر جو لشڪر مديني تي
چڙهائي ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار هو، عرب جا عيسائي قبيلا
بہ انهن سان وچي گڏيا آهن، هن کان اڳ جو جنگ موتہ
۾، موتہ جي حاڪم ۽ خود قيصر جي لشڪر کي شڪست
آئي هئي، تنهن جو بدلو وٺڻ اچن ٿا. هائي قياس جي جاءِ
۽ ويچار جي ڳالھہ آهي تہ اڌ دنيا جي بادشاه، قيصر روم
جو لشڪر، غريب بي ثمرن ۽ فقيرن تي چڙهائي ڪري اچي
۽ اچي بہ سنبت ۽ تياريءَ سان، اهڙي وقت ۾ انهن صلح
پسند فقيرن ۽ دنيا ۾ صلح پکيڙيندڙ ۽ رحمدل پيغمبر کي

ڪيتري قدر نہ تڪليف رسي هوندي ۽ ڪهڙا نہ هو لاچار ۽ مجبور ٿيا هوندا! ويچارن مسلمانن وٽ نہ زر نہ دولت، نہ اسباب نہ سامان، ڪن سو ڪن ڇا؟ تنهن هوندي بہ خدا جي پاڪ پيغمبر، مديني جي رهاڪن جي بي آرام ۽ بي امن نہ ٿيڻ لاءِ هي ارادو ڪيو تہ مديني کان ٻاهر پر عرب جي سرحد کان ئي ٻاهر وڃي، انهيءَ زور واري لشڪر جو مقابلو ڪجي تہ ويچارا مديني جا ماڻهو تہ خوش وينا هجن. اها موسم ڪهڙي هئي؟ سخت گرميءَ جا ڏينهن هئا، مديني جا ميوا پچي راس ٿيا هئا، ميوا ڪاٽي وڻن جي ڇانوَ ۾ سمهڻ ۽ آرام ڪرڻ جي مند هئي؛ مگر هن گوڙ جي ڪري مٺا ميوا بہ زهر ٿي پيا، وري گرميءَ جا ڏينهن ۽ پنڌ پري. حضور جن عام طرح حڪم ڏنو تہ جيڪي، ملڪ ۽ وطن، عدل ۽ امن کي بچائڻ لاءِ سر ڏيڻ ۾ سانگو نہ ڪن، مال ۽ دولت مٺو نہ سمجهن، سي يڪدم تياري ڪن. انهيءَ ارشاد موجب جيڪي جنهن کان پڳو، تنهن اچي حاضر ڪيو: حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ (٩٠٠) نو سوَ اٺ، هڪ سوَ گهوڙا ۽ هڪ هزار گنيون يعني پندرهن هزار روپيا ڏنا. حضور جن اهڙي تنگ وقت ۾ حضرت عثمان رضہ جي ايتري همت ۽ سخا ڏسي ايترو تہ خوش ٿيا، جو خوشيءَ مان حضرت عثمان رضہ کي "مجهز جيش العسرت" (تنگيءَ ۽ تڪليف جي وقت لشڪر جي مدد ڪندڙ) جو خطاب ڏنو. عبدالرحمان بن عوف رضہ چاليهہ هزار درهم ڏنا، حضرت امير عمر رضہ گهر ۾ جيڪي هوس تنهنجو اڌ حاضر ڪيو، جو هزارن جي برابر هو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جيڪي ٿورو گهڻو ذرو پرزو گهر ۾ هئن، سو سڀ سيڙي سيڙي اچي حاضر ڪيو. حضور جن عليه الصلوات والسلام سمجهي ورتو تہ هي نيڪ مرد تہ گهر کي ٻهاري ڏيئي ذرو پرزو ڪٺي آيو آهي. پڇائونس تہ يا ابابڪر ڪجهہ گهر ۾ بہ ڇڏيو اٿئي

يا سپ آندو اٿئي؟ حضرت صديق اڪبر رضہ عرض ڪيو تہ حضور، پوئتي گهر ۾ الله ۽ الله جي رسول جي محبت ڇڏي آيو آهيان، ٻيو سڀ ڪٺي اچي حاضر ڪيو اٿم. سڀ اصحاب حضرت صديق اڪبر رضہ جي جواب ۽ همت تي حيران ٿيا ۽ حضور جن بہ ڏاڍا خوش ٿيا. وري حضرت ابوعقيل انصاري رضہ بہ سير کجور جا اچي حاضر ڪيا ۽ عرض ڪيائين تہ ساري رات محنت مزوري ڪري کوهہ جو پاڻي ڪڍندي ڪڍندي هڪڙي نمبر زمين کي پريم ڏهين صبوح جو چار سير ڇهارا مليم، جن مان ٻہ سير ٻچڙن لاءِ ڇڏيم ۽ ٻہ سير اچي حاضر ڪيا اٿم. حضور جن فرمايس تہ اهي کجورون سڀني قيمتي سامانن جي مٿان رکي ڇڏ. مطلب تہ سڀني اصحابن پنهنجي پنهنجي وت آهر اچي چندو ڏنو، باقي ڪن منافقن هلڻ يا مدد ڏيڻ کان صفا انڪار ڪيو ۽ پڙ ڪڍي ويهي رهيا. خير حضور جن ٽيهہ هزار لشڪر پاڻ سان ڪري دشمنن کي دفع ڪرڻ واسطي خير سان روانا ٿيا، مديني ۾ سباع بن عرفطہ کي پنهنجو جانشين ڪري ۽ حضرت علي مرتضيٰ کي گهر ٻار جي سنڀال لاءِ پوئتي ڇڏي ويا. لشڪر لاءِ سواريون ۽ وهٽ تمام گهٽ هئا. ارڙهن ارڙهن ڄڻن لاءِ هڪ اُٺ هو، جنهن تي وارا وٽي ڪري ٿي چڙهيا. سامان ۽ رسد جي گهڻتائي سببان وڻن جي پنن تي گذران ڪندا هئا، جنهن ڪري اسلامي لشڪر وارن جا چپ ئي سڄي پيا هئا. مطلب تہ آج ۽ بکہ ڪڍندا، رستي جون تڪليفون ۽ ڏاڪڙا سهندا تبوڪ تائين پهتا، تہ اتي اوچتو حضرت علي مرتضيٰ بہ تڪڙو پنڌ ڪندو اچي رسيو، ڇو تہ پوئتي منافقن ڪيس ڏاڍو چيڙايو تہ حضور جن عليه الصلوات والسلام توکي نڪمو ۽ بيڪار سمجهي ڇڏي ويا آهن وغيره وغيره، انهيءَ ڪري هليو آيو. حضور جن سندس احوال وٺي فرمايو تہ "تون انهيءَ ۾ راضي نہ آهين ڇا، تہ تون

منهنجي طرفان هجين، جيئن حضرت موسيٰ جي ڀاران هارون هو؟ هائو ايترو سو آهي ته هارون نبي هو ۽ مون کان پوءِ ڪو نبي ٿيڻو ڪونهي.“ حضرت علي اهو حڪم ٻڌي خوش ٿي پوئتي موٽيو. حضور جن سڄو مهينو تبوڪ ۾ ترسيا. حضور جن جي هلي اچڻ ڪري شام وارن تي اهڙو ته رعب پيو، جو نشاني تي پهن ۽ مغز جاءِ اچي وين، مديني تي ڪاهڻ جو خيال لاهي ڇڏيائون. حضور جن عليه الصلوات والسلام هڪڙي نماز کان پوءِ هڪ مختصر ۽ پُر معنيٰ وعظ فرمايو، جنهن ۾ دين ۽ دنيا جا عمدا عمدا ۽ ضروري مطلب نصيحت طور ٻڌايائون، آنهيءَ وعظ جو هتي فقط ترجمو لکڻ مناسب ڄاڻان ٿو. پهرين سڀني ۾ سڀني تعريف ۽ عمدي ۾ عمدي واکاڻ رب پاڪ جي ڪري، پوءِ فرمايائون:

(١) سچن ڪلامن ۾ وڏيڪ سچو الله جو ڪلام قرآن پاڪ آهي. (٢) وڏيڪ ڀروسي جهڙي ڳالهه پرهيزگاريءَ جو ڪلمو آهي. (٣) مڪ مذهبن مان وڏيڪ چڱو مذهب حضرت ابراهيم عليه السلام جو مذهب آهي. (٤) سڀني رستن مان چڱو رستو محمد (عليه الصلوات والسلام) جو رستو آهي. (٥) الله جو ذڪر سڀني ڳالهين کان وڏيڪ شرف وارو آهي. (٦) نصيحتن ۽ چڱين ڳالهين واسطي سڀ کان چڱو هيءَ قرآن پاڪ اٿو. (٧) چڱن ۾ چڱو ڪم همت جو ڪم آهي. (٨) ٻڇڙن ۾ تمام ٻڇڙو ڪم دين ۾ نئين ڳالهه وڌائڻ يعني بدعت آهي. (٩) هلتن ۾ تمام چڱي هلت نبين جي آهي. (١٠) موتن ۾ تمام شاندار موت شهيدن جي شهادت آهي. (١١) انڌاين ۾ وڏي انڌاهي هدايت کان پوءِ گمراهي آهي. (١٢) عملن ۾ چڱو عمل اهو آهي جنهن مان نفعو ۽ فائدو هجي. (١٣) چڱو رستو اهو آهي جنهن تي ماڻهو هلي سگهن. (١٤) ٻڇڙي ۾ ٻڇڙي انڌائي آهي دل جي انڌائي. (١٥) ساڄو هٿ کابي هٿ کان وڏيڪ عزت وارو آهي. (١٦) ثوري

۽ پورت جيتري دنيا، چڱي آهي آنهيءَ دنيا کان، جا گهٽي هجي ۽ غافل ڪري. (١٧) بڇڙو پڇتاءُ آهي آهو جو سڪرات جي وقت ڪجي. (١٨) بڇڙي پشيماني سا آهي، جا قيامت جي ڏينهن ڪجي. (١٩) ڪي ماڻهو اهڙا به آهن جو جمعي نماز پڙهن ته دل پوئتي تنگي پئي هجين. (٢٠) ڪي وري ماڻهو اهڙا آهن جو الله جو ذڪر ڪو ورلي ڪندا آهن. (٢١) وڏي خطا ۽ ڪُروڌو هه، آهي ڪوڙ ڳالهائڻ. (٢٢) چڱي دنياداري آهي دل جي دنياداري. (٢٣) چڱو ثمر ۽ توشو آهي پرهيزگاري. (٢٤) وڏي دانائي ۽ فلاسفري آهي خوف خدا جو. (٢٥) دل ۾ وهارڻ جهڙي ڳالهه آهي يقين. (٢٦) شڪي طبيعت ڌارڻ به هڪڙي قسم جو ڪفر آهي. (٢٧) مئي جي مٿان رڙيون ڪري روئڻ جاهليت ۽ ڪفر جي وقت جي رسم آهي. (٢٨) ڪوت ۽ ڪپت ڪرڻ جهنم جو عذاب آهي. (٢٩) نشو پيئڻ دوزخ جو داغ آهي. (٣٠) بي نصيحتو شعر چوڻ شيطاني ڪم آهي. (٣١) شراب سڀني ڏوهن جي موڙي آهي. (٣٢) بڇڙو کاڌو يتيم جو مال کائڻ آهي. (٣٣) نيڪ بخت آهو آهي جو ٻين جو عبرت جهڙو حال ڏسي نصيحت پرائي. (٣٤) اصل بد بخت آهو آهي، جو ماءُ پيٽان بد بخت هجي. (٣٥) ڪنهن به ڪم جو مک مطلب آهي چڱو نتيجو. (٣٦) بڇڙو خواب آهو آهي، جو ڪوڙو ٿي پوي. (٣٧) جا ڳالهه ٿيڻ جهڙي هوندي، سا جلد ٿي پوندي. (٣٨) مومن کي گار ڏيڻ بڇڙو ڪم آهي. (٣٩) مومن کي بيگناه قتل ڪرڻ ڪفر آهي. (٤٠) مومن جو ماس کائڻ يعني آن جي گلا ڪرڻ سخت گناه ۽ الله جي بي فرماني آهي. (٤١) مومن جو مال غصب ڪرڻ حرام آهي، جهڙي سندس رت هارڻ حرام آهي. (٤٢) جو ماڻهو الله سان وڏائي ۽ بي پرواهي ڪري ته تنهن کي رب ڪوڙو ڪري ٿو، يعني اهڙو خراب ڪري ٿو، جنهنڪري سندس اها وڏائي ڪوڙي ثابت ٿيو پوي.

(٤٣) جو شخص ڪنهن عيبدار جو عيب ڍڪي ٿو، رب به ان جا عيب ڍڪي ٿو. (٤٤) جو ڪنهن به ڏوهيءَ کي معافي ڏئي ٿو، رب به معافي ڏيندڙ کي پنهنجن ڏوهن ۾ معاف ڪري ٿو. (٤٥) جو ماڻهو ڪاوڙ ماري ٿو، ان کي رب اجر ڏي ٿو. (٤٦) جو ماڻهو نقصان تي صبر ڪري ٿو، الله پاڪ کيس صبر جا ٻهرا ڏئي ٿو. (٤٧) جو ماڻهو چغلي هڻي ٿو، الله تعاليٰ چغل کي خوار ڪري ٿو. (٤٨) جو شخص مصيبتن تي صبر ڪري ٿو رب پاڪ ٻيڻا ثواب ڏئيس ٿو. (٤٩) جو پنهنجي خداوند پاڪ خالق مالڪ جي بي فرماني ڪري ٿو، رب تعاليٰ سخت عذاب ڏئيس ٿو. (٥٠) پڇاڙيءَ ۾ رب پاڪ کان ٽي دفعا بخشش گهريائون ۽ چئي فرمايائون ته رب کان ٣ ڀيرا بخشش گهرجي.

آخر حضور جن عليه الصلوات والسلام خير سلامتيءَ سان موٽي مديني مبارڪ ۾ پهتا، جي منافق ۽ ڪچا مسلمان اهڙي تنگ وقت ۾ حضور جن سان شامل نه ڪين ٿيا ۾ مورڳو ٽٽوليون ڪرڻ لڳا هئا. حضور جن سڀني کي معافي ڏني، مگر ٽي معزز اصحاب، جي فقط سستيءَ جي ڪري رهجي ويا هئا، ۽ هئا به پڪا ايماندار مسلمان، تن کي حضور جن معافي نه ڏني ۽ هنن جي ايمان ۾ وري به پرک ۽ امتحان ٿيو. آنهن ٽنهي ڀلارن جا نالا هي آهن: هڪڙو ڪعب بن مالڪ رض، ٻيو هلال بن اميه ۽ ٽيو مراره بن ربيع رض.

## ڪعب بن مالڪ جي سخت آزمائش ۽ سندس قصور جي معافي.

ڪعب بن مالڪ جو چوڻ آهي ته مون کي ڪو ٻيو سبب پوئتي رهجي وڃڻ جو ڪونه هو، مون کي خداوند تعاليٰ سڀ ڪجهه ڏنو هو، سامان اسباب ۽ سواريون به موجود رکيون هيم، سنهڙيل به هوس، پر ڪنهن دنياني ڪم جي

ڪري اچ نہ صبح ڪندي رهجي ويس. جڏهن قافلو روانو ٿي ويو تڏهن وري انهن کي پهچڻ ڏکيو سمجهيم پوءِ ته ڏاڍو پڇتايم. انهيءَ وقت شهر ۾ سون رڳو منافق رهيل ڏٺا، تہ هيڪاري شرم آيم تہ شاءِ آئون بہ منافقن جهڙو ٿي پيس! ماڻهن تہ گهڻيون اجايون سڄيون ڏنم، پر مون ڇو تہ سچ ڪان سواءِ حضورجن جي خدمت ۾ ڪجھہ نہ چوندس. اهو خيال ڪري حضورجن جي خدمت ۾ آيس، پاڻ مون کي ڏسي ٿورو ڪاوڙ گڏيل مرڪيئون؛ منهنجو هوش تہ آتي ئي خطا ٿي ويو، پاڻ پڇيائون تہ ڪعب، تون ڇو پوئتي رهجي وئين؟ عرض ڪيم حضور، نفس جي شرارت ۽ منهنجي غفلت. حضورجن فرمايو وڃ ۽ الله تعاليٰ جي فيصلي جو انتظار ڪر. ڪن چيو تہ جيڪڏهن تون بہ ڪو بهانو ڪرين ها تہ ڇٽي وڃين ها. چيم تہ ڪوڙ ڪريان ها تہ ڄاڻان خداوند پاڪ عالم الغيب موجود هو، سو منهنجو ڪوڙ کلي پوي ها؛ ڪنهن دنيا واري سان معاملو ڪين هو، بلڪ الله جي رسول سان وهنوار هو، سو ڪيترو لڪي ها. ڏاڍي ڏک ۽ غم ۾ رهيس. اتي معلوم ٿيو تہ ٻيا بہ نيڪ مرد بہ سون وانگي رهجي ويا هئا تہ البت خوش ٿيس. مسلمانن سون سان عليڪ سليڪ صفا بند ڪري ڇڏي؛ نہ سلام ڪن نہ ڪلام. ڏاڍو تنگ اچي ٿيس. گهران نڪرندو هوس تہ مسجد ۾ نماز پڙهي ڪنڊڙي ۾ پنجي رهندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن حضور جن پيارين اکين سان اک ٽيڏ ڪري نهاريندا هئا؛ جڏهن آئون، سڪايل اکيون کڻي ڏانهن نهاريندو هوس تہ پاڻ کڻي منهن مبارڪ پري ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن گهر ويهي ويهي ڪڪ ٿيس، ڪجھہ دل وندرائڻ لاءِ مديني کان ٻاهر پنهنجي سوٽ ابوقتاده رضہ جي باغ ۾ ويس، جنهن سان منهنجي ڏاڍي محبت هئي؛ سلام ڪيم جواب تہ نہ ڏنائين، پر منهن کڻي موڙيائين، سون چيومانس ابوقتاده! توکي خبر

آهي، آءٌ الله ۽ الله جي رسول سان سچي محبت رکان ٿو، نفاق ۽ شرڪ کان بيزار آهيان. ابو قتاده منهنجي انهيءَ ڳالهه جو به جواب نه ڏنو. جڏهن سچا ٽي ڀيرا ائين چيم، تڏهن رڳو هيترو جواب ڏنائين ته الله ۽ الله جي رسول کي ئي چڱيءَ طرح معلوم آهي. اهي لفظ ٻڌي منهنجي دل ڦاٽي ٿي پئي ۽ ڏاڍو رنم. انهيءَ وچ ۾ غسان پرڳڻي جي عيسائي حاڪم مون ڏي خط به موڪليو ته تون ڇو اتي بي عزت ٿيو آهين؟ اسان ڏي اچ ته سکيو رکونءِ. خط پڙهي دل ۾ چيم ته هيءَ وري ٻي آفت ۽ مصيبت آهي جو اج عيسائي مون کي ڪفر جي دعوت ٿا ڏين ۽ منهنجي دين ۽ ايمان تي حملو ٿا ڪن. انهيءَ کي ته چوارائي موڪليم ته هتي جي بي عزتي تنهنجي عزت کان صد بار وڌيڪ چڱي آهي. مطلب ته انهن ۽ اهڙين مصيبتن ۾ سچا پنجاهه ڏينهن - جيترا حضور جن کي تبوڪ جي سفر ۾ گذريا هئا - مون گذاريا. هڪ رات پنهنجي گهر جي ڇت مٿي ستو پيو هوس ۽ پنهنجي غفلت تي ارمان پئي ڪاڍم ته جبل سلع تي جو منهنجي گهر جي ڀرسان هو، حضرت صديق اڪبر رض چڙهي وڏي آواز سان چوڻ لڳو ته ڪعب کي مبارڪون هجن، سنديس توبه قبول پئي. اهو مبارڪ ۽ مٺو آواز ٻڌي، منهنجا يار دوست ۽ سجڻ سائي سڀ ڊوڙندا آيا ۽ مون کي مبارڪون ڏئي چوڻ لڳا ته سچي جي توبه قبول پئي. آءٌ اهي من موهڻا ۽ مبارڪ لفظ ٻڌي، سجدي ۾ ڪري پيس ۽ شڪراني جو سجدو ڪري حضور جن جي دربار ۾ ڊوڙندو آيس.

”بر در آمد بنده بگريخته

آبروي خود بعصيان ريخته“

نماڻو در تي تنهنجي يا رسول الله آيو اچ،

زيارت پنهنجي پيغمبر سڪايل کي ڪرايو اچ.

نوازش جي نظر ڪا عاشق شيدا تي اي جاني،
ڪڪر قرب وڪرم جا! مينهن رحمت جو وسايو اج ۰
وجهو پاڇو پرين پيارا، ڪوهن مشتاق تي پنهنجو،
خدا جو سايو آهي مومنن لئي تنهنجو سايو اج ۰
منور منهنجي دل کي اج ڪريو انوار پنهنجي سان،
اکيون منهنجون اکين سان پنهنجي، پيارا لعل لايو اج ۰
پرين ٻرچو، نہ ماريو مون کي ماٺن سان رنل راٺا،
تڙايل کي وري دربار ۾ پنهنجي سڏايو اج ۰
ٻڌي ٻانهون ٿيس حاضر ادب ۽ عجز سان در تي،
مصيبت کان وڇوڙي جي فراقيل کي ڇڏايو اج ۰
خدا بخشي خطا منهنجي، مدايون ميٺيون مولا،
اوهين ٻن منهنجي لئي ڏيو يا نبي رحمت جو رايو اج ۰

آنهيءَ وقت حضور جن مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ ويٺا هئا. مهاجرن مون کي مبارڪون ڏنيون، انصار ماٺ ڪيو ويٺا هئا. مون وڌي حضور جن کي سلام ڪيو، انهيءَ مهل سندن منهن مبارڪ گهڻي خوشيءَ سببان چوڏهينءَ جي چنڊ وانگي چمڪيو پئي. اها سندن اصل عادت هئي تہ گهڻي خوشيءَ وقت منهن مبارڪ جو نور زياده ٿيندو هون. پاڻ فرمايائون ڪعب! جڏهانڪر ماءُ جي پيٽ مان پيدا ٿيو آهين، تڏهانکر اڄوڪي ڏينهن جهڙو چڱو ڏينهن تنهنجي لاءِ ٻيو ڪونہ ٿيو هوندو، مبارڪ هجيئي، رب تنهنجي توبہ قبول فرمائي. مون عرض ڪيو تہ قربان وڃان، هن ڀلائيءَ جي بدلي ۽ خوشيءَ ۾، آءٌ پنهنجو سمورو مال ۽ اسباب راه خدا ۾ خيرات ڪريان؟ پاڻ فرمايائون نہ. عرض ڪيم حضورا ڀلا اڌ؟ پاڻ فرمايائون نہ. وري ٽي دفعي عرض ڪيم، ڀلا ٽي پتي؟ حضور جن فرمايو ها، ٽي پتي ڀلي خيرات ڪر.

”حيات النبيء“ جا پڙهندڙ حضور جن جي تاريخ جو ايترو حصو، جيترو آءٌ مٿي لکي چڪو آهيان، پڙهي حيران ٿيندا ته هڪ مقصد، هڪ مطلب، هڪ صحيح غرض يعني وحدانيت مع تهذيب اخلاق جي تعليم ڏيڻ، دنيا ۾ بکيڙڻ ۽ ماڻهن کي مڃائڻ لاءِ، حضور جن عليه الصلوات والسلام پنهنجي جان پاڪ ۽ جسم شريف کي ڪيترين نه تڪليفن ۽ ڪيترن نه خطرن ۾ وڌو. اهو مقصد پاڪ اهڙو هو، جنهن ۾ نه ڪجهه ذاتي مطلب هون، نه نفس جي لالچ؛ محض خدا ڪارڻ گمراهن کي راهه لائڻ ۽ منجهلن کي واٽ ڏيکارڻ لاءِ پاڻ سڀ ڪجهه سٺون ۽ سر تي سهايئون، مگر تيسين آرام نه ڪيائون، جيسين آنهيءَ خدائي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿيا. جا جيڪي حضور جن پنهنجو آرام ڦٽايو ۽ آسايش وڃائي، آهي ڪنهن انسان جي طاقت، جو ايتريون سختيون سهي ۽ ايتري بيقراري ۽ بي آراميءَ ۾ رهي، الله پاڪ جي سپاريل خدمت بجا آڻي، وحدانيت جي سبق جو اکر اکر سمجهائي ۽ انساني اخلاق جو حرف حرف هيجي ڪري سيکاري؟ ممڪن نه آهي. ڪمال ته هي هو، جو جيتوڻيڪ حضور جن کي دشمنن ۽ حملا ڪندڙن سان گهڻا مقابلا ڪرڻا پيا ۽ گهڻو وقت انهن ۾ صرف ڪرڻو پين، مگر تنهن هوندي به پاڻ دين ۽ دنيا جي بهتريءَ لاءِ هر قسم جي اخلاق، ۽ اخلاق جي هر قسم جي شاخن بابت ايتري ته مفصل تعليم ڏئي ويا، ۽ انهيءَ تعليم جو ايترو ته ذخيرو ڇڏي ويا، جو نهايت ڪافي ۽ وافي آهي. نه فقط تعليم ڏنائون، بلڪ عملي طرح ڪري به ڏيکاريائون، ۽ دنيا جي گهڻي حصي کي پنهنجن اکين اڏو پوري تعميل ڪندي به ڏنائون. (سبحان الله!) پڙهندڙن کي پڙهندي هي به نيڪ روشن ٿيندو ته مٿين واقعن مان ڪو اهڙو واقعو ڪونهي، جنهن مان معلوم ٿئي ته حضور جن عليه الصلوات والسلام، يا

مسلمان، اگرائي ڪري ڪنهن تي ٻه چڙهائي ڪري ويا هجن، يا ڪو بت پرست يا پارسي يا عيسائي يا ڪو يهودي، انهيءَ ڪري ته هو بت پرست آهي، پارسي آهي، عيسائي آهي، يهودي آهي، قتل ڪيو ويو هجي، بلڪ اهڙا سوين مثال ملندا ۽ مٿين لکئي مان پڙهندي معلوم ٿيندا ته اگرائي ڪندڙ مشرڪن، عيسائين ۽ يهودين کي هر طرح جون معافيون ڏنيون پئي ويون، هرقسم جي آزادي، بلڪ عزت ۽ تعظيم به ڏني پئي وئي، دين جي قبول ڪرائڻ بابت نه ڪنهن تي زور رکيو ويو، نه ڪنهن سان زبردستي ڪئي وئي. خداوند تعاليٰ جي پاڪ قرآن شريف ۾ هي حڪم موجود آهي:

لا اکراه في الدين قد تبين الرشد من الغي.

(دين بابت ڪنهن سان زور زبردستي ڪانهي، هدايت ۽ گمراهي پئي صاف صاف تي چڪيون آهن.)

هان، دين جي سمجهائڻ ۽ اسلام جي ڦهلائڻ بابت وعظ ڪيا ويا، تقريرون ڪيون ويون، عمل ڪري ڏيکاريو ويو، انهيءَ بابت آزادي گهري وئي مگر مخالفن سخت روڪ ڪئي، وقت بوقت آزاديءَ ۾ خلل وڌو، منع ڪئي، اٽڪاءَ وڌا، وعظ ڪندڙن ۽ مشنرين کي قتل ڪيو، سڀ ڪجهه ظلم ڪيا، مگر جڏهن مسلمان، مخالفن جي مٿان غالب ٿيندا هئا ته نرمي ۽ رحمدليءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڪندا هئا. انهيءَ هوندي به هن وقت جا مخالف، چند ڪي ڪاري هيٺ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندا ته سائن خدا بچي ۽ ڪين مولا سمجهائي.

## دنيا جي بادشاهن ڏي اسلام ۾ داخل ٿيڻ بابت حضور جن جا خط.

حضور جن، نه پين نبين وانگي ڪنهن هڪ ملڪ يا ڪنهن هڪ قوم لاءِ نبي ٿي آيا هئا، نه سندن نبوت ۽ رسالت

محدود هئي، بلڪ پاڻ ساري دنيا جي سڀني قومن ڏي خدا جي طرفان آخري نبي هئا، ۽ پاڻ، جهڙا عرب جي ملڪ ۽ ماڻهن لاءِ نبي هادي ٿي آيا هئا، تهڙائي عجم لاءِ، جهڙا ايشيا جي سڏارڻ لاءِ خدا جا رسول هئا، تهڙا يورپ لاءِ، جهڙا ڪارن لاءِ تهڙا پوُرن لاءِ، مطلب ته سندن رسالت جو دائرو وسيع ۽ نبوت جو عهدو اعليٰ هو. انهيءَ بابت ڪين خود خداوند پاڪ قران شريف ۾ ارشاد فرمايو آهي:

وما ارسلناڪ الا ڪافته للناس بشيرا و نذيرا.

(سورت سبا رڪوع ۳)

هوالذي ارسل رسوله بالهديٰ و دين الحق ليظهره عليٰ الدين ڪله.

(سورت صف و سورت فتح رڪوع ۳)

و ما ارسلناڪ الا رحمته للعالمين.

(سورت انبيا رڪوع ۷)

قل يا ايها الناس اني رسول الله اليڪم جميعا.

(سورت اعراف رڪوع ۲۰)

[اسان توکي (اي رسول الله) سڀني انسانن ڏي دين حق جي بشارت پهچائڻ ۽ عذاب الاهي کان ڊيڄارڻ لاءِ موڪليو آهي.

اهو سو پاڪ خدا آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو ته هو سڀني دينن تي دين حق کي غالب ڪري.

اسان توکي (اي رسول الله) ساري جهان جي رهندڙن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي.

چئو (اي محمد عليه الصلوات والسلام) ته اي انسانو! آءٌ اوهان سڀني ڏي خدا جي طرفان موڪليل ۽ رسول آهيان.]

جڏهن ته حضور جن عليه الصلوات والسلام جي مٿان خداوند پاڪ ايڏي وڏي عهدي جو بار رکيو هو ۽ کين انهيءَ بابت وقت بوقت تاڪيد ڏيندو هو، تڏهن پاڻ ضرور سمجهيائون ته دنيا جي ادنيٰ ۽ اعليٰ، شاهه ۽ گدا سڀني جي ڪنن تائين هي خدائي آواز ۽ رباني حڪم رسايو وڃي ۽ انهيءَ حق جي ڪلمي پڌائڻ ۾ خداوند پاڪ جي طرف سڏڻ ۾، نه شاهه جو لحاظ ڪجي نه شهنشاهه جو، غريب غني سڀ انهيءَ ڳالهه ۾ برابر سمجهڻ گهرجي. انهيءَ ڪري پاڻ سونهارن دنيا جي وڏن ۽ ننڍن بادشاهن ڏي به اسلام جي دعوت جا خط موڪليا ۽ سيڪنهن پاسي اهڙا قاصد روانا ڪيا، جي انهيءَ ملڪ ۽ بادشاهه جي ٻولي ڄاڻندا هئا، ۽ جنهن به بادشاهه ڏي جيڪو خط موڪليائون، تنهن ۾ هئن لکيائون ته: جيڪڏهن تون اسلام ۾ داخل ٿيندين ته دين ۽ دنيا ۾ تنهنجي لاءِ سلامتي آهي، نه ته انهيءَ گمراهي جو وبال تنهنجو به توتي ۽ تنهنجي قوم جو به توتي رهجي ويندو، ڇو ته اسلام، عدل ۽ انصاف، رحم ۽ مروت، تهذيب ۽ اخلاق، پنهنجي خالق جو خوف ۽ خيال سيکاري ٿو، اهي وصفون اهڙيون آهن جو دين ۽ دنيا جي چڱائيءَ لاءِ ڪافي ٿيو ٿيون سگهن.

پر هندو صاحب ائين نه سمجهن ته جڏهن مسلمانن جو انداز وڏيو ۽ حضرت جن جي ظاهري طاقت زور ٿي، تڏهن بادشاهن ڏي اسلام جي دعوت جا خط موڪليائون، نه نه! بلڪل نه!! حضور جن عليه الصلوات والسلام کي ظاهري طاقت جو نه ڪجهه خيال هو ۽ نه پروسو. پاڻ، پاڻ کي برحق ۽ الله جو رسول ڄاڻندا هئا ۽ حضور جن جنهن ڳالهه کي حق سمجهندا هئا، ان جي اشاعت ۽ پين تائين پهچائڻ به فرض ڄاڻندا هئا. پاڻ نه ڪنهن بادشاهه کان ڊڄندا هئا، نه ڪنهن لشڪر کان. اوهين ڏسندؤ ته پاڻ نهايت دليريءَ

۽ همت سان بادشاهن کي بہ انهيءَ طرح حق چيائون، جهڙيءَ طرح عام ماڻهن کي. آهو زمانو اهڙو تہ انڌوڪار، ظلم ۽ زبان بنديءَ جو زمانو هو، جو ڪو ڪنهن عام ماڻهوءَ کي بہ حق ۽ سچ چئي نٿي سگهيو، بادشاهن جي ڳالهہ تہ پري رهي. اهڙي وقت ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام حق جي پهچائڻ جو جيڪو فرض پورو ڪيو، سو سندن رسالت ۽ پاڪ پيغمبريءَ تي وڏو دليل آهي. جن جن بادشاهن ڏي اهڙا خط لکيائون، سي اهڙا تہ جابر ۽ زبردست هئا، جو سندن نالو ٻڌي ماڻهو پيا ڏڪندا هئا، پر هتي تہ رباني طاقت ۽ قادر جي قوت ڏنل هئي، تنهن کي ڪنهن جي بہ ڪا پرواه ڪانہ هئي. حضور جن عليه الصلوات والسلام، جن عظيم الشان بادشاهن ڏي خط لکيا، تن مان ڪن وڏن جا نالا هي آهي: روم جو شهنشاه هرقل، حبش جو بادشاه نجاشي، مصر جو بادشاه مقوقس، فارس جو بادشاه پرويز (جو نوشيروان جو پوٽو هو). سنہ ٧ هجريءَ جي مهيني محرم کان وٺي حضور جن اهو سلسلو شروع ڪيو ۽ انهيءَ لاءِ هڪڙي مهر بہ ٺهرايائون، جنهن تي هي عبارت لکيل هئي: "محمد رسول الله."

## روم جي بادشاه ڏي حضور جن جو خط.

دحيہ ڪلبي، جو نهايت نيڪ طبيعت جو انسان هو، تنهن جي هٿ حضور جن اسلام جي دعوت جو خط روم جي شهنشاه هرقل ڏي موڪليو. انهن ڏينهن ۾ هرقل بيت المقدس جي زيارت واسطي شام ۾ آيل هو. هرقل حضور جن جي قاصد جي چڱي عزت رکي ۽ شاندار دربار ڪري دحيہ ڪلبي کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ خط ورتائين ۽ کوليائين تہ هيٺين عبارت لکيل هئي:

بسم الله الرحمان الرحيم، من محمد عبدالله و رسوله الي هرقل عظيم الروم سلام علي من اتبع الهدي.
اما بعد فاني ادعوک بدعاية الاسلام. اسلم تسلم يوتک الله اجرک مرتين. فان توليت فعليک اثم و يا اهل الکتاب تعالوا الي کلمة سواء بيننا و بينکم الا نعبد الا الله ولا نشرک به شيئا ولا يتخذ بعضنا اربابا من دون الله فان تولوا فقولوا شهدوا بانا مسلمون.

[الله پاک مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان، الله جي ٻانهي ۽ رسول محمد جي پاران، روم جي بادشاه هرقل ڏانهن (لکجي ٿو تہ) جو شخص هدايت جو تابع ٿيو، تنهن تي شال سلامتي هجي.

انهيءَ کان پوءِ توکي اسلام ڏي سڏيان ٿو: اسلام آڻيندين تہ تون دنيا ۽ آخرت ۾ سلامت رهندين ۽ خداوند پاک توکي ٻيڻو اجر ڏيندو، ۽ جيکڏهين تون انهيءَ ڳالهہ کان منهن موڙيندين تہ توتي ٿي تنهنجي رعيت جو بہ گناهہ پوندو. اي آسماني ڪتابن کي مڃيندڙوا اچو هڪڙي اهڙيءَ ڳالهہ ڏي، جا اسان ۽ اوهان جي وچ ۾ برابر آهي، (آها هيءَ آهي تہ) هڪ خدا ڌاران ٻئي ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪريون ۽ نہ سائس ڪنهن کي شريک بڻايون ۽ اسان مان ڪو ڪنهن کي هڪ خدا کان سواءِ پنهنجو رب (پالڻهار) ڪري نہ مڃي، پوءِ جيکڏهين نہ مڃن تہ چئون تہ ڀلا شاهد هججو تہ اسين تہ مسلمان آهيون.]

هرقل جڏهين اهو خط پڙهيو تہ دل ۾ تہ ڇيڻي ويس پر تنهن هوندي بہ حکم ڪيائين تہ عربستان مان ڳهٽائي واپاري واپار لاءِ اچن ٿا، ڪنهن کي ڳولي هٿ ڪري اچو. ابوسفيان هٿ چڙهي وين، تنهن کي وٺي آيا، جو اڃا مسلمان ٿيل ڪونہ هو. بادشاهہ سلامت ابوسفيان کان ڪجهہ

سوال آنحضرت بابت پڇيا، مگر ابوسفيان سان جيڪي ٻيا همراه هئا، تن کي سخت تاڪيد ڪيائين ته جيڪڏهين ابوسفيان غلط جواب ڏئي ته، اوهان خبردار ڪجوس. ابوسفيان جو چوڻ آهي ته جڏهين جڏهين بادشاهه مون کان سوال ڪيو ٿي، شيطان گهڻوئي چيم ٿي ۽ دل ۾ گهڻوئي آيم ٿي ته ڪوڙ ڳالهايان، پر وري به پنهنجي عزت ۽ همراهن جو خوف آڏو آيم ٿي. بادشاهه پنهنجي دل جا سڀ شبها لاٿا، ۽ ابوسفيان کان، جو اڃا خود حضرت کي ڪين مڃيندو هو، پنهنجن سوالن جا جيڪي جواب پڌا، تن مان ڪيس خاطري ٿي ته سچ خط موڪليندڙ يعني حضرت پاڪ عليه الصلوات والسلام سچو نبي ۽ رسول آهي، هن کي نڪا لالچ آهي، نه بادشاهيءَ جي اميد؛ هن جي نصيحت خاص خدا ڪارڻ آهي ۽ الله تعاليٰ ضرور اهڙي پاڪ ۽ مقدس شخص جي ترقي ۽ عزت ڪندو. شايد جنهن فارقليط جي اچڻ بابت حضرت مسيح عليه السلام بشارت ڏئي ويو آهي (ڏسو يوحنا باب ١٦ ورس ١٤)، هيءَ پاڪ شخص اهوئي آهي. قاصد جي واتان حضور جن جي خدمت ۾ چوائي موڪليائين ته حضور آءٌ حاضر آهيان، جيڪڏهين مون کي ملڪ راني ۽ راڄ ڌاني جو زنجير پيرن ۾ پيل نه هجي ها ته، آءٌ هوند حضور ۾ اڪين سان اچي حاضر ٿيان ها ۽ اچي قدم بوسي ڪريان ۽ حضور جن جا پير ڌوئان ها. روم جي بادشاهه هرقل، پس غائبانه دل و جان سان ايمان آندو مگر سندس رعيت مخالف ٿي پئي. انهيءَ ٿي مخالفت جي ڪري ويچارو خدمت ۾ اچي حاضر ٿي نه سگهيو.

## روم جي وڏي پادريءَ جو مسلمان ٿيڻ.

پر يڪايڪ انهيءَ ملڪ ۾ حق جي ڪشش اهڙي اچي غالب ٿي، جو آنهيءَ ملڪ جي هڪ وڏي پادريءَ

اسلام قبول ڪري وڌو، جنهن جو نالو صفاط هو. آنهيءَ ويچاري پادريءَ کي انهيءَ ڪري آنهيءَ ملڪ جي ماڻهن شهيد ڪري وڌو. (رضي الله تعاليٰ عنه).

## حبش جي بادشاهه نجاشيءَ ڏي حضور جن جو خط.

اهڙيءَ طرح حضور جن عليه الصلوات والسلام هڪ خط اسلام جي دعوت جو حبشه جي بادشاهه نجاشي ڏي، عمر بن آميه الضمري جي هٿان روانو ڪيو، جنهن وجي خط رسايو ۽ نجاشي کولي ڏٺو ته منجهس هيٺين مقدس ۽ پاڪ عبارت لکيل هئي:

بسم الله الرحمان الرحيم، من محمد رسول الله الي النجاشي الا صحم ملڪ آلحبشه سلم انت فاني احمد اليڪ الله الملڪ القدوس السلام الموٴمن المهيمن - و اشهد ان عيسيٰ بن مريم روح الله و ڪلمته القاها اليٰ مريم البتول الطيبة الحصينة فحملت بہ عيسيٰ فخلق الله من روحه و نفخه ڪما خلق آدم بيده و نفخه و اني ادعوڪ الي الله وحده لا شريڪ له والموالات عليٰ طاعته وان تتبعني و توٴمن بالذي جاءني فاني رسول الله وقد بعثت اليڪ ابن عمي جعفرا و نفرا معه من المسلمين فاذا جاءڪ فاقر هم ودع التجبر فاني ادعوڪ و جنودڪ اليٰ الله فقد بلغت و نصحت فاقبلو النصحیٰ.

[الله پاڪ مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان محمد رسول الله جي طرفان اصحم حبشه جي بادشاهه نجاشي ڏانهن.

سلامت هجين تون. آءٌ توڏي الله پاڪ جي تعريف لکان ٿو، جو پاڪ، سلامتي بخشيندڙ، ايمان ڏيندڙ ۽ احتياج پاليندڙ آهي؛ ۽ آءٌ گواهي ٿو ڏيان ته تحقيق عيسيٰ مريم جو پٽ روح الله ۽ الله جو هڪ حڪم

هو، جنهن کي پاڪدامن ۽ نيڪ طبع بيبي مريم ذي موڪليو هئائين (يعني حمل ٿيڻ جو حڪم)، پوءِ بيبي صاحب پيٽ سان ٿي پئي ۽ الله پاڪ کيس پنهنجي روح مان خلقيو ۽ منجهس روح ڦوڪيائين جئن حضرت آدم کي پنهنجي قدرت جي هٿ سان خلقيو هئائين ۽ روح ڦوڪيو هئائين. ۽ آءٌ توکي هڪ خدا ڏي، جنهن جو ڪو شريڪ ڪونهي، ۽ سندس دائمي عبادت ڪرڻ ڏي سڏيان ٿو ۽ منهنجو هي ٻ چوڻ آهي ته تون منهنجي پيروي ڪر ۽ ايمان آڻ انهيءَ پاڪ خدا تي، جنهن مون کي موڪليو آهي، چو ته آءٌ سندس رسول آهيان. مون پنهنجو سوٽ جعفر ۽ ساڻس ڪي ٻيا مسلمان ٻ موڪليا آهن، مهرباني ڪري آنهن کي آزاديءَ سان رهڻ ڏجانءِ. بادشاهيءَ جو غرور ڇڏي ڏي، آءٌ توکي ۽ تنهنجي لشڪر کي اسلام ڏي سڏيان ٿو، مون پنهنجو حق پورو ڪيو ۽ نصيحت ڏني. اوهان کي مناسب آهي، منهنجي نصيحت قبول ڪرڻ.]

نجاشيءَ کي جو هھڙو مبارڪ ۽ نصيحتن ڀريو خط پهتو، سو سندس دل ئي روشن ٿي وئي ۽ نهايت ادب سان هيٺيون جواب لکائي موڪليائين:

بسم الله الرحمان الرحيم، الى محمد رسول الله من النجاشي الاصحم بن ابجر- سلام عليڪ يا نبي الله ورحمته وبرڪاته من الله الذي لا اله الا هو الذي هداني الاسلام اما بعد فقد بلغني ڪتابڪ يا رسول الله في ما ذڪرت من امر عيسى فورب السماءَ والارض ان عيسى مايزيد على ماذڪرت شفروقا - انه ڪماقلت وقد عرفنا ما بعثت به الينا وقد قربنا ابن عمڪ و اصحابه فاشهد انڪ رسول الله صادقا - مقصدقا- وقد بايعتڪ و بايعت ابن عمڪ

و اسلمت علي يد الله رب العالمين. وقد بعثت اليک يا بني ارها بن الا صحم بن ابجر- فاني لا املک الا نفسي وان شئت ان اتيک فعلت يا رسول الله فاني اشهدان ماتقول حق والسلام عليک يا رسول الله.

[الله پاک مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان، محمد رسول الله ڏانهن، نجاشي اصحم بن ابجر جي طرفان توتي اي خداوند پاک جا نبي، انهيءَ خدا جا سلام ۽ رحمتون ۽ برڪتون هجن، جنهن هڪ خدا ڌاران ٻيو ڪو ڪونهي، جنهن مون کي اسلام قبول ڪرڻ لاءِ هدايت بخشي آهي. انهيءَ کان پوءِ (عرض ته) مون کي توهان جو خط پهتو، حضرت عيسىٰ بابت جيڪي توهان لکيو آهي، تنهن بابت منهنجو عرض آهي ته قسم آهي آسمان ۽ زمين جي رب جو ته حضرت عيسىٰ انهيءَ کان وڌيڪ ذرو به ڪين هو، جيترو اوهان لکيو آهي. آهو اوئين ئي هو، جئن اوهان فرمايو آهي. جيڪي ماڻهو اوهان اسان ڏي موڪليا آهن تن کي اسان سڃاتو. اسان اوهان جي (سوٽ) جعفر کي سندس سائين سميت آزاديءَ سان پاڻ وٽ جاءِ ڏني آهي، پوءِ آءٌ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي گواهي ٿو ڏيان ته، تون سچ پچ خدا جو رسول، پاڻ به سچو ۽ اڳين نبين کي به سچو چوندڙ آهين. آءٌ تنهنجي تابعداري ڪريان ٿو ۽ انهيءَ ئي ڪري تنهنجي سوٽ جي هٿ تي بيعت مڃي اٿم ۽ خاص خدا ڪارڻ اسلام قبول ڪيو اٿم. آءٌ اوهان جي خدمت ۾ پنهنجو پٽ ارها بن الاصحم ڏياري ٿو موڪليان، آءٌ پاڻ فقط پنهنجي نفس جو ذميوار آهيان، جيڪڏهن حضور جن جي مرضي هوندي، ته آءٌ پاڻ ضرور اچي حاضر ٿيان، ته حڪم جي

تعميل لاءِ حاضر آهيان، مگر آءٌ گواهي ٿو ڏيان تہ جيڪي اوهين فرمايو ٿا سو حق آهي، ۽ توتي سلام هجن اي الله جا رسول.]

## مصر جي بادشاه ڏي حضور جن جو خط.

اهڙيءَ طرح مصر جي بادشاه مقوقس ڏي بہ حضور جن عليه الصلوات والسلام اسلام جي دعوت جو خط لکيو، جو حاطب بن ابي مبيعه جي هٿان روانو ڪيو هئائون، جنهن کي ڏسي هو اگرچ مسلمان ڪين ٿيو، مگر تمام ادب ۽ تعظيم سان قاصد سان گفتگو ڪيائين. قاصد پنهنجي پاران بہ سمجهايس ۽ فرعون جي غرور ۽ وري فنا ٿيڻ واري احوال ڏي ڌيان ڇڪايس، سندس شبهن ۽ سوالن جا بہ جواب ڏنائينس، مگر اجا اسلام قبول ڪرڻ لاءِ ڪجهہ مهلت گهريائين ۽ خط مبارڪ ادب سان عاج جي پيتي ۾ سانڍي رکيائين ۽ حضور جن ڏي چڱا تحفا موڪليائين، جن مان دلدل نالي هڪڙو خچر بہ هو، جو مشهور هو.

## ايران (فارس) جي بادشاه ڏي حضور جن جو خط.

اهڙيءَ طرح فارس جي بادشاه خسرو پرويز ڏانهن بہ اسلام جي دعوت جو خط موڪليائون، جو عبدالله بن خدام کڻي ويو. خسرو، ايران جي مشهور بادشاه نوشيروان جو پوٽو ۽ اڌ دنيا جو حاڪم هو. سندس مذهب زردشتي يعني پارسين جو مذهب هو، جنهن ۾ باهہ جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. خط ۾ هيٺيون مضمون لکيل هو:

بسم الله الرحمان الرحيم من محمد رسول الله الى ڪسرى عظيم فارس سلام على من اتبع الهدى و آمن بالله و رسوله واشهد ان لا اله الا الله وحده لا شريڪ له وان محمد

عبده و رسوله - وادعوك بدعاية الله فاني انا رسول الله الي الناس كافة لا نذر من كان حيا و يحق القول علي الكافرين فاسلم تسلم فان ابيت فان اثم المجوس عليك.

[الله پاڪ مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان، محمد رسول الله جي طرفان، فارس جي بادشاه خسرو ڏانهن. جيڪو هدايت جو تابع ٿيندو ۽ الله ۽ الله جي رسول تي ايمان آڻيندو ۽ شاهدي ڏيندو ته هڪ خدا کان سواءِ ٻيو ڪو ڪونهي، نه سندس ڪو شريڪ آهي ۽ ثاني ۽ محمد سندس ٻانهو ۽ رسول آهي ته انهيءَ تي سلامتي هوندي. آءٌ توکي اسلام ڏي سڏيان ٿو ۽ اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. آءٌ خدا جو رسول آهيان، دنيا جي سڀني ماڻهن ڏي، هن لاءِ ته جيئرن کي عذاب الاهي کان ڊيڄاريان ۽ منڪرن تي خدا جي حجت ثابت ٿئي. تون اسلام قبول ڪر ته سلامت رهين جيڪڏهن انڪار ڪيئي ته سڀني آتش پرست پارسين جو ڏوهه توتي آهي.]

خسرو اهو خط پڙهي ڪاوڙجي ڦاڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو ۽ چوڻ لڳو ته منهنجي رعيت جو هڪ ادني ماڻهو مون ڏي خط ٿو لکي ۽ پنهنجو نالو مون کان به اڳ ۾ ٿو لکي! پوءِ ڇا ڪيائين، جو يمن جي گورنر جنرل باذان ڏي (جنهن جي هٺ هيٺ خود عرب جو ملڪ به هو) لکيائين ته انهيءَ شخص (يعني حضرت پاڪ عليه الصلوات والسلام) کي گرفتار ڪري مون ڏي موڪل. باذان بادشاه جي حڪم موجب هڪ لشڪر سنڀرايو ۽ انهيءَ لشڪر سان "بانويه" نالي هڪڙو آفيسر به موڪليائين، جنهن کي سمجهائي ڇڏيائين ته حضرت جو حال احوال پوري طرح وٺي جاچي پوءِ بادشاه وٽ موڪلجانس، مگر پاڻ يعني حضرت جن هلڻ کان انڪار ڪن ته هروڀرو نه

زور رکجانءِ، ۽ نہ ستائجانءِ، موٽي اچي اسان کي رپورٽ ڪجانءِ. اهو لشڪر جڏهن طائف وٽان اچي لنگهيو تہ طائف وارا ڏاڍا خوش ٿيا تہ هاڻي محمد (عليه الصلوات والسلام) تي جو هيڏي ساري شهنشاه جي چڙهائي ٿي آهي، سو ڪانئي تو بچي سگهي. آهي آفيسر جڏهن حضور جن عليه الصلوات والسلام جي خدمت مبارڪ ۾ رسيا تہ حضور جن ڪين فرمايو تہ ڇگو اڄ وڃي ڪجهہ آرام ڪريو، سڀاڻي اچجو تہ ڀوءِ ڳالهيون ڪريون.

## حضور جن جو معجزو.

ٻئي ڏينهن جڏهن آيا تڏهن پاڻ انهن کي فرمايائون تہ ڪا خبر اٿو؟ اڄ رات اوهان جي خود بادشاه کي الله تعاليٰ هلاڪ ڪري ڇڏيو ۽ هو مري ويو، اول اوهين وڃي اهو تحقيق تہ ڪريو. اهي آفيسر حيرت ۽ اچرج ۾ پئجي ويا ۽ آخر موٽيا. اڃا يمن ۾ پهتا تہ برابر سرڪاري طرح خبر اچي وئي هئي تہ بادشاه کي آنهيءَ جي پٽ شرويه ماري وڌو ۽ پاڻ تخت تي ويٺو آهي.

## يمن جي گورنر جو مسلمان ٿيڻ.

يمن جو گورنر جنرل باذان، ايندڙن کان حضور جن عليه الصلوات والسلام جي اها خبر ٻڌي ۽ پيون عادتون اخلاق بہ ٻڌي يڪدم مسلمان ٿي پيو، جنهن جي ڪري اڪثر سندس درباري ۽ ملڪ جا ماڻهو بہ مسلمان ٿي پيا.

## حضور جن جو ٻيو زبردست معجزو.

حضور جن عليه الصلوات والسلام جي قاصد، حضور ۾ اچي سڀ احوال ٻڌايو ۽ هي بہ عرض ڪيائين تہ حضور جن جي خط کي ايران جي بادشاه ڪاوڙ جي پرزا پرزا ڪري

ڇڏيو. اها خبر ٻڌي حضور جن عليه الصلوات والسلام ھي جلالي ۽ هيبت ناڪ الفاظ زبان مبارڪ مان ڪڍيا "مزق ملڪه" هن پاڻ پنهنجي ملڪ کي پرزا پرزا ۽ ڇيهاڙيون ڪيو. پڙهندڙ صاحب هن ننڍڙي ۽ هيبت ناڪ جملي تي خيال ڪندا ته ڇا نہ منجهس جلالي قوت ۽ ڇا نہ منجهس رعب ۽ هيبت رکيل آهي. تنهن کان پوءِ پڙهندڙ صاحب تيرهن سؤ ورهين جي تاريخ ۾ چڱيءَ طرح جاچي ڏسندا ۽ ورق ورق ڪري ڦولهيندا ته ايران جي موروثي بادشاه جي بادشاهي ۽ حڪومت جو ڪاٿي بہ ڪو پتو ڪونہ ملندو، يا تہ ڪي ڏينهن اهڙا هئا، جو ڇهن پنجن هزارن ورهين کان وٺي، هن حڪومت ۽ بادشاهيءَ جو پايو پيل هو ۽ ايران جا بادشاه نهايت شان ۽ شوڪت، رعب ۽ داب سان دنيا جي اڌ تي راڄ ڪندا آيا هئا، مگر اڄ خداوند پاڪ جي پيغمبر ۽ سچي رسول جي جلالي جملي ڪري ساڳي بادشاهي، ساڳيءَ قوم جي هٿان اٿين وٺي، جٿن هٿن مان هوا. سبحان الله! قرآن شريف ۾ جيڪي فرمايل آهي، سو سراسر سچ آهي:

اللهم مالک الملک توتي الملک من تشاء و تنزع الملک ممن تشاء وتعز من تشاء و تذل من تشاء بيدک الخير انک علی کل شيء قدير.

[اي اسانجا الله سائين! اي ملڪ جا مالڪ!! تون جنهن کي وڻيئي تنهن کي ملڪ ڏين، ۽ جنهن کان وڻيئي تنهن کان کسين، ۽ جنهن کي وڻيئي تنهن کي عزت ڏين ۽ جنهن کي وڻيئي تنهن کي ذليل (خراب) ڪرين. تنهنجي ئي هٿ ۾ هرقسم جي نيڪي آهي ۽ تحقيق تون سڀ ڪنهن شئي تي قادر آهين.]

انهيءَ ڪر هيبت جلالي جملي دنيا کي ثابت ڪري ڏيکاريو ته سپاه ۽ لشڪر، قديم رعب ۽ داب، موروثي

سلطنت، حڪومت، بارود ۽ بندوقون، قلعا ۽ ڪوٽ، اهي اهڙين شيون نہ آهن جي خداوند تعاليٰ جي قدرت تي غالب اچي سگهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ:

قال الله تعاليٰ هو الذي اخرج الذين ڪفروا من اهل الڪتاب من ديارهم لاول الحشر ما ظننتم ان يخرجوا وظنوا انهم مانعتهم حصونهم من الله فاتاهم الله من حيث لم يحتسبوا و قذف في قلوبهم الرعب يخربون بيوتهم بايديهم وايدي المومنين فاعتبروا يا اولي الابصار.

[اهو سو الله آهي جنهن ڪافرن يعني نصارن ۽ يهودين کي سندن گهر مان پهرئين حملي ۾ ڪڍي ٻاهر ڪيو. اوهان کي اهڙو گمان بہ ڪونہ هو تہ ڪو هو نڪرندا ۽ هنن کي بہ اهوئي خيال هو تہ هنن جا قلعا ۽ ڪوٽ کين الله کان بچائيندا رهندا. پوءِ الله تعاليٰ انهن کي اهڙيءَ طرح تہ پڪڙيو، جنهن جو هنن کي وهم ۽ گمان بہ ڪونہ هو ۽ هنن جي دلين ۾ اهڙو تہ رعب ۽ ڊپ وڌائين جو پنهنجا گهر پنهنجن هٿن سان ۽ مومنن جي هٿائون برباد ڪرڻ لڳا. پوءِ عبرت وٺو اي اکين وارا!]

انهيءَ جملي قرآن پاڪ جي هن آيت جي بہ تصديق ڪئي:

ان الارض لله يورثها من يشآء من عباده والعاقبة للمتقين.

(تحقيق هي زمين الله جي شئي آهي. پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي وڻيس، تنهن کي سندس وارث بنائي ۽ چڱو نتيجو آخرڪار خدا کان ڊڄندڙن لاءِ آهي.)

## شاه بحرين جو مسلمان ٿيڻ.

بحرين جو حاڪم منذر بن ساوي هو. سندس حڪومت ايران، فارس سان متعلق هئي. علاءِ بن الحضرمي حضور جن عليه الصلوات والسلام جو خط مبارڪ وٽس کڻي ويو، جنهن

ڪـي ڏسي هـو تهدل سان مسلمان ٿيو ۽ سندس ڪري سندس رعيت بہ گهڻي ئي مسلمان ٿي پئي.

## عمان جي حاڪم ۽ سندس ڀاءُ جو مسلمان ٿيڻ.

اهڙيءَ طرح عمان جي حاڪم ”جلندي“ جي فرزندن، هرهڪ جيفر ۽ عبد وٽ، عمرو بن عاص رضي الله تعاليٰ عنه، حضور جن عليه الصلوات والسلام جو خط کڻي ويو. حضرت عمرو جو چوڻ آهي تہ جڏهن آءٌ عمان ۾ پهتس تہ پهرين عبد وٽ ويس، جو ڀاءُ کان وڌيڪ نرم ۽ خوش خلق سردار هو. مون هن کي سارو حال سڻايو تہ هڙي طرح آءٌ حضرت رسول الله صلعم جو قاصد آهيان؛ تو ۽ تنهنجي ڀاءُ ڏي خط کڻي آيو آهيان. عبد چيو، پلي آئين، جيءُ آئين، پر پهرين جو تون مون وٽ آيو آهين تنهن کان تہ چڱو ائين ٿيندو تہ منهنجي ڀاءُ وٽ وڃ، جو هو ملڪ جو مالڪ بہ آهي ۽ مون کان عمر ۾ بہ وڏو آهي؛ سو آءٌ ٿو توکي پنهنجي ڀاءُ وٽ پهچايان، پر پهرين خبر تہ ڏي تہ اوهان جو چوڻ ڇا آهي؟ عمرو چيو تہ پيو سڀ خير آهي، اسان جو چوڻ آهي تہ هڪ خدا کي مڃو ۽ کيس لاشريڪ ۽ لاثاني ڪري ڄاڻو. اهو سبق ۽ اها تعليم حضرت رسول الله صلعم جي آهي، انهيءَ ڪري حضرت محمد ڪريم عليه الصلوات والسلام کي خدا جو خاص پانهون، پيغمبر ۽ رسول ڪري سمجهو.

## سردار عبد ۽ عمرو بن عاص جي عجيب گفتگو.

اتي عبد چيو، عمرو! ڳالهہ ٻڌ، تون پاڻ قوم جي سردار ۽ پرئي مڙس جو پٽ آهين، تنهنجي پيءُ ڇا ڪيو؟ تہ پوءِ اسين بہ اهو پڌي ائين ڪريون. عمرو چيو تہ بابو تہ مري ويو پر حضرت رسول الله صلعم تي ايمان ڪو نہ آندائين،

چگو ٿئي ها، جو ايمان آڻي وجهي ها ۽ حضرت رسول الله صلعم کي سچو رسول سمجهي ها، آءٌ پاڻ اهڙو ٿي هوس، مگر رب مون کي حق سمجهايو ۽ اسلام ڏي هدايت بخشي. عبد چيو ته، ڀلا ٻڌاءِ ته سهي ته تون ڪڏهانڪر مسلمان ٿيو آهين؟ عمرو چيو ته، ڪي ٿورا ڏينهن ٿيندا. عبد چيو ته ڀلا ڪهڙي هنڌ؟ عمرو چيو حبش جي بادشاهه نجاشيءَ جي دربار ۾، جتي نجاشي خود به مسلمان ٿيو هو. عبد چيو هان؟ نجاشي به مسلمان ٿيو! پوءِ سنديس رعيت ساڻس ڇا ڪيو؟ عمرو چيو رعيت ڇا ڪندي؟ انهن ئي بادشاه ڪري پئي سڃيس، پر رعيت مان به ڪيترن ته اسلام قبول ڪري ورتو آهي. عبد پڇيو ته وڏن وڏن بشپ پادرين به اسلام قبول ڪيو آهي؟ عمرو چيو ته هائو، هائو، پادرين به اسلام قبول ڪيو آهي. عبد چيو ته عمرو، ڏس ڇا ٿو چئين، ڪوڙ ڪو ڳالهائجي؟ عمرو چيو ته خدا پناهه ڏئي، آءٌ ڪوڙ بلڪل ڪين ٿو ڳالهايان، اسلام ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ حرام آهي. عبد چيو ته ڀلا نجاشيءَ جي مسلمان ٿيڻ جي خبر هرقل کي آهي؟ عمرو چيو ته هائو! عبد چيو ته توکي ڪهڙي پڪ؟ عمرو چيو ته مون کي سموري خبر آهي، مورڳو هي به معلوم اٿم ته نجاشي، جو هرقل کي ڍل ڏيندو هو، سو هاڻي چوي ٿو ته هڪ پائي به ڪين ڏيندوسانس؛ اها خبر به هرقل تائين وڃي پهتي آهي، جنهن تي هرقل جي ڀاءُ نياق، هرقل کي چيو ته نجاشي نه رڳو ڍل کان انڪار ڪيو آهي، پر پنهنجو دين به ڇڏي ڏنو اٿس ۽ وڃي مسلمان ٿيو آهي؛ هرقل چيو ته جيڪڏهين پنهنجو دين ڇڏيو اٿس ته ڇا ٿي پيو؟ هن آنهيءَ اڳوڻي دين کان وڌيڪ عمدو دين قبول ڪيو آهي؛ هرقل انهن چئي ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان چيو ته قسم خداوند پاڪ جو جيڪڏهين مون کي بادشاهيءَ جا ڪم نه هجن ها ته آءٌ خود حضرت رسول الله صلعم جو وڃي

خادم ٿيان ها، جئن نجاشيءَ جو خيال آهي. عبد اها گفتگو ٻڌي ڏاڍو حيران ٿيو ۽ ڇڪ ٻٽ ئي نہ پيو ڪري، مگر عمرو صاف چيس تہ جنهن خداوند پاڪ تي تازو ايمان آندو اٿم، انهيءَ جو قسم تہ سچ ٿو چوان. تہ اتي عبد چيس تہ ڀلا ٻڌاءِ تہ رسول الله ڇا ڇا ٿو چوي، ۽ سندس تعليم ڪهڙي قسم جي آهي؟ عمرو رض، چيو تہ حضور جن عليہ الصلوات والسلام جي تعليم سچي سون آهي: هڪ الله پاڪ کي مڃڻ ۽ سندس عبادت بابت حڪم ڪن ٿا، خداوند پاڪ جي بي فرماني ۽ ڇٽي نہ مڃڻ کان روڪين ٿا. زنا، شراب، پٿرن، ٻتن، مورتن ۽ عيسائي صليب وغيره جي تعظيم ۽ پوڄا کان سخت منع ڪن ٿا. عبد چيو ائين! هيءَ تہ تمام عمدي تعليم ۽ هدايت جا عمدا احڪام آهن. جيڪڏهن منهنجو ڀاءُ بہ مون سان شامل ٿيو تہ اسين ٻئي رسول الله تي بيشڪ ايمان آڻينداسين. ائين ڇٽي وري هئن بہ چيائين تہ خود سنديس بادشاهيءَ لاءِ بہ ايمان آڻڻ نقصان ڪار ڪينهي. عمرو چيس تہ سچ آهي، ايمان آڻيندو تہ حضرت رسول الله صلعم کيس اسلام جي ٻاران هڪ بادشاه ڪري، کيس انهيءَ ئي بادشاهي تي قائم رکندو، رڳو ايترو ٿيندو، جو دولتمندن کان زڪوات وصول ڪري، شريعت موجب غريبن ۾ ورهائي ڏيندو. اهڙيءَ طرح ٻنهي جي وچ ۾ گفتگو ٿيندي رهي ۽ عبد ذري پرزي جي خبر پنهنجي ڀاءُ کي پهچائيندو رهيو. هڪڙي ڏينهن بادشاه سلامت عمرو بن عاص کي پاڻ وٽ گهرايو، چوبدار جو ويا، سي کنهي کڻي آيس. بادشاه چين تہ ڇڏيوس ڇڏيوس. حضرت عمرو دربار ۾ بادشاه جي سامهون وڃي ويٺو، جنهن تي چوبدارن ٽوڪيس، مگر حضرت عمرو بادشاه ڏي نهاريو تہ بادشاه چيس تہ ڪر خبر، تنهنجو ڪهڙو ڪم آهي؟ عمرو، حضور جن عليہ الصلوات والسلام

جو خط مبارڪ پيش ڪيو، جنهن تي مهر لڳل هئي. بادشاه جيفر، مهر ٽوڙي خط پڙهيو ۽ پڙهي پاڻ کي ڏنائين، جنهن بہ پڙهيو. عمرو بن عاص سندس نموني مان سمجهي ورتو تہ بادشاه جو ڀاءُ زياده نرم دل آهي اتي بادشاه قريشن ۽ نون مسلمانن وغيره بابت ڪجھ سوال عمرو بن عاص کان پڇيا ۽ پوءِ ڪيس موڪل ڏنائين. حضرت عمرو ٻئي ڏينهن بادشاه جي ڀاءُ عبد سان مليو. عبد چيس تہ بادشاه جو اسلام ڏي ڏاڍو خيال آهي، پر سندس ملڪ کي جيڪڏهن ڪنهن قسم جو لوڏو نہ اچي تہ. خير، عمرو بن عاص وري بہ بادشاه سان مليو. بادشاه چيس تہ آءٌ اهڙو طاقت وارو بادشاه آهيان جو جيڪڏهن اوهان جو لشڪر مون تي چڙهائي ڪري اچي تہ آءٌ هوند اهڙي جنگ ڪريان جو اوهان سان اڳي ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي هجي؛ انهيءَ ڪري آءٌ رکو قاصد جي خط تي آڻ مڃيندس تہ عرب ۾ بد نام ٿيندس. عمرو چيس چڱو آءٌ موٽي ٿو وڃان. بادشاه چيس نہ نہ، سڀاڻي تائين ترس. ٻئي ڏينهن بادشاه ماڻهو موڪلي گهرايس ۽ سندس روبرو بادشاه، ڀاءُ سميت مسلمان ٿيو ۽ سندس رعيت جو بہ گهڻو ڀاڱو مسلمان ٿيو.

## دمشق جي حاڪم ڏي اسلام جي دعوت جو خط.

منذر بن حارث بن ابي شمر وٽ، جو دمشق جو حاڪم ۽ شام جو گورنر هو، شجاع بن وهب الاسري رض، حضور جن عليه الصلوات والسلام جو خط کڻي ويو. پهرين خط پڙهي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ چوڻ لڳو تہ آءٌ مديني تي ڪاهيندس، مگر وري دل ۾ ڪو اهڙو اثر ٿيس، جو قاصد کي عزت سان روانو ڪيائين. مگر مسلمان نہ ٿيو.

## يمامہ جي حاڪم ڏي حضور جن عليه الصلوات والسلام جو خط.

يمامہ جو حاڪم هوذه بن علي عيسائي مذهب جو هو، جنهن وٽ سايط بن عمرو رض، حضور جن عليه الصلوات والسلام جو خط مبارڪ کڻي ويو. انهيءَ البت سرڪشي ڪئي ۽ چوڻ لڳو تہ اسلام تي منهنجي اڌ حڪومت ٿئي، اچي تہ آءٌ مسلمان ٿيان. انهيءَ سرڪشيءَ سببان جلد ئي هلاڪ ٿي مري ڪهي ويو: بيوقوفن دنيا جي بندن جو خيال هو تہ هي سڀ دنيائي ڳالهہ ٻولهہ آهي، مگر روحاني روشني، تهذيب اخلاق ۽ مقدس خيالات کان محروم هئا.

## ٻين رياستن جي والين جو مسلمان ٿيڻ.

انهيءَ کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي ملڪن جا حاڪم ۽ رياستن جا والي بہ حضورجن جي موڪليل مشنرين (اسلام جي وعظ ڪندڙن) کان، حضور جن عليه الصلوات والسلام جا مبارڪ اخلاق ۽ اسلام جون خوبيون ٻڌي مسلمان ٿيا هئا، جن جو مختصر ذڪر هيٺ لکان ٿو:

(۱) نجد جو حاڪم ثمامہ ثالي، سنہ ٦ هجري ۾ مسلمان ٿيو.

(۲) عرب جي سلطنت قديم "غسان" جي حاڪم جبلہ، سنہ ۷ هجري ۾ اسلام قبول ڪيو.

(۳) علائقي شام جو گورنر فرده بن عمرو خزاعي رض جو مسلمان ٿيو، تنهن کي روم جي قيصر پاڻ وٽ سڏايو ۽ چيائين تہ يڪدم اسلام ڇڏ؛ مگر فرده انڪار ڪيو، قيصر کڻي قيد ۾ وڌس، آخر قتل ڪرائي ڇڏيائينس. قتل قبول ڪيائين، مگر خدا جي پياري بندي اسلام نہ ڇڏيو؛ عزت، حڪومت ۽ دولت کي لت هنيائين، مگر اسلام جي نعمت کي هٿان نہ ڇڏيائين (رضي الله تعالیٰ عنه).

(٤) دومة الجندل جو حاڪم 'اڪيدر' سنه ٩ هجري ۾ مسلمان ٿيو.

(٥) يمن ۽ طائف جي ڪن ضلعن جو حاڪم ذي الڪلاع رض حميري، جو حميري قبيلي جو گويا بادشاه هو ۽ پاڻ کي (نعوذ بالله) خدا سڏائيندو، ۽ ماڻهن کان پاڻ کي سجدو ڪرائيندو هو، اهڙو سرڪش به اسلام جو تابع ٿي پيو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ڪيس اهڙي ته خوشي ٿي ۽ باطني نور پيدا ٿيس، جو اُنهيءَ خوشيءَ ۾ هڪ ڏينهن اندر، ارڙهن هزار غلام ( گولا ) آزاد ڪيائين. حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي خلافت جي وقت ۾ از خود حڪومت ڇڏي مديني منوره ۾ اچي رهيو ۽ زاهدانه زندگي ۽ فقيراڻي حياتي گذارڻ لڳو (رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين).

## حضور جن صلعم جي خدمت ۾ ڪيترن ملڪن مان وفد (جماعتن) جو اچڻ.

اسلام جي اصولن ۽ خيالن جي صفائي ۽ پاڪيزائي ملڪن ۾ ايتري قدر ته مشهور اچي ٿي، جو ڪيترن ئي ملڪن مان اسلام بابت پڇا ڳاڇا ڪرڻ ۽ حقيقت حال جاچڻ لاءِ جماعتن جون جماعتون اچڻ لڳيون، ۽ اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳيون ۽ اسلام جي فضيلت ۽ شان معلوم ڪري هزارين غير مسلمان، مسلمان ٿيا؛ قومن جون قومون، فوجن جون فوجون اسلام جي برادريءَ ۾ داخل ٿيڻ لڳيون. هي سڀ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي اصحاب ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جي ڪوشش ۽ سعيي جو نتيجو هو. ملڪ جي مختلف پاڱن مان اٽڪل پنجويهه ٿيه وفد آيا جن جا نالا هي آهن:

### وفدن جا نالا

دوس، ارد، فرده جزامي همدان، طارق بن عبدالله، تجيب، بني سعد هذيم، بنو اسد، وفد بهراءَ، وفد بنو عيش،

بني حنيفہ، عبدالقيس، طي، اشعريين صداءِ، عذرا، ثقيف، سلامان، نخع، وغيره. مناسب آهي ته انهن وفدن مان ڪن ڪن جو ذڪر لکان، جو ته انهيءَ بيان مان ڪي اهڙيون اهڙيون عمديون ۽ ضروري هدايتون معلوم ٿي ٿيون وڃن، جي دين ۽ دنيا لاءِ ڪافي، ۽ روحاني مرضن لاءِ شافي آهن.

## وفد ثقيف جو حال.

ثقيف وارن مان اسلام جو پهريون طالب، عروه بن مسعود ثقفي هو، جو پنهنجي قوم جو پريو مڙس هو. عروه، صلح حديبيه جي وقت ڪافرن جي پاران وڪيل ٿي آيو هو. رب گهريس، مديني شريف ۾ آيو ۽ اسلام قبول ڪيائين. ڪيس ڏهه ڏالون هيون، مگر حضور جن عليه الصلوات والسلام جي حڪم موجب باقي چار پاڻ وٽ رکيائين. اسلام جي واقف ٿيڻ کان پوءِ حضور جن صلعم جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته قبلا، منهنجي مرضي آهي ته پنهنجي قوم کي وڃي اسلام سيکاريان. حضور جن صلعم، فرمايس "سو ته چڱو، پر ماري ڇڏيندءِ." عرض ڪيائين ته حضور! منهنجي قوم جي مون سان ڏاڍي دل ۽ محبت آهي ۽ اهڙي جهڙي ڪنهن عاشق جي معشوق سان. موڪل وٺي پنهنجي قوم وٽ آيو ۽ اچي اسلام جي حقانيت بابت وعظ شروع ڪيائين. هڪڙي ڏينهن نماز پئي پڙهيائين ته اوچتو ڪنهن ڪمبخت پٿر هڻي شهيد ڪري وڌس: عروه ته وڃي بهشت ۾ رهيو، پر سندس آواز سندس قوم جي دلين ۾ اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيو. جلد ئي سندس قوم کي اسلام جي تحقيقات جو شوق پيدا ٿيو ۽ ڪي ماڻهو وفد طرح حضور جن صلعم جي خدمت ۾ وڃڻ لاءِ چونڊيائون. اهو وفد سنه ٩ هجريءَ ۾ حضور جن صلعم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، جن جو سردار عبد ياليل هو. هيءُ آهو شخص هو، جنهن طائف ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي پويان

ڇوڪرا ٻچيا هئا ۽ کين سخت تڪليف پهچائي هئائين. انهيءَ وقت طائف ۾ حضور جن صلعم فرمايو هو ته آءٌ هنن ظالمن جي حق ۾ بد دعا ڪين ڪندس، من انهن جا پويان هدايت وارا ٿين ۽ مگر اڄ ته اهي ظالم انهيءَ مظلوم ۽ معصوم نبي جي حضور ۾ حاضر ٿين ۽ اسلام جو شوق ۽ ذوق رکڻ لڳا آهن. جڏهن اهي مديني شريف ۾ پهتا، تڏهن مغيره بن شعبه، حضور جن صلعم جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته يا حضرت! هي ثقيف جا ماڻهو منهنجي قوم جا آهن، آءٌ کين پاڻ وٽ ٽڪائي خدمت ۽ مهماني ڪريان؟ حضور جن فرمايو ته:

لا امنعڪ ان تڪرم قومڪ

[آءٌ توکي پنهنجي قوم جي عزت رکڻ کان ڪونه ٿو جهليان.]

مگر حضرت جن صلعم فرمايس، ته ايترو ڪر، جو ڪنهن اهڙي هنڌ لاهين، جتي قرآن پاڪ جو پڙلاءُ ڪنن تي پوين. حضور جن صلعم جي اشاري موجب انهن مهمانن جا تنبو، مسجد جي صحن ۾ کوڙيا ويا، جتي قرآن به ٻڌائون ۽ نماز پڙهندي به ڏٺائون ۽ انهيءَ ڪري سندن دلين تي ڏاڍو اثر پيو ۽ نيٺ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي مبارڪ هٿ تي بيعت ڪري اسلام جو اظهار ڪيائون ۽ سندن صحبت ۽ اثر سان، سندن قوم وارا به گهڻائي مسلمان ٿي پيا.

## وفد عبدالقيس.

عبدالقيس جي قبيلي جا ماڻهو به حق جي ڳولا ۾ اسلام جي جاچ ۾ وفد طرح سيدنا رسول الله صلي الله عليه وسلم جي خدمت شريف ۾ حاضر ٿيا. حضور جن صلعم پڇيو ته، اوهين ڪهڙي قوم جا آهيو؟ عرض ڪيائون ته قوم ربيعه جا. حضور جن صلعم فرمايو ته ڀلي آيو، جيءُ آيو، آهي حق جا طالب ڪجهه وقت حضور جن عليه الصلوات والسلام

جي خدمت با برڪت ۾ رهي، انهيءَ شمع رسالت ۽ چراغ نبوت
جي پرتوي، ۽ انهيءَ آفتاب هدايت ۽ ماهتاب ارشاد جي نور
سان اهڙا ته منور ۽ روشن ٿيا، جو بي اختيار اسلام جا بيدام
غلام ٿي پيا ۽ پڇڻ لڳا ته يا حضرت! حضور جن ۽ اسان جي
جي وچ ۾، قبيلي مضر جا ڪافر روڪيندڙ ٿي پيا آهن، جنهن
سببان گهڻو ڪري آزاديءَ سان اچي وڃي ڪين سگهنداسين؛
اڄ ڪان پوءِ پانيون ٿا ته جدائيءَ جي آگ ۾ جلندا رهنداسين
۽ زيارت لاءِ مشتاق مرنداسين، انهيءَ ڪري لاچار ڏاڍي
افسوس سان عرض ٿا ڪريون ته ڪي اهڙا پاڪ ۽ صاف
حڪم سائين جن ٻڌائي ڇڏين، جن تي اسين عمل ڪندا
رهون ۽ وري پڇڻ جا محتاج نه ٿيون. حضور جن
عليه الصلوات والسلام فرمايو ته چار ڳالهيون آهن، جن کي
هميشه ڪندا رهجو ۽ چار ڳالهيون آهن جن کان هميشه
پاسو ڪجو. ڪرڻ وارا ڪم ڪهڙا آهن:

## اسلام جا چار سُک اسر.

(١) خداوند پاڪ کي هڪ ڪري مڃڻ، جنهن ۾
رسالت جو مڃڻ به اچي ٿو وڃي يعني ڪلمو پاڪ پڙهڻ ۽
دل سان مڃڻ. (٢) سچيءَ دل سان الله پاڪ کي حاضر ناظر
جاڻي، سندس درگاهه ۾ ٻانهون ٻڌي بيهڻ ۽ تمام نياز سان
سندس آڏو سجدو ڪرڻ يعني نماز پڙهڻ. (٣) خدا جي ڏنل
دولت مان چاليهين پتي مسڪينن ۽ محتاجن کي ڏيڻ يعني
زڪوات ڪڍڻ. (٤) ٻارهن مهينن مان هڪڙو سڄو مهينو
روزا رکڻ يعني رمضان جا، ۽ غنيمت جي مال مان پنجين پتي
راه خدا لاءِ ڪڍڻ.

## خاص شراب بابت اسلام جا چار سُک نهي (منع).

۽ هنن چئن شين کي هرگز ڪم ۾ نه آڻجو: (١) تُنبو
يعني آهو ڪدوءَ جو ٿانوَ، جنهن ۾ شراب رکي تيز بنائيندا هئا.

(٢) ختم، جو ٻه هڪڙو شراب جو ٿانو آهي. (٣) نقير يعني ڪاٺ جو مٽ، جنهن ۾ شراب رکندا آهن. (٤) مزفت يعني ڏامر لڳل ٿانو، جو شراب لاءِ ٺاهيندا هئا. مطلب ته انهيءَ قوم ۾ شراب نوشيءَ جي سخت عادت پيل هئي، ان موجب اهي حڪم پاڻ فرمايائون ۽ هئن به فرمايائون ته هي حڪم اوهين به ياد رکو ۽ آتي پنهنجي قوم وارن کي به ٻڌائجو.

## وفد بني حنيفه.

قبيلي بني حنيفه جو وفد به اسلام جي تلقين حاصل ڪرڻ لاءِ حضور جي خدمت شريف ۾ حاضر ٿيو ۽ تحقيقات ڪري سيني اسلام قبول ڪيو. انهيءَ وفد ۾ مسيلمو ڪذاب* به شامل هو جو مديني شريف ۾ وفد سان گڏجي اچي چوڻ لڳو ته محمد (عليه الصلوات والسلام) پنهنجو جانشين، جيڪڏهين مون کي ڪري، ته آءٌ ڪيس مڃان. حضور جن ٻڌي فرمايو ته هن کجيءَ جي ٽاريءَ ڏيڻ جي شرط تي به ڪنهن جي بيعت قبول ڪين ڪندس، اسلام خالص الله جو دين آهي، جيڪو قبول ڪندو ته پنهنجي لاءِ فائدو ائس، ڪنهن تي ٿورو ڪونه ٿو ڪري. مسيلمو جيڪڏهين بيعت نه ڪندو ته پنهنجي نيت موجب جزا ملنديس.

* مسيلمو ڪذاب، جيڪڏهين نبوت جي دعويٰ ڪندو هو ته حضور جن عليه الصلوات والسلام کي به خدا جو نبي ڪري مڃيندو هو ۽ اڪثر حضرت جن کي برحق چوندو هو؛ جا لاءِ ته سندس پاسي ۽ علائقي جا مسلمان سندس مخالف نه ٿين. اڄڪلهه پنهنجي ڪوڙي نبوت کان بچڻ لاءِ جيڪڏهين قاديانيءَ پارن به حضور پاڪ عليه الصلوات والسلام کي نبيءَ برحق ڪٺي چيو ته مسيلمي ڪذاب کان بهتر ڪين چئبا.

## وفد قبيلہ طي.

قبيلو طي آهو مشهور قبيلو آهي جنهن مان حاتم طائي بہ هو. انهيءَ وفد جو مهندار زيد الخيل هو. اهو وفد بہ اسلام جي جاچ ۽ حق جي ڳولا لاءِ حضور جن صلعم جي خدمت شريف ۾ آيو. حضور جن عليه الصلوات والسلام انهيءَ وفد جي سردار جي فضيلت ۽ سياڻپ ڪري ڏسي فرمايو تہ عرب جي ملڪ ۾ جيڪڏهين ڪنهن ماڻهوءَ جي تعريف ٻڌبي آهي تہ ڏسڻ وقت وڏو تفاوت نڪري پوندو آهي، مگر زيد الخيل، جهڙو ٻڌو تهڙو ڏٺو، پوءِ سندس نالو زيد الخير رکيائون. انهيءَ وفد جا سڀ ماڻهو تحقيقات ڪري مسلمان ٿيا.

## وفد اشعرين

اشعري قبيلو يمن جي قبيلن مان هو. انهن جو وفد بہ حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ اسلام جو شوق رکي آيو هو، جو اها نعمت حاصل ڪري موٽيو.

## وفد ازد.

انهيءَ قبيلي جا جملي ست (٧) ماڻهو آيا هئا، جن کان حضور جن عليه الصلوات والسلام پڇيو تہ اوهين ڪير آهيو؟ جواب ۾ عرض ڪيائون تہ حضور! اسين مومن آهيون. پاڻ فرمايائون تہ ڪهڙيءَ معنيٰ سان مومن؟ انهن عرض ڪيو تہ اسان ۾ پندرهن عادتون اهڙيون آهن، جي ايمان وارن جون آهن. انهن مان ڏهہ اوهان جي وعظ ڪندڙ اصحابن وٽان معلوم ٿيون اٿئون. جن ڏهن مان پنج اعتقادي آهن ۽ پنج عملي، باقي پنج، سي اسان ۾ اڳيئي هيون. اعتقادي پنج هي آهن: (١) الله پاڪ تي ايمان (٢) ملائڪن کي مڃڻ (٣) الله پاڪ جا سڀ آسماني ڪتاب لائق تعظيم جي

چاڻڻ (٤) الله جي سڀني رسولن کي رسول ڪري مڃڻ (٥) مرڻ کان پوءِ وري محشر ۾ حساب ۽ ڪتاب، عذاب ۽ ثواب لاءِ اٿڻ کي قبول ڪرڻ ۽ مڃڻ. عملي پنج ڪم هي آهن: (١) لا اِلٰه الا الله چوڻ (٢) پنجوقتي نماز پڙهڻ (٣) سال ۾ زڪوات ڏيڻ (٤) رمضان شريف جا روزا رکڻ (٥) طاقت هوندي حج ڪرڻ. جيڪي پنج عادتون اڳيئي معلوم هيوسين، سي هي آهن: (١) آسودائيءَ وقت شڪر ڪرڻ (٢) مصيبت جي مهل صبر ڪرڻ (٣) خداوند پاڪ جي قضا تي راضي رهڻ (٤) امتحان ۽ پرک وقت حق تي قائم رهڻ (٥) دشمنن جي نقصان تي خوش نه ٿيڻ. حضور جن فرمايو هائو، جن اهي پويون ڳالهيون اوهان کي ڏسيون آهن، سي ته شايد ڪي حڪيم يا نبي هوندا. وري فرمايائون ته چڱو، پيون پنج به پڌائي ٿو ڇڏيانوَ ته پلي وٺو. (٢٠) نصيحتون ٿي پون، جن تي عمل ڪجو.

## حضرت رسول الله صلعم جون مفيد نصيحتون.

(١) اهڙا شيءِ گڏ نه ڪريو جا کائڻي نه هجيوَ (٢) اهڙا جاءِ نه آڏايو، جنهن ۾ رهڻوئي نه هجيوَ (٣) اهڙين ڳالهين ۾ مقابلو نه ڪريو، جي سڀائي ڇڏيون هجنوَ (٤) خداوند پاڪ کان ڊڄندا رهو، جنهن ڏي آخر موٽي وڃڻو ۽ سندس درگاهه ۾ پيش ٿيڻو اٿوَ (٥) آنهن شين سان دل رکو، جي آخرت ۾ ڪم اچنوَ؛ جتي هميشه رهڻو اٿوَ. اهي نصيحتون اهڙيون آهن، جو هڪ هڪ نصيحت مان سوين شاخون ڦٽن ٿيون. وفد وارا پڌي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پوريءَ طرح تعميل ڪيائون.

## وفد بني الحارث.

هي وفد، مهيني شوال، سنه ١٠ هجريءَ ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي حضور ۾ حاضر ٿيو. انهيءَ قبيلي جا

ماڻهو اڳيئي خالد بن وليد جي وعظن ۽ سمجهائڻ سان مسلمان ٿيا هئا. جڏهن حضور ۾ رسيا تہ زيارت ۽ بيعت ڪري فيضياب ٿيا.

## جنگ ۾ فتحمند ٿيڻ جو عجيب راز.

حضور جن عليه الصلوات والسلام آنهن کان پڇيو تہ ڇا سبب آهي؟ جو اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ بہ جنهن قبيلي اوهان سان جنگ ڪئي، تہ سيڪنهن جنگ ۾ اوهين غالب، ۽ اوهان جا مخالف مغلوب رهندا هئا ۽ هر جنگ ۾ اوهان جي فتح ٿيندي هئي؟ آنهن عرض ڪيو تہ حضور! اسان جي قبيلي ۾ ڪڙي خاصيت آهي، جنهنڪري اسين گهڻو ڪري فتحمند ٿيندا آهيون. اها هيءَ آهي تہ اسين اڳرائي ڪري ڪنهن تي بہ چڙهائي ڪين ڪندا آهيون، ۽ وري جنگ لاءِ گڏ ٿيندا آهيون تہ هڪ ٻئي سان گڏ رهندا آهيون ۽ ڌار نہ ٿيندا آهيون، ڪنهن سان اڳرائي ڪري ظلم بہ ڪين ڪندا آهيون. حضورجن عليه الصلوات والسلام فرمايو سچ پچ اهي ڳالهيون فتحمند ٿيڻ لاءِ ڪافي آهن. هن وفد جي اچڻ کان چار مهينا پوءِ، حضور جن صلعم هن دنيا مان لاڏاڻو فرمايو (صلي الله عليه و علىٰ آلہ و اصحابہ وسلم).

## وفد دوس.

اسين مٿي طفيل بن عمرو رضہ دوسي جي اسلام جو احوال لکي آيا آهيون. اسلام آڻڻ کان پوءِ حضور جن عليه الصلوات والسلام کان پنهنجي قوم لاءِ بہ دعا گهري هئائين، تہ شال هدايت وارا ٿين. حضور جن عليه الصلوات والسلام دعا فرمائي هئي، جنهنڪري وچڙ شرط پهريـن سنڌس پيءُ ۽ عـورت مسلمان ٿيا، جن کي وهنجاري سهنجاري پاڪ ڪپڙا ڍڪائي اسلام جي تلقين ڏنائين ۽ قوم ۾ اسلام

جو وعظ ڪرڻ لڳو. سنديس قوم ۾ زنا جي بد عادت ڏاڍي گهڻي ڦهليل هئي، اسلام ۾ زنا بابت سخت ڪان سخت حڪم هئا، انهيءَ ڪري سندس قوم وارن اسلام ڏي جلد ميل ڪونه ڪاڏو، جنهن ڪري وري حضور جن عليه الصلوات والسلام وٽ ويو ۽ دعا گهريائين. حضور جن صلعم زبان مبارڪ سان فقط هي لفظ فرمايا ”اللهم اهد دوسا“ ”خدايا دوس وارن کي هدايت ڏي“. پوءِ ته الله جي مهرباني سان سندس قوم کي اسلام جو مزو اچي ويو، سيئي گناهن کان توبه ڪري اسلام قبول ڪرڻ لڳا. سڄا ستر، اسي (٧٠-٨٠) خاندان مسلمان ٿيا، جن کي وٺي مديني ۾ آيو، ۽ حضور جن عليه الصلوات والسلام خيبر ڏي روانا ٿيل هئا، جنهن ڪري مديني مان خيبر وٺي وين. اتفاق سان انهيءَ ڏينهن حبش جي ملڪ کان حضرت جعفر طيار رضه سان حضرت رسول الله عليه وسلم جي زيارت جا مشتاق به آيا هئا. خيبر جا يهودي حيران ٿي ويا ۽ سمجهائون ته ضرور هن پاڪ شخص جو قبضو دلين تي آهي، سو هن مٽيءَ جي قلعن تي سندس قبضو ته آسان ٿيندو.

## وفد همدان.

اهو قبيلو يمن جي ملڪ سان آهو هو. انهيءَ پاسي پهرين حضرت خالد بن وليد رضه اسلام پکيڙڻ لاءِ ويو هو، پر موٽي آيو هو. وري حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کي حضور جن عليه الصلوات والسلام روانو فرمايو جنهن جي برڪت سان هڪڙي ئي ڏينهن ۾ سڄو قبيلو مسلمان ٿيو. انهن مان ڪيترا چڱا وفد طور حضور جن عليه الصلوات والسلام جي زيارت فيض بشارت ۽ ديدار فرحت آثار لاءِ حاضر ٿيا، ڏاڍي ذوق شوق سان زيارت ڪيائون ۽ درياءِ رحمت مان فيض پاتائون.

# وفد طارق بن عبدالله.

طارق بن عبدالله خود هڪڙو شخص هو، جو وفد وٽي آيو هو. سندس چوڻ آهي ته آءٌ مڪي جي بازار مجاز ۾ بيٺو هوس ته هڪڙو شخص اتاهون اچي لنگهيو ۽ دانهون ڪري هئن پئي چيائين:

يا ايها الناس قولوا لا اله الا الله تفلحلوا

(اي انسانو! چئو لا اله الا الله ته سرفراز ۽ ڪامياب ٿيو.)

هڪڙو ٻيو ماڻهو سندس پويان پڇندو پئي آيو ۽ پويان ڪنڪريون هڻندو پئي آيس، آنهيءَ هيئن پئي چيو:

يا ايها الناس لا تصدقوه فانه ڪذاب

(اي انسانو هن کي سچو نه سمجهو اهو ڪوڙو اٿو.)

آءٌ حيران ٿي ماڻهن کان پڇڻ لڳس ته هي ڪير هو؟ ماڻهو چوڻ لڳا ته هو بني هاشمين مان ٻهريون ٿي هڪڙو شخص آهي، جنهن جو چوڻ آهي ته آءٌ خدا جو رسول آهيان ۽ چوي ٿو ته خدا هڪڙو آهي، جنهن مون کي اوهان جي سمجهائڻ لاءِ اوهان ڏي موڪليو آهي، ۽ هي ٻيو شخص سندس چاچو عبدالعزيٰ آهي، جنهن کي پوءِ ابولهب سڏيندا هئا. طارق چوي ٿو ته تنهن کان پوءِ گهڻوئي زمانو گذري ويو حضور جن عليه الصلوات والسلام مڪو ۾ ڇڏي مديني ۾ اچي رهيا. اسين ۾ پنهنجي قوم جا ڪجھ ماڻهو گڏجي مديني ۾ کجور سودڻ وياسين، جڏهن مديني کي ويجها پهتاسين ته اسان شهر ۾ وڃڻ لاءِ ڪپڙا لٿا بدلايا، ايتري ۾ هڪڙو شخص آيو، جنهن کي ٻه پرائيون چادرون ڍڪيليون هيون. آنهيءَ اچڻ شرط ڏاڍي محبت ڀرئي آواز سان سلام ڪيو ۽ پڇڻ لڳو ته ڪاٿان آيا آهيو؟ ڪاڏي ويندؤ؟ اسان چيو "ربذه" کان آيا آهيون، مديني ۾ وينداسين. پڇيائين ڪهڙي ڪم لاءِ آيا آهيو؟ چيوسين کجور سودڻ ٿي آئيون.

اسان وٽ هڪڙو ڳاڙهو مهري آٺ هو انهيءَ شخص آٺ
ڏي نهاري پڇيو ته هي آٺ وڪڻندؤ؟ اسان چيو ته هائو،
مگر هيترين هيترين ڪجورين جي عيوض ڏينداسين. انهيءَ
شخص وري قيمت گهٽائڻ لاءِ ڪجهه به نه چيو ۽ آٺ کي
مهار مان وٺي روانو ٿيو. اسان به ڪچوئي ڪين. جڏهن
هو آٺ ڪاهي شهر ۾ ويو تڏهن لڳاسين پاڻ ۾
ڳالهيون ڪرڻ ته اسان هي ڪم ڪهڙو ڪيو؟ اڻ واقف
ماڻهو کي هڙو پلو آٺ ڪٺي ڏنوسين نه نالو پڇوسين نه نشان.
اتي هڪڙي سردار زادي پالڪيءَ ۾ چڙهيل اسان سان هئي
تنهن چيو ته مون هن شخص جي مهاندن مان سمجهو آهي
ته هي نيڪ مرد آهي، سندس چهرو نه ڏئو ته چنڊ جهڙو
هو، اهڙو ماڻهو آٺ جي قيمت کائي ڪين ويندو. جيڪڏهن
نه ڏنائين ته آءٌ اوهان کي پري ڏيندس. اسان اجان اهي ئي
ڳالهيون ويٺي ڪيون ته ايتري ۾ هڪڙو شخص آيو، جنهن
اچي چيو ته مون کي جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم
موڪليو آهي ۽ آٺ جي قيمت بابت هي ڪجور ڏني اٿس،
سا توري تڪي مون کان وٺو، تنهن کان سواءِ اوهان جي
مهماني لاءِ هي ڏار ڪجور ڏني اٿس، سا به سنڀالي وٺو.
اسان گهڻي شڪر گذاري سان آها ڪجور ورتي ۽ ڪاڏي سين،
پوءِ شهر ۾ وياسين، ڏٺوسين ته ساڳيو شخص مسجد جي
ممبر تي بيٺو آهي ۽ وعظ پيو ڪري. اسان به هي لفظ پچاڙيءَ
جا وچي پڌا، جي عام قومن ڏي منهن ڪري پئي چيائين:

تصدقوا فان الصدقه خير لكم. اليد العليا خير من اليد
السفلى امك و اباك و اخاك واد ناك.

([انسانو!] خيرات ڪريو، صدقو ڏيو، صدقي جي
عادت اوهان لاءِ چڱي آهي ساڄو هٿ کابي هٿ
کان وڌيڪ چڱو آهي يعني صدقو ساڄي هٿ سان

ڏيڻ گهرجي. صدقو ماڻهن کي، پيءُ کي، پيڻ کي، ڀاءُ کي ۽ ويجهي ويجهي مائٽ کي ڏيندا ڪريو.)

## وفد تجيب.

تجيب جي قبيلي جا تيرهن ماڻهو، جي پرپٺ مسلمان ٿيا هئا، گڏجي حضور جن عليه الصلوات والسلام جي زيارت ۽ بيعت ڪرڻ لاءِ مديني شريف ۾ آيا هئا. هنن نيڪ شخصن پنهنجي مال ۽ ڍورن جي زڪوات به پاڻ سان آندي هئي. حضور جن صلعم فرمايو ته هيءَ زڪوات جو مال موٽائي پنهنجي ملڪ کڻي وڃو اتي گهٽائي محتاج ۽ مسڪين هوندا انهن کي وراهي وڃي ڏيو. آنهن عرض ڪيو ته حضرتا اول پنهنجي ملڪ جي فقيرن کي سندن گهرج موجب ڏئي وٺي باقي جيڪي بچيو آهي سو کڻي آيا آهيون. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه، جو هر وقت حضور جن سان گڏ ۽ سندن خدمت ۾ سدائين حاضر رهندو هو، تنهن چيو ته يا رسول الله صلعم ههڙو وفد هيل تائين ڪونه آيو. پاڻ فرمايائون ته هدايت ۽ سعادت الله تعاليٰ جي وس ۾ آهي، الله جنهن کي گهري ٿو ته سندس سينو ايمان لاءِ کولي ۽ اندر روشن ڪري وجهي ٿو.

## حديثن جو حضرت جن جي وقت ۾ ئي لکجڻ.

آنهن شخصن دين بابت ڪي سوال پڇيا. حضور جن عليه الصلوات والسلام جيڪي ڪين جواب سمجهايا، سي ڪين لکرائي ڏنئون. انهن ماڻهن کي قران ۽ حديث سکڻ جو ڏاڍو شوق هو. انهيءَ ڪري حضور جن صلعم حضرت بلال رضه کي سندن خاطريءَ لاءِ خاص طرح والنٽيئر (خادم مهمانان) ڪري مقرر ڪيو هو، مگر هنن کي پوئتي رهڻ ۽ گهوٽ موٽڻ جو به ڏاڍو خيال هو. ڪن اصحابن پڇن ته اوهان کي

پوءِ جو ڪاڏو ايترو ڇو بيٺو آهي؟ چيائون ته پيو ڪو سبب ڪونهي، سبب فقط هي آهي جو حضور جن جي زيارت فيض بشارت مان جيڪا روشني اسان کي حاصل ٿي آهي ۽ حضرت رسول الله جي پاڪ سمجهاڻين مان جا برڪت اسان کي ميسر ٿي آهي، دل پئي گهري جهٽ پٽ وڃي پنهنجي قوم کي ان کان واقف ڪريون.

## پنهنجي مريد کي پاکر يعني هديو يا تحفو ڏيڻ

حضور جن عليه الصلوات و السلام انهن کي تحفا تحائف ڏئي روانو ڪيو، مگر وري به ويندي مهل انهن کان حضور جن صلعم پڇيو ته اوهان مان ڪو رهجي ويو آهي جو اسان وٽ نه آيو هجي؟ هنن چيو هائو سائين! هڪڙو جوان رهجي ويو آهي، جنهن کي سامان تي ڇڏي آيا هئاسين. حضور جن صلعم فرمايو انهيءَ کي وڃي جلد موڪلي ڏيو. هنن وڃي موڪليس ۽ هو اچي حضور ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين ته يا رسول صلي الله عليه وسلم، حضور جن منهنجي قوم تي گهڻي نوازش ڪئي آهي، مون تي به ڪا مهرباني ٿئي. حضور جن صلعم فرمايو تہ تون ڇا ٿو گهرين؟ چيائين حضور منهنجو عرض پئي قسم جو آهي. فرمايائون تہ چئو! چيائين يا رسول الله صلعم مون کي حضور جي دعا جي درڪار آهي، منهنجي حق ۾ حق تعاليٰ جي درگاه ۾ دعا گهرو تہ الله پاڪ مون کي بخشي، مون تي رحم ڪري ۽ منهنجي دل کي بي پرواهه ۽ دولتمند ڪري، يعني دنيا جي دولت مون کي ڪانه گهرجي، پر منهنجي دل غني ۽ تونگر ٿئي. (شيخ سعدي رحمت الله عليه به سچ فرمايو آهي: تونگر به دل است نه بمال، بزرگي بعقل است نه بسال) حضور جن صلعم انهيءَ نيڪ بخت جوان جي حق ۾ نهايت دعا گهري. پوءِ جڏهن پاڻ سنه ١٠ هجريءَ ۾ حج تي روانا ٿيا تہ واٽ تي

انهيءَ قبيلي جا ماڻهو سائن اچي مليا. پاڻ پڇا ڪيائون ته فلاڻي جوان نيڪ بخت جي ڪهڙي خبر آهي؟ ماڻهن چيو، سائين! انهيءَ جهڙو نيڪ انسان اسان ڪڏهن ڪو نه ڏٺو، نه هن جهڙو قناعتي ۽ صابر شاڪر ٿي ڪو هوندو، جيڪڏهن ساري دنيا جي دولت سندس آڏو ڪو ڪٽي وجي ته هو رکو نيڏيءَ اک سان به انهيءَ ڏي نه نهاريندو. حضور جن پڌي ڏاڍا خوش ٿيا.

## وفد بني سعد هذيم.

انهيءَ قبيلي جا ماڻهو به رسول الله صلي الله عليه وسلم جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪرڻ لاءِ آيا هئا. جنهن وقت مسجد نبوي ۾ رسيا، تنهن وقت حضور جن عليه الصلوات والسلام جنازي نماز پئي پڙهائي، هو آيا ته ماٺ ڪري اچي ويٺا. حضور جن صلعم جڏهن واندا ٿيا، تڏهن پڇيائون ته او هين ڪير آهيو؟ مسلمان آهيو؟ هنن عرض ڪيو ته هائو سائين! پاڻ فرمايائون ته او هان ڪي ڳهريو هو ته جنازي نماز ۾ شامل ٿيو ها. هنن عرض ڪيو ته سائين اسان سمجهيو هو ته جيسين حضور جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت نه ڪبي، تيسين پورو مسلمان نه ٿبو ۽ تيسين مسلماني ڪم به نه ڪبا. پاڻ فرمايائون ته نه!! انسان جڏهن اسلام قبول ڪري ٿو ته انهيءَ ئي مهل مسلمان ٿي وڃي ٿو، پوءِ هن کي اسلام جا سڀ ڪم ڪرڻ گهرجن. اتي هڪڙو ڇوڪرو جو پونتي سامان جيءَ نظرداريءَ لاءِ ڇڏي آيا هئا، سو به حضور ۾ اچي نڪتو. وفد وارن عرض ڪيو ته يا حضرت! هي ننڍڙو هو انهيءَ ڪري اسان جو خادم ٿي رهيو. پاڻ فرمايائون هائو "اصغر القوم خادمهم" ننڍو وڏن جو خادم هوندو آهي، خدا هن کي برڪت ڏني. انهن لفظن جو اهڙو ته اثر ٿيو، جو ساڳيو ننڍو جوان پنهنجي سڄي قوم جو بزرگ ۽ امام ۽ ساري قوم ۾ قران

ڪريم جو چڱو چاڻندڙ ۽ وڏيڪ سمجهندڙ ٿي پيو. اهو وفد جڏهن موٽي ملڪ ويو، تڏهن سارو قبيلو اسلام جي اثر هيٺ اچي ويو.

## وفد بنو اسد.

آنهيءَ وفد ۾ ڏهه ڄڻا هئا. حضور جن صلعم اصحابن سان گڏ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ته، هي آيا ۽ منجهائن هڪڙي چيو ته يا رسول الله صلعم اسين گواهي ٿا ڏيون ته الله پاڪ هڪڙو آهي، لا شريڪ آهي ۽ او هين بيشڪ سندس ٻانها ۽ پيغمبر آهيو، مگر رسول الله صلعم! هيءَ ڳالهه خيال تي آڻجو ته سائين جن پنهنجا واعظ موڪليا تڏهن اهي مسلمان ٿيا، اسين پاڻيهي مسلمان ٿيا آهيون.

## مسلمان ٿيڻ ۾ الله جي مهرباني سمجهڻ گهرجي نه ڪنهن تي ٿورو ڌرڻ گهرجي.

حضور جن عليه الصلوات والسلام تي آنهيءَ ئي وقت الله تعاليٰ وٽان هيءَ وحي آيو:

يمنون عليڪ ان اسلموا قل لا تمنوا عليٰ سلامڪم
بل الله يمن عليڪم ان هدا ڪم الا يمان ان ڪنتم صادقين
(سورت حجرات رڪوع ٢)

[ماڻهو توتي مسلمان ٿيڻ جو ٿورو ٿڦين ٿا. آنهن کي چئو ته پنهنجي مسلمان ٿيڻ جو مون تي احسان نه ڌريو، بلڪ اهو ٿورو ۽ احسان الله پاڪ جو اوهان تي آهي، جو اوهان کي ايمان جي هدايت ڪيائين، جيڪڏهن اوهين سچا آهيو.]

آنهن مسلمانن پنهنجي انهيءَ خيال تي پڇتايو ۽ پوءِ هيٺيان سوال پڇيائون: (١) يا رسول الله صلعم پکي پکڻ ۽ ٻين

جانورن جي ٻولين مان فال * وٺڻ ۽ سپ ۽ سوٽ ڳولڻ روا آهي يا نہ؟ حضور جن جواب ۾ فرمايو تہ انهن ڪرڻ منع ۽ ناروا آهي. (٢) ٻيو سوال تہ يا حضرت هي جو ليڪن ڪڍڻ سان حساب ڪندا آهن (يعني علم رمل)، اهو روا آهي يا نہ؟ ٻاڻ فرمايائون تہ اهو علم اصل ڪنهن نبيءَ ماڻهن کي سيکاريو هو، مگر هاڻي جيڪڏهن ڪنهن کي صحيح ۽ سالم، بنا ڦير ڦار هٿ آيل هجي تہ اهو بہ هڪ علم آهي. سندن فرمودي مان معلوم ٿيو تہ شايد ڪنهن نبيءَ جي انهيءَ علم ۾ بہ توريت ۽ انجيل وانگي ڦير ڦار ٿيل آهي، انهيءَ ڪري پورو پروسي جي لائق ڪينهي.

## وفد بهراء

انهيءَ وفد جا ماڻهو مديني ۾ حضرت مقداد رضہ اصحابي جي گهر وٽ اچي لٿا. مقداد انهن کي وجي مليو ۽ اصحابن واري اخلاق سان انهن مسافرن کي چڱيءَ طرح آجيان ڪيائين ۽ انهن جي مهماني جهليائين ۽ عرب جو عمدو کاڌو جنهن کي حيش سڏيندا هئا، سو سندن لاءِ تيار ڪرايائين.

## حضور صلعم جن جو معجزو

انهن مان ڪجهہ حضرت جن ڏي بہ موڪليائين. حضرت جن کائي ٿانوُ موٽائي موڪليو. هن انهيءَ ٿانوُ ۾ وجهي مهمانن کي ڏنو مهمانن جڏهين کائڻ ويٺا تہ خوب کائي ڍؤ ڪيائون، مگر کاڌو اوتري جو اوترو، کٽي ئي نہ. اهڙيءَ طرح ڪيترائي ڏينهن ساڳيو کاڌو ساڳئي ٿانوُ مان تازو ئي تازو ۽ اڳي کان بہ لذت ۾ اڳرو اهي مهمان کائيندا رهيا،

---

* جهڙي طرح سنڌ ۾ اڪثر عورتون ڪانوَ جي ٻولي ٻڌي چونديون آهن تہ ڪو گهر ۾ نئون ماڻهو ايندو جو ڪنياتو ٿو لوين.

مگر ڪاڌو ڪٿو نہ. آخر هڪڙي ڏينهن حيران ٿي انهن مهمانن، مهماني جهليندڙ مقداد اصحابيءَ کان پڇيو تہ هي ڪهڙو اسرار آهي؟ اسان تہ پڌو هو تہ مديني جا ماڻهو ويچارا سدائين سادي کاڌي تي گذران ڪندا آهن، هتي تہ هر روز عمدو کاڌو اسان کي پيو ملي، سو بہ روز کائي ڍڪجي پئون، ڪٿي ٿي ڪين! وري ٻئي ڏينهن بہ ساڳئي طرح تازو ۽ گرما گرم پيو ملي ۽ لذت ۾ وري اهڙو مزيدار، جو ڪڏهين بہ اسان نہ ڏٺو، نہ کاڌو! مقداد چيو تہ پيو اسرار هن ۾ ڪو ڪونهي، حضرت رسول الله عليه الصلوات والسلام جي مبارڪ آڱرين جي لڳڻ جي برڪت آهي. سڀئي اها خبر سڻي ڏاڍا خوش ٿيا، تہ اسان جنهن برگزيدي انسان لاءِ هيترو ڪشالو ڪڍي آياسين تنهن رسول پاڪ جي برڪت اسان اکين سان اچي ڏٺي. حضور ۾ حاضر ٿي پنهنجو ايمان تازو ڪيائون ۽ ڪجهہ وقت رهي قرآن ڪريم ۽ احڪام الاهي سکيا ۽ پوءِ ملڪ موٽي ويا.

## وفد عذره.

مهيني صفر سنہ ۹ هجري ۾ ۱۹ ڄڻا انهيءَ وفد جا حضور ۾ حاضر ٿيا. اهي ويچارا شام جي بادشاهہ هرقل جا تابع هئا. حضور جن کين بشارت ڏني تہ شام جلدئي فتح ٿيندو ۽ هرقل انهن جي علائقي مان ڀڄي ويندو. پوءِ حضور جن سمجهاڻ تہ غيب ٻڌائيندڙن (نجومين جوتشين) کان سوال ۽ پڇائون نہ ڪندا ڪريو (جئن هندو صاحب پنهنجون جنم پتريون، ڀڄي ساري عمر ڳڻتيءَ ۾ گذاريندا ۽ سوداءَ ۾ گذاريندا آهن) ۽ جيڪي قربانيون ۽ صدقا اهي جوتشي ڪندا آهن اوهين انهن جي پٺ نہ ڪندا ڪريو؛ فقط عيدالضحيٰ جي قرباني ڪرڻ ڪافي آهي. اهي ماڻهو ڪجهہ

وقت مديني شريف ۾ رهي حضور جن وٽان تحفا ۽ ڀاڪرون وٺي خوش ٿي ويا.

## وفد خولان.

مهيني شعبان سنه ١٠ هجريءَ ۾ ١٠ ڄڻا انهيءَ وفد جا حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته يا رسول الله (صلي الله عليه وسلم)، اسين ملڪ هٺي پنهنجي قوم جي پاران حضور ۾ حاضر ٿيا آهيون. اسان سڀني پرپٽ ايمان آندو آهي، اها الله ۽ الله جي رسول جي مهرباني ٿا ڄاڻون جا اسان کي هدايت بخشي اٿس. اسين هتي رڳو زيارت جي خاطر آيا آهيون. حضور جن فرمايو:

[من زارني في المدينة كان في جواري يوم القيامة.

جنهن مديني ۾ اچي منهنجي زيارت ڪئي، سو قيامت جي ڏينهن منهنجي پاڙي ۾ هوندو.]

وري حضرت جن عليه الصلوات والسلام، عم انس نالي هڪ بُت جي خبر پڇين، جنهن ڪسي انهيءَ قبيلي جا ماڻهو پوڄيندا هئا. انهن عرض ڪيو ته الحمدلله، الله تعاليٰ گهڻن کي حق سمجهايو آهي، هاڻي انهيءَ بت جي پوڄا گهڻن ڇڏي ڏني آهي؛ ڪي ڪراڙيون ۽ ڪراڙا وڃي رهيا آهن، جي پوڄينس پيا؛ سو به هن دفعي اسين وڃي انهيءَ بت کي پورو ڪنداسين. هنن هي به عرض ڪيو ته يا حضرت انهيءَ ڪمبخت بت جي اسان جي قبيلي ۾ ايڏي سِڪتا ۽ پوڄا ٿيندي هئي، جو هڪڙي ڏينهن اسان جي قوم بکن ۾ پئي مري تنهن هوندي به هڪ سؤ ڍڳا گڏ ڪري، هڪڙي ئي ڏينهن، انهيءَ منحوس بت عم انس تان قربان ڪري ڪڻائون ۽ اتي ئي ڇڏي آيا، جو گدڙن بگهڙن جو کاڄ ٿيو، جي اڪيلي پڻ نديڙن جانورن کي ڦاڙي پيا کائين.

پيرن فقيرن جي نالي تي خيرات ڪرڻ، اهڙيءَ خيال تي ته هو اسان ڪان خوش ٿي اسان جا ڪم ڪندا رهن ۽ ناراض ٿي نقصان نه پهچائن، ڪفر جون رسمون آهن.

هنن هڪڙن به عرض ڪيو ته چوپائي مال ۽ پوک مان انهيءَ عرس جو حصو هميشه ڪڍندا هئا (جهڙن سنڌ ۾ هر مهيني جي يارهين تاريخ حضرت پيران پير رحمت الله عليه جي نالي تي کير ڪڍندا آهن - يعني مهيني ۾ يارهين تاريخ جو کير حضرت پيران پير جو حصو سمجهي ڪڍندا آهن- يا پوک جي تياري مهل بٺائي وقت پيرائو توريو ڪڍندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح ڪيترن پيرن جي نالي تي ٻڪرا ۽ گهٽا ڪڍندا آهن، اهي رسمون سڀ ڪافرن جي رسمن جهڙيون آهن ۽ انهن آهن جهڙن عرس جي نالي تي ڪافر ڪڍندا هئا - انهيءَ ۾ نه خدا خوش نه خدا جو رسول راضي آهي، نه حضرت پير رحمت الله عليهم ئي پسند ٿا ڪن- اسلام انهن رسمن کان پاڪ ۽ صاف آهي) پوک جو ته وچون ٽڪرو عرس بت جي نالي تي خيرات ڪندا هئا ۽ هڪڙو پاهريون پاسو خدا جي نالي؛ پر جيڪڏهن پوک کي رتي ڪائي ويندي هئي، يا جهولا سڪائي ڇڏيندا هئا ته عرس * جو حصو قائم، مگر خدا جو حصو ڪين ڏيندا هئا.

حضور جن انهن نئن مسلمن کي دين جا حڪم ۽ فرض سمجهايا ۽ سيکاريا ۽ خاص طرح هنن ڳالهين جي نصيحت

* عرانس اصل ۾ هڪ نيڪ ٻانهو خدا جو ٿي گذريو هو ۽ ولي الله هو؛ پوءِ ماڻهن منجهس وڏا وڏا اعتقاد رکي رکي اهو حال اچي ڪيو جو سندس قبر کي متا ٽيڪيندا هئا؛ نيٺ بت ٺاهي پوڄيائونس.

ڪيائون: (١) انجام پورو ڪرڻ گھرجي. (٢) امانت هميشه سندس حقدار کي پهچائي ڏجي. (٣) پاڙي وارن سان هميشه چڱو سلوڪ ڪجي. (٤) ڪنهن به شخص تي ظلم نه ڪجي، ڇو ته ظلم قيامت جي ڏينهن اونداهي ٿي اڳيان ايندو.

## وفد محارب.

هن وفد ۾ ڏهه شخص هئا، جي پنهنجي قوم جي طرفان وڪيل ٿي، سنه ١٠ هجري ۾ حضور ۾ حاضر ٿيا. حضرت بلال کي حضور جو حڪم ٿيو ته انهن مهمانن جي خدمت ۾ رهي، ۽ صبح سانجهيءَ کاڌو پيتو چڱيءَ طرح حاضر ڪري ڏئي. آخر هڪڙي ڏينهن ظهر جي يعني اڳين نماز کان وچين نماز تائين، حضور جن صلعم انهيءَ وفد وارن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو وقت رکيو. هو حاضر ٿيا ۽ نهايت عمديون ڳالهيون ۽ نصيحتون هلنديون رهيون. انهيءَ وچ ۾ حضور جن عليه الصلوات والسلام وفد وارن مان هڪڙي شخص ڏي چتائي چتائي پئي نهاريو، آخر انهيءَ کي پاڻ فرمايائون ته آءٌ ڀانيان ٿو ته توکي ڪاٿي مون ڏٺو آهي. انهيءَ شخص چيو هائو سائين! حضور جن مون کي بازار "عڪاظ" ۾ ڏٺو هوندو جو سائين جن وعظ پئي فرمايو ۽ مون تمام گستاخيءَ ۽ بي ادبيءَ سان رد پئي ڏنا. حضور جن صلعم فرمايو ته برابر. انهيءَ شخص عرض ڪيو، ياحضرت آءٌ حضور جن جو سيني دشمنن مان ڪٽو دشمن هوس، پر ٻيا مري کپي ويا، مون کي رب مهلت ڏني، جو اڄوڪو سڀاڳو ڏينهن نصيب ٿيم. حضور جن عليه الصلوات والسلام فرمايو ته سيني جون دليون مولا سائينءَ جي هٿ ۾ آهن، اهو مقلب القلوب (دلين کي ڦيرائيندڙ) آهي. هن شخص روئي عرض ڪيو ته يا رسول الله، يا نبي الله! منهنجي حق ۾ رب کان معافي گھرو ته مون کي اهو قصور معاف ٿئي.

## اسلام قبول ڪرڻ گناهن ڪي سيٽي ٿو.

حضور جن عليه الصلوات والسلام فرمايو ته إسلام قبول ڪرڻ سان، رب تعاليٰ، اڳيان گناهه ننڍا وڏا سڀ بخشي معاف ڪري ڇڏي ٿو، تون دلجاءِ ڪر.

## وفد صداء.

اهو وفد سنه ٨ هجري ۾ حضور ۾ حاضر ٿيو. اهو وفد زياد بن حارث جي ڪوشش سان آيو هو. انهيءَ وفد ۾ جملي پندرهن ڄڻا پنهنجي قوم جا پريا مڙس شامل هئا. سعد بن عياره کي حڪم ٿيو ته تون انهن مهمانن جي خدمت ڪندو رهه. جڏهن اهي موٽي پنهنجي ملڪ ويا ته انهن جي برڪت سان انهن جي قبيلي ۾ اسلام پکڙجي ويو. زياد حضور ۾ عرض ڪيو ته ياحضرت اسان جي ڳوٺڙي ۾ هڪڙو کوهه آهي، جو سياري ۾ ته هلندو آهي پر اونهاري ۾ پاڻي سڪيو وڃيس، انهيءَ آزار ڪان اسان جي قبيلي جا ماڻهو ڇڙوڇڙ ٿي پنهن پنهن ملڪن ڏي وڃو ڳذارين. منهنجو عرض آهي ته اسان جو قبيلو اڃان نئون مسلمان ٿيو آهي، انهن کي اسلام پوريءَ طرح سکڻ ۽ سيکارڻ گهرجي، سو دعا ڪريو، يانبي الله ته، اونهاري ۾ انهيءَ کوهه جو پاڻي ڪڏهن نه وڃي، ته هو اتي ئي هڪ هنڌ رهن.

## حضور جن جو معجزو.

حضور جن عليه الصلوات والسلام فرمايو ته ست ڪنڪريون ڪٺي اچ. زياد کٺي آيو. حضور جن صلعم انهن ڪنڪرن کي پنهنجن مبارڪ هٿن ۾ جهلي وري زياد کي موٽائي ڏنيون ۽ فرمايائون ته هڪ هڪ ڪنڪريءَ تي الله پاڪ جو نالو وٺي کوهه ۾ اڇلائيندو وڃجانءِ. زياد ائين وڃي

ڪيو. سندس بيان آهي ته وري آهو ڪوهه سڪو ته ڪين، پر سندس ترٽي ڪونه پيو ليي.

## وفد غسان.

سنه ۱۰ هجري جي رمضان مهيني ۾ قبيلي غسان جا ٽي نيڪ مرد حضور ۾ حاضر ٿيء ايمان جي نعمت ۽ هدايت جا تحفا حاصل ڪري، پنهنجي ملڪ موٽي ويا ۽ پنهنجي قوم کي اسلام جون گهڻيون ئي سمجهاڻيون ڏنئون، پر اجا ويچارن پنهنجي سرداري ماڻي ٿي ڪانه، ته منجهانئن ٻه ته الله جي حضور ۾ روانا ٿي ويا، يعني دنيا مان گذاري ويا ۽ هڪ اصحابي منجهانئن شام جي فتح تائين جيئرو هو.

## وفد بني عيش.

انهيءَ وفد ۾ جيڪي اصحاب شامل هئا، سي اڳيئي پرپٺ اسلام قبول ڪري پوءِ حضور ۾ حاضر ٿيا هئا. انهن حضور ۾ عرض ڪيو ته يا رسول الله، اسان ٻڌو آهي ته حضور جن جو حڪم آهي ته آهو شخص مسلمان ئي نٿو ٿئي جو پنهنجو ملڪ ڇڏي اتاهون لڏي هتي نٿو اچي رهي. جيڪڏهن ائين آهي ته اسان کي پنهنجو مال متاع گهڻو پنهنجي ملڪ ۾ آهي، سو سڀ نيڪال ڪري لڏي پلاڻي سائين جن جي پاڙي ۾ پناري اچي پئون. حضور جن فرمايو:

اتقوا الله حيث كنتم فلن يلتكم من اعمالكم شيئا.

[جتي هجو، تتي خدا کان ڊڄندا ۽ ڪنبندا رهو. اوهان جي عملن مان ذرو به زيان نه ٿيندو.]

## بي سبب هجرت ڪرڻ ضروري نه آهي.

سٺين پاڪ لفظن مان نيڪ روشن ٿيو ته مسلمانن کي هرگز نه گهرجي ته پنهنجا پنهنجا ملڪ ۽ ماڳ مڪان ڇڏي

اسلام جي مرڪز عربستان ۾ اچي گڏ ٿين، بلڪ جتي جتي هجن آتي هو الله الله چوندا رهن ۽ الله جي دين جي منادي ڪندا وتن.

## وفد غاسد.

اهو وفد، سنه ١٠ هجري ۾ حضور ۾ حاضر ٿيو. انهيءَ وفد ۾ ڏهه ڄڻا هئا. اهي مديني جي ٻاهران لهي سامان تي هڪڙي ڇوڪري کي وهاري آيا، حضور جن اينديء شرط ڇين ته پوئتي سامان تي ڇوڪري کي وهاري آيا هو ئو ڇا؟ هنن چيو هائو حضور. حضرت فرمايو ته ڇوڪري جي اک لڳي وئي، پريان کي چور پٺي آيا، سي سامان جي پريل خرجين چورائي ويا. اتي هڪڙي شخص عرض ڪيو ته يا حضرت اها خرجين ته منهنجي هئي. پاڻ فرمايائون ته فڪر نه ڪر، ڇوڪرو جاڳي پيو، ۽ چورن جي پويان ڪاهي پيو، سامان سمورو ڇڏايائين. جڏهن موٽي منزل تي آيا ته سچي ڳالهه سچي هئي، جا اچي ٻڌائون ۽ حضرت رسول الله صلعم کي سچو ڪري مڃيائون. حضور جن عليه الصلوات والسلام انهن لاءِ شريعت سيکارڻ واسطي، ابي بن ڪعب کي مقرر ڪيو ته قرآن ڪريم ياد ڪرائين ۽ اسلام جا حڪم احڪام سيکارين. جڏهن ڳوٺ روانا ٿيا ته اسلامي احڪام ڪاغذ تي لکائي انهن کي ڏنا ويا.

## وفد بني فرازه.

حضور جن عليه الصلوات والسلام جڏهين جنگ تبوڪ کان موٽيا هئا ته اهو وفد حضور ۾ حاضر ٿيو هو، جنهن ۾ ڏهه پندرهن ماڻهو شامل هئا. اهي ٻه اڳي ئي اسلام قبول ڪري چڪا هئا. جن وهٽن آلن تي آيا هئا، سي تمام ڏٻرا ۽ هيڻا هئا. حضور جن پڇين ته اوهان جي ملڪ جو ڪهڙو

حال آهي؟ هنن عرض ڪيو ته يا رسول الله اسان جي ملڪ ۾ ڏاڍو ڏڪار آهي: ڍڳا مري ويا، باغ سڪي ويا، ٻچا ٻار بکن ۾ مرڻ پيا، اوهين ياحضرت دعا ڪريو ته رب تعاليٰ سُڪار ڪري ڏئي، يا حضرت اوهين اسان جي سفارش خدا وٽ ڪريو، خدا اسان جي سفارش اوهان وٽ ڪري.

## الله پاڪ ڪنهن جي به سفارش ڀئي وٽ ڪونه ٿو ڪري.

حضور جن عليه الصلوات والسلام، چوندڙن کي فرمايو ته اهي لفظ نه چئو، الله تعاليٰ انهن ڳالهين کان پاڪ آهي؛ ڀلا آءٌ ته بارگاه الاهي ۾ سفارش ڪريان، پر خداوند پاڪ ڪنهن وٽ سفارش ڪندو؟ ڪو ڪاس ٻيو مٿاهون آهي؟ آءُ معبود خدا آهي انهيءَ کان سواءِ ڪو ڪونهي؛ هو سڀني کان بزرگ ۽ برتر آهي، آسمانن ۽ زمينن تي سندس ئي حڪم هلندڙ آهي. ائين فرمائي پوءِ حضور جن عليه الصلوات والسلام انهن جي ساري قوم لاءِ برسات جي دعا گهري، جنهن جا جنسي لفظ هي آهن:

اللهم اسق عبادک و بهائمک وانشر رحمتک واحي بلادک الميت اللهم اسقنا غيثا مغيثا مريحا طبقا واسعا عاجلا غيراجل نافعا غير ضار اللهم سقيا رحمة لا سقيا عذاب ولا هدم ولا غرق ولا محق اللهم اسقنا الغيث و انصرنا اعليٰ الا عداء.

[ يا الله پنهنجن (ٻاجهارن) ٻانهن ۽ جانورن کي پاڻي پيار، پنهنجي رحمت کي ڪشادو ڪر ۽ پنهنجن مئن شهرن کي نئين سر جيار. يا الله اهڙي ڪا خير جي برسات برسائي جا اسان جي دانهن ٻڌندڙ ۽ راحت ڏيندڙ ۽ آرام بخشيندڙ هجي، گهرج موافق ججهي هجي، سا به جلد اچي دير نه ڪري، فائدو

رسائي نقصان نہ ڪري. يا الله، رحمت جو مينهن وسائي، نہ عذاب جو، ۽ نہ ڏاه ڏوه ۽ ٻوڙ ٻوڙان جو. خدايا بادل برسائي ۽ اسان کي دشمنن تي فتحمند ڪر. (آمين)]

## وفد سلاسان.

هي وفد سنہ ١٠ هجريءَ جي شوال مهيني ۾ آيو هو. هن وفد ۾ سترهن ڄڻا هئا، جي حضور ۾ حاضر ٿيا ۽ روبرو اچي اسلام قبول ڪيائون. انهيءَ ۾ حبيب بن عمرو بہ هو، جنهن حضور جن صلعم کان پڇيو تہ ياحضرت، ڪهن ۾ چڱو ڪم ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ ڪهن ۾ چڱو ڪم آهي وقت تي نماز پڙهڻ. انهيءَ وفد وارن بہ عرض ڪيو تہ سائين دعا گهرو تہ اسان جي ملڪ ۾ برسات پوي. پاڻ زبان مبارڪ مان هي لفظ ڪڍيائون:

اللهم اسقهم الغيث في دارهم.

[يا الله هنن جي ملڪ ۾ برسات وسائي.]

حبيب عرض ڪيو يا رسول الله صلعم انهن مبارڪ هٿن ڪي کڻي پوءِ دعا گهرو! حضور جن عليه الصلوات والسلام مُرڪي ڏنو ۽ ائين ئي ڪيائون. جڏهن وفد وارا موٽي ملڪ ويا تہ سندن پهچڻ کان اڳي ئي برسات جام وسي وئي هئي؛ انهي ئي ڏينهن جنهن حضور جن صلعم دعا فرمائي هئي.

## وفد نجران.

وفد نجران جو وڏو عبرت ناڪ قصو آهي، هتي مختصر طوح لکان ٿو: حضور جن عليه الصلوات والسلام، نجران وارن ڏي اسلام جي دعوت جو خط مبارڪ موڪليو. نجران جي وڏي پادريءَ جو حضرت رسول الله صلعم جو اهو

مبارڪ خط پڙهيو، سو پڙهندي ئي ڏڪي ويو ۽ اهڙو ته
اثر ٿيس، جو ٻُت سارو ٻئي ٿڙڪيس. انهيءَ پادريءَ
پنهنجن دوستن ۽ صلاحڪارن کي خط ڏيکاريو، مگر انهن
به ڪا دلجاءِ جهڙي راءِ ڪانه ڏني. آخر پنهنجيءَ پَر موجب
ديول ۾ گهنڊ گهڙيال وڄارائي، عام خاص ماڻهن کي گهرايائين -
اها ديول ايڏي ته وڏي هئي، جو سچا ٻاهتر ڳوٺ ۽
ديهون سندس جاگير ۾ هئا - انهن ڳوٺن ۾ لک کن عيسائي
مرد رهندا هئا - جڏهين سڀ اچي مڙيا، تڏهين حضور جن
عليه الصلوات والسلام جو خط مبارڪ پڙهي ٻڌايائين ۽ سڀني
کان صلاح پڇيائين. سڀني جي صلاح موجب ٽي ڄڻا احوال
جاچڻ لاءِ حضرت پاڪ جي خدمت ۾ موڪليا ويا: شرحبيل،
عبدالله ۽ جبار. اهي ٽئي ڄڻا مديني شريف ۾ آيا. انهن
حضور جن عليه الصلوات والسلام سان حضرت عيسيٰ عليه السلام
باٻت اهڙي ته نموني جو گفتگو ڪيو، جنهنڪري مباهلي
واريون آيتون نازل ٿيون، جن جو مطلب آهي ته "حضرت
عيسيٰ کي الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان ائين خلقيو، جئن
حضرت آدم کي مٽيءَ مان؛ پوءِ خدا جي حڪم موجب
حضرت عيسيٰ پيدا ٿي پيو. اهڙي سچي ۽ مڃيل ڳالهه
هوندي به - جنهن ۾ ڪو شڪ آڻڻ ئي نه گهرجي -
جيڪڏهين تو سان ڪو حجتون هلي ته تون ڳالهه کي
وڌاءِ نه؛ پر چئين ته: اچو سڏيون هڪ ٻئي جي پٽن،
زالن ۽ خود پاڻ هڪ ٻئي کي ۽ خدا جي درگاهه ۾ خيال
ڪري چئون، ته لعنت خدا جي آهي ڪوڙن تي. انهن آيتن
جي حڪم موجب، حضور جن صلعم، امام حسن رضه ۽ امام
حسين رضه، ۽ ڪن روايتن ۾ آهي ته حضرت علي رضه کي
به سڏيو؛ بيبي خاتون جنت رضي الله تعاليٰ عنها به حضرت جن
جي پٺيان اچي بيهي رهي؛ يعني حضرت جي سچ ۽ ڪوڙ جي
صاف ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. آخر انهن ٽن ڄڻن صلاح ڪري

اهڙو مباهلو ۽ مقابلو نہ ڪيو، سمجھيائون تہ جيڪڏھن خدا جو سچو نبي ھوندو تہ سندس لعنت اسان جا خانا خراب ڪري وجھندي. انھيءَ ڪري انھن عرض ڪيو تہ يا حضرت، اسين اوھان جا تابع ٿي رھنداسين، شريعت جي حڪم موجب جيڪي اسان تي مناسب سمجھو سو اسان جي امن جي حفاظت جي عيوض ڪجھہ مقرر ڪريو تہ اسين پري پيا ڏينداسين ۽ اوھان جي حفاظت ۾ خوش ھونداسين. حضرت جن صلعم مٿن جزيو مقرر ڪيو، جنھن کي ھنن خوشيءَ سان قبول ڪيو، ۽ حضور جن ھڪڙو عھدنامو بہ مغيره رضہ اصحابيءَ جي ھٿان لکارائي انھن کي ڏنو. انھيءَ عھدنامي تي ابو سفيان بن حرب، غيلان بن عمرو، مالڪ بن عوف ۽ اقرع بن حابس اصحابين جون شاھديون وڌيون ويون. جنھن ۾ لکيل ھو تہ نجران وارن جي جان، مال، مذھب، زمين ۽ جايون سڀ خدا ۽ رسول جي حفاظت ۾ رھنديون، يعني ڪو دشمن ڪاھي ايندو تہ ان جو بندوبست رسول الله صلعم پاڻ ڪندو. جيڪي حاضر آھن يا غير حاضر، خود قبيلي وارا يا انھن جا لڳ لاڳاپي وارا، تيني جا حق قائم آھن. جيڪي انھن جي قبضي ۾ ھوندا سو انھن جي ھٿ ۾ رھندو. اڳيان خون ۽ جنگيون معاف اٿن. انھن کي ڪوبہ بيگر نہ ھلندو، نہ انھن کان پيدائش جو ڏھون حصو وٺبو، جيڪو مسلمانن کان وٺبو آھي ۽ اسلامي لشڪر انھن جي ملڪ مان نہ لنگھندو. اھا سند وٺي، پادريءَ ڏي ڪٽي تي آيا تہ پادري ھڪ منزل وڏي وچي رستي ۾ ملين، جنھن ھلندي ئي اھا سند کولي پڙھي ۽ سندس سوٽ بشر بن معاويہ بہ ايتري خيال سان پڙھي، جو بيخبري جي ڪري اٺ وچي ڪنھن جھاڪي ۾ ڪيرائي وڌس. بشر ڪيرندي شرط چيو تہ شل خراب ٿئي اھو، جنھن اسان کي ھيڏي رولي ۾ وڌو آھي (اھو اشارو حضرت جن صلعم ڏي ڪيائين)، پادريءَ چيس ادا ائين نہ

ڇڏ، ادب ڪر، قسم خدا جو اهو شخص پڪ نبي مرسل آهي. بشر ڇيو ته جيڪڏهن ائين آهي ته آءٌ هن ٻي آڏ تي ڏانهس هليو ٿو وڃان، پاڪڙو به ونس وٽ وڃي لاهيندس. پادري گهوڙي پويان پيس ۽ وڏا سڏ ڪري روڪيائينس، پر هن هڪ به نه ٻڌو، ۽ ٻڌو آڻ ٻڌو ڪري پنڌ ڪندي وڃي حضور ۾ حاضر ٿيو، عمر اتي رهيو ۽ شهادت جي درجي کي رسيو.

## هڪڙي پادريءَ کي رسول الله جي زيارت جو نهايت شوق.

نجران جي آنهيءَ ٿي ديول ۾ هڪ عيسائي عابد تارڪ دنيا جو رهندو هو، جو ديول جي مٿين حصي ۾ گذاريندو هو، جنهن ماڻهن کان اهو سمورو حال سڻيو ته تهام يعني مديني ۾ هڪ خدا جو رسول پيدا ٿيو آهي- جنهن وٽ نجران جا عيسائي ويا، هڻن آيا وغيره وغيره- تنهن کي حضور جن عليه الصلوات والسلام جي زيارت جو اوچتو اهڙو ته اچي شوق جاڳيو، جو گرجا جي مٿان ٻيهي رڙيون ڪيائين ته مون کي هتان لاهيو نه ته آءٌ ٽپ ڏئي ڪري پوندس، پلي مري وڃان ته مري وڃان. آخر هيٺ لاٿائونس. ويچارو نهايت شوق ۽ ذوق سان سوکڙيون ۽ تحفا کڻي حضور جن صلعم جي خدمت مبارڪ ۾ ويو. هڪ پيالو، هڪ عصا ۽ هڪ چادر، اهي شيون انهيءَ ويچاري تحفي طور حضور ۾ ڏنيون- اها چادر عباسي خليفن جي خلافت تائين محفوظ هئي- اهو راهب ڪجهه وقت مديني ۾ رهي اسلام سکي، وري سلڪ موٽيو ۽ چئي ويو ته موٽي ايندس، مگر حضور جن صلعم جي حياتيءَ ۾ ته ڪونه موٽيو. وري ابوالحارث اسقف (پادري)، جو هڪ وڏي ديول جو پيش امام هو ۽ روم جو بادشاه به سندس ادب ڪندو هو ۽ عيسائين ۾ وڏو مجتهد ۽ ولي الله ليکبو هو، سو به پين

سائيڪي کن وڏن مائهن کي پاڻ ساڻ ڪري حضور ۾ حاضر ٿيو. وچين نماز جو وقت هو ته مسجد نبوي ۾ اچي پهتا. اها مهل عيسائين جي به نماز پڙهڻ جي هئي، جو شايد آچر جو ڏينهن هو. حضور جن عليه الصلوات والسلام هنن کي موڪل ڏني ته پلي پنهنجي نماز مسلمانن جي مسجد ۾ پڙهن. هنن اوڀر پاسي، جيڏانهن هنن جو قبلو هو، منهن ڪري نماز پڙهي. مسلمانن البت خيال ڪيو ته انهن کي نماز کان جهلجي، مگر حضور جن عليه الصلوات والسلام سڀني کي جهليو. انهيءَ وفد جي مشهوري اهڙي ته اچي ٿي، جو ڪيترائي يهودي به ڏسڻ لاءِ آيا.

## حضرت ابراهيم مسلمان هو، يهودي ۽ نصارو ڪين هو.

هڪڙي ڏينهن حضور جن عليه الصلوات والسلام جي روبرو يهودين ۽ نصارن جو اچي تڪرار ٿيو. هو چون ته حضرت ابراهيم عليه السلام يهودي هو، هي چون ته اوهين ڪوڙا آهيو، حضرت ابراهيم عليه السلام نصارو هو. اتي الله جي درگاه مان هي آيتون نازل ٿيون:

> يا اهل الڪتاب لم تحاجون في ابراهيم وما انزلت التورات والا نجيل الا من بعده افلا تعقلون ها انتم هاؤلاءِ حاججتم فيمالڪم به علم فلم تحاجون في ماليس لڪم به علم و الله يعلم و انتم لا تعلمون.
>
> ما ڪان ابراهيم يهوديا ولا نصرانيا ولاڪن ڪان حنيفا مسلما وما ڪان من المشرڪين ان اولي الناس با ابراهيم للذين اتبعوه وهاذ النبي والذين آمنوا و الله ولي المومنين.
>
> (سورت آل عمران رڪوع ٧)

[انهن کي چئو (اي رسول الله) ته اي آسماني ڪتابن کي مڃيندڙؤ! حضرت ابراهيم جي حق ۾ ڇو ٿا پاڻ ۾ جهڳڙو ڪريو؟ توريت ۽ انجيل ته انهيءَ کان پوءِ نازل ٿيو. اوهان کي ايترو به عقل ڪونهي؟ اوهين هڪ ڀي سان انهيءَ ڳالهه ۾ ته جهڳڙو ٿا، جا ڳالهه اوهان کي معلوم به آهي؛ پر جا ڳالهه اوهان کي معلوم ئي نه آهي، تنهن ۾ اوهين ڇو ٿا اٽڪو. الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو ۽ اوهين نٿا ڄاڻو.

حضرت ابراهيم نڪي هو يهودي، نڪي هو نصارو، پر هو پڪو خدا پرست مسلمان هو ۽ نڪي مشرڪن منجهان هو. ماڻهن مان حضرت ابراهيم سان اوڏا ماڻهو آهي جيڪي جي سندس پيروي ڪن، ۽ حضرت ابراهيم سان اوڏو آهي هي نبي ڪريم ۽ مٿس ايمان آڻيندڙ، ۽ الله مومنن جو دوست آهي.]

## حضرت رسول الله صلعم کي پوڄڻ ناجائز ۽ حرام آهي.

هڪڙي ڏينهن يهودين، حضرت جن صلعم کي چيو ته تنهنجي مرضي آهي ڇا، ته اسين تنهنجي عبادت ڪريون؛ جهڙيءَ طرح عيسائي، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي عبادت ڪن ٿا؟ اتي هڪڙو نجران جو عيسائي به چوڻ لڳو ته هان هان محمد! تنهنجي اهڙي مرضي آهي ڇا؟ حضور جن عليه الصلوات والسلام انهن بيوقوفن کي فرمايو ته خدا پناه ۾ رکي، آءٌ ته هڪ خدا جي هيڪڙائي، دنيا کي مڃائڻ ۽ سندس عبادت ۽ پانهنجي سندس ٻانهن کان ڪرائڻ آيو آهيان. ۽ پوءِ قران شريف جون هي آيتون به نازل ٿيون:

ماڪان لبشر ان يوتيه الله الڪتاب والحڪم والنبوت ثم يقول للناس ڪونوا عبادالي من دون الله ولا ڪن ڪونوا ربانيين بما ڪنتم تعلمون.

الڪتاب و بما ڪنتم تدرسون ولا يا مرڪم ان تتخذوا الملا ئڪة و النبيين ار بابا ايا مر ڪم با لڪفر بعد اذانتم مسلمون.

[جنهن انسان کي الله تعاليٰ ڪتاب، حڪم ۽ پيغمبريءَ جو عهدو ڏنو هجي، تنهن کي ڪو حق ڪونهي ته هو وري ماڻهن کي چوي ته خدا کي ڇڏي منهنجا ٻانها هجو پر هن کي ته هئن چوڻ گهرجي ته الله جو ڪتاب ۽ شريعت سکي خدا وارا بڻجو.

هي نبي اوهان کي ڪونه ٿو چوي ته ملائڪن يا نبين کي پنهنجا رب بڻايو، اوهين ته اسلام قبول ڪري چڪا آهيو، ته پوءِ هو ڀلا اوهان کي ڪفر جو حڪم ڪئن ڪندو؟]

جڏهن اهي وفد وارا موٽيا ته حضور جن عليه الصلوات والسلام کان ٻي سند به لکائي ورتائون جنهن ۾ ديولين ۽ پادرين بابت صاف آزادي هئي. اها سند هيءَ هئي:

بسم الله الرحمان الرحيم من محمد النبي الي الا سقف ابي الحارث و اساقفة نجران و ڪهنتهم و رهبانهم و اهل بيعتهم و رقيقهم و ملتهم وسوا طبتهم و علي ڪل ماتحت ايديهم من قليل او ڪثير جوار الله و رسوله لا يغير اسقف من سقفية ولا راهب من رهبانية ولا ڪاهن من ڪهنانية ولا يغير حق من حقوقهم ولا سلطانهم ولا مما ڪانوا عليه علي ذالڪ جوار الله و رسوله ابدا مانصحوا واصلحوا عليهم غير متقلبين بظالم ولا ظالمين.

[الله پاڪ مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان، طرفان محمد نبيءَ جي، ابوالحارث اسقف (وڏي پادريءَ) ڏانهن، نجران جي ٻين اسقفن (پادرين)، ڪاهنن (پارن ڄاڻندڙن)، راهبن (درويشن)، سندن مريدن، غلامن، هر قوم ۽ هر مذهب وارن، پوليس وارن ۽

جيڪي به ٿورو گهڻو انهن جي هٿ ۾ آهي انهن سڀني لاءِ، خدا ۽ خدا جي رسول جي پناه آهي. اسقف، راهب ۽ ڪاهن پنهنجي پنهنجي مرتبي تان نه هٽائبا ۽ نه مٽائبا، نه انهن جو ڪو حق کسبو ۽ نه ڪو اختيار، نڪي انهن جي ڌرم ڪرم ۾ ڪا دست اندازي ٿيندي، انهن سڀني تي الله ۽ الله جي رسول جي هميشه پناه آهي، جيستائين پنهنجي لڳ لاڳاپي وارن کي خيرخواهيءَ سان سڌاريندا ايندا ۽ جيسين، نه پاڻ ظالم هوندا نه ظالمن جا رفيق ۽ همراه ٿيندا.]

اهڙا سند مغيره بن شعبه رضه اصحابيءَ لکي هئي. وچڻ وقت عرض ڪيائون ته حضور جن ڪو معتبر ماڻهو اسان سان گڏ ڏين، جنهن کي پنهجي حفاظت جو بدل محصول (جزيو) ڏيون. حضور جن صلعم ابوعبيده بن جراح رضه کي روانو ڪيو ۽ فرمايائون ته هي شخص منهنجي اُمت جو امين آهي. حضرت ابوعبيده رضه جو ويو، تنهن جي برڪت سان انهيءَ ساري ملڪ ۾ اسلام پکڙجي ويو ۽ اسلام کي ماڻهو چڱو سمجهي داخل ٿيندا ويا.

## دفع نخع.

هن وفد کي ''خاتم الوفود'' يعني وفدن ۾ پويون وفد، چئبو آهي. هن وفد کان پوءِ ڪو وفد ڪون آيو ۽ هي وفد پندرهين تاريخ محرم سنه ١١ هجريءَ ۾ حاضر ٿيو هو. هن ۾ ٻه سؤ ماڻهو هئا، جي حضرت معاذ بن جبل رضه صحابي سونهاري جي هٿ تي مسلمان ٿيا هئا. جڏهن مديني شريف پهتا ته ''دارالضيافه'' (مهمانخاني) ۾ لاٿا ويا. انهيءَ وفد ۾ هڪڙو شخص زراره بن عمرو رضه نالي هو. انهيءَ حضور، جن صلعم کان ڪيترن ئي خوابن جا تعبير پڇيا، جن مان هڪڙو هي به هو، زراره چيو ته حضورا خواب ۾ ڏٺو اٿم ته زمين

مان هڪڙي ٻاهه نڪتي آهي جا مون ۾ منهنجي پٽ عمر جي وچ ۾ اچي ٻهتي آهي ۽ چوي پئي ته "سڙو سڙو ۽ ڏسو ٿا ڪين اندا آهيو؟ اي انسانو! پنهنجو ڪاڏو، پنهنجو عيال ۽ پنهنجو سڀ مال مون کي کائڻ لاءِ ڏيو!" حضور جن صلي الله عليه وسلم فرمايس ته هي هڪڙو وڏو فساد آخر زماني ۾ ظاهر ٿيڻو آهي. زراره عرض ڪيو ته قبلا! اهو ڪهڙو فساد هوندو ۽ ڪڏهن هوندو؟ پاڻ سونهارن فرمايو ته ماڻهو پنهنجي امام (بادشاهه يا خليفي) کي قتل ڪري ڇڏيندا، پاڻ ۾ وڙهي پوندا، هڪ ٻئي سان اهڙيءَ طرح ڪِنڌ جي ويندا جهڙيءَ طرح هڏن جون آڱريون چنبي ڏيڻ مهل ڪِنڌ جي ويندبون آهن، بدڪار پاڻ کي نيڪوڪار سمجهندا ۽ هڪڙي مومن جو رت پاڻيءَ کان وڌيڪ پيو وٽندو. جيڪڏهن تنهنجو پٽ دنيا مان اڳيئي گذري ويو ته تڏهن تون پاڻ اها حالت ڏسندين، جيڪڏهن تون اڳيئي مري وئين ته پٽهين ڏسندو. زراره عرض ڪيو ته يا رسول الله (صلعم)، دعا فرمايو ته آءٌ اهڙو فتنو ۽ فساد اکئين نه ڏسان. حضور جن عليه الصلوات والسلام دعا فرمائي ته خدايا هي شخص زراره اهو فتنو شل اکئين نه ڏسي. زراره سونهارو اڳيئي گذاري ويو ۽ پٽس، حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنه جي خلافت وقت، بيعت پڇي مخالف ٿي بيٺو ۽ آخر حضرت عثمان رضه جي شهادت اکئين ڏٺائين.

## حج جو فرض ٿيڻ.

مون کي هن تاريخ شريف لکڻ وقت اصل اهو ارادو ڪونه هو ته آءٌ طول طويل لکي، سنڌ جي ملول طبع ماڻهن کي پڙهڻ کان ٿي ٿڪايان، انهيءَ ڪري مون مٿي به مختصر لکڻ جو نمونو اختيار ڪيو آهي ۽ هاڻي به ائين ئو ڪريان. ڪيترا واقعا آهن، جو مون ڇڏي ڏنا آهن ۽ مگر جيڪي

ضروري، عبرت جهڙا ۽ شان نبوت ڏيکارڻ وارا واقعا هئا، سي اڪثر لکيا اٿم. اهل اسلام تي، سنه ٩ هجري ۾، حج فرض ٿيو، مگر انهيءَ سال حضور جن عليه الصلوات والسلام وٽ، اسلام جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي ملڪن ۽ طرفن کان وفد اچڻ لڳا ۽ ٻيا به ضروري ڪم هئا، جن ڪري ڇڏي حج تي وڃڻ مناسب نه هو.

## حضور جن صلعم، حضرت ابوبڪر صديق رضه کي امير الحاج بڻايو.

انهيءَ ڪري انهيءَ سال حضور جن پنهنجي يارن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي امير الحاج مقرر ڪري مڪي شريف موڪليو. انهيءَ سال ٽي سؤ اصحاب مديني شريف مان حج لاءِ روانا ٿيا هئا.

## حضور جن صلعم، حضرت علي رضه کي سورت توبه پڙهڻ لاءِ نائب مقرر ڪيو.

تنهن کان پوءِ حضور جن عليه الصلوات والسلام حضرت علي رضه کي سورت توبه جون پهريون چاليهه آيتون مڪي جي ماڻهن کي حج جي موقعي تي پڙهي ٻڌائڻ لاءِ روانو ڪيو، جنهن مان خاص مطلب هو ته هن سال کان پوءِ ڪو به مشرڪ بيت الله جي اندر داخل ٿي نه سگهندو، ۽ ڪو به شخص اگهاڙو ٿي ڪعبة الله جو طواف ڪري نه سگهندو، جو اهو مشرڪن ۽ ڪافرن ۾ دستور هو.

## حجة الوداع.

سنه ١٠ هجريءَ ۾ حضور جن صلعم حج جو پڪو ارادو ڪيو ۽ سڀني طرفن ڏي اها خبر مشهور ٿي وئي ته حضور

جن عليه الصلوات والسلام، هيل، پاڻ پنهنجي سر حج تي وڃڻا آهن. سندين زيارت ۽ ساڻن حج ۾ شامل ٿيڻ لاءِ خلقن جون خلقون مدينې شريف ۾ اچي گڏ ٿيون. وڏا وڏا ماڻهو توڙي غريب، سڀڪنهن قسم جا اچي حضور ۾ حاضر ٿيا. هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهو حج لاءِ حضور جن سان همرڪاب ٿيا ۽ جملي مسلمان انهيءَ سال حج تي هڪ لک چاليهه هزار هئا. هن حج ۾ پاڻ اهڙي نموني جون ڳالهيون ڪيائون، جو ڄڻ پاڻ ماڻهن کان موڪلائڻ پيا، انهيءَ ڪري هن حج جو نالو "حجته الوداع" پئجي ويو، جنهن جي معنيٰ آهي موڪلائيءَ جو حج.

## حضور جن صلعم جو حجته الوداع جي وقت خطبو ۽ وعظ.

پاڻ، حج جي ڏينهن حج جي موقعي تي هڪ جبل جي ٽڪريءَ تي چڙهي، هڪ لک چاليهه هزارن مسلمانن کي نهايت اعليٰ درجي جون نصيحتون، وصيتون ۽ هدايتون فرمايون، ۽ فرمايائون ته مسلمانو! شايد آءٌ آئنديءَ سال اوهان ۾ نه هجان، منهنجي حوالي جيڪو ڪم هو سو ختم ٿي ويو ۽ الله جو دين ڪامل ٿيو؛ مگر اوهين ياد رکجو ته اوهان جو رت، اوهان جا مال ۽ اوهان جون عزتون هڪ ٻئي تي حرام آهن. ڪو ڪونه ڪنهن جو رت هاري، ڪو ڪونه ڪنهن جو مال ڦري، ڪو ڪونه ڪنهن جي عزت وٺي. الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن اوهان کان اوهان جن ڪمن جي پڇا ڪندو. خبردار مون کان پوءِ گمراه نه ٿجو ۽ هڪ ٻئي جون گردنون نه ڪاٽجو.

## جاهليت جي رسمن بابت ارشاد.

* آءٌ جاهليت جي سڀني رسمن کي پيرن هيٺ لتاڙيان ٿو: جاهليت جي وقت ۾ جيڪي خون ٿيل هجن، تن جو بدلو بند آهي؛ آءٌ پاڻ ابن ربيعه بن الحارث جو خون بخشيان ٿو، جنهن کي بيگناهه هذيل وارن قتل ڪيو هو. جاهليت جي وقت جو وياج، جيڪڏهن ڪنهن جو ڪنهن ڏي هجي ته سو به بند آهي؛ آءٌ عباس بن عبدالمطلب جو وياج ماڻهن ڏي لهڻيل سڀ ڇڏيان ٿو. ڪتاب الله (قرآن ڪريم) کي پوريءَ طرح عمل ۾ رکجو؛ اوهان جا سڀ ڪم قرآن ڪريم جي حڪمن موافق هئڻ گهرجن. مڙسن کي زالن سان، زالن کي مڙسن سان چڱو سلوڪ رکڻ گهرجي؛ هڪ ٻئي جا حق سڃاڻڻ گهرجن. اي انسانو! مون کان پوءِ ڪو نبي ٿيڻو ڪونهي، نه ڪا اوهان کان پوءِ ڪا ٻي امت ٿي ٿيڻي آهي. خبردار پنهنجي رب جي عبادت ڪجو، پنج وقت نماز پڙهجو، رمضان جا روزا رکجو، پنهنجن مالن جي زڪوات ڏجو، بيت الله جو حج ڪجو ۽ پنهنجن حاڪمن جي تابعداري ڪجو ته بهشت ۾ داخل ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ فرمايائون ته اي انسانو! قيامت جي ڏينهن خداوند پاڪ اوهان کان منهنجي رسالت بابت سوال ڪندو ته محمد عليه الصلوات والسلام اوهان کي برابر خدائي پيغام پهچايا يا نه؟ اوهين ڇا چوندو؟ سڀني هڪ آواز سان عرض ڪيو ته يا رسول الله! تو الله جا حڪم احڪام ۽ وحيءَ جا پيغام

---

* اسان جي مسلمان ڀائرن کي هي لفظ زياده دل سان هنڊائڻ گهرجن: ڪيترئي جاهليت جون رسمون، شادين ۽ غمين جي موقعن تي مسلمانن ۾ موجود، ۽ ڪيترئي جاهليت جون رسمون مسلمانن جي عقيدن ۾ گڏيليون آهن، جن کي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم مٿيان لفظ فرمائي لتاڙي ڇڏيو.

چگيءَ طرح اسان کي وسايا، اُمت کي چگيءَ طرح تڪليفون سهي به نصيحتون ڪيون. تو رسالت جا يارسول الله، سڀ حق ادا ڪيا. حضور جن عليه الصلوات والسلام انهيءَ وقت پنهنجي امت جو اقرار ٻڌي، آسمان ڏي مُنهن مبارڪ ڪري هي لفظ فرمايا:

اللهم اشهد اللهم اشهد اللهم اشهد.

[خدايا تون شاهد هججانءِ، خدايا تون شاهد هججانءِ خدايا تون شاهد هججانءِ.]

حج جو ڏينهن هو انهيءَ ڏينهن هيءَ آيت شريف نازل ٿي:

اليوم اڪملت لڪم دينکم و اتممت عليکم نعمتي و رضيت لڪم الاسلام دينا.

[اڄ ڪامل ڪيو مون دين اوهان جو ۽ پوري ڪئي مون مهرباني پنهنجي، اوهان تي. اوهان اسلام کي دين ڪري قبول ڪيو آهي تنهن ڪري آءٌ راضي آهيان.]

انهيءَ آيت شريف جي نازل ٿيڻ مان پاڻ به سمجهي ويا هئا ته هاڻي مولا سان ملڻ جو وقت ويجهو آهي، پوءِ ڪين به اچي شوق ٿيو وصال ياريءَ جو. دستور آهي ته "وعده وصل چون شود نزديڪ- آتش شوق تيز تر گردد":

"ملڻ جا مشتاق ڪي، جڏهين اوڏا اچن ڏينهن،
ذوق زيارت جو وڌي، ٿي اسورو نينهن،
محبت وسي مينهن، محبوبن جي پار جو."

آخر پاڻ مديني شريف ۾ خيريت سان موٽي آيا.

## حضور جن جو آخرين خطبو (ليڪچر).

هڪڙي ڏينهن حضور جن عليه الصلوات والسلام مديني ۾ وفات کان هڪ مهينو اڳ، مهاجرن ۽ انصارن کي هڪ

هند گڏ ڪري هيئين طرح سمجهايو: اي انسانو، مرحبا!
الله تعاليٰ جي سلامتي، مدد ۽ حفاظت اوهان تي هجي.
الله پاڪ اوهان کي عزت، هدايت ۽ توفيق بخشي. الله پاڪ
اوهان کي پنهنجي پناهه ۾ رکي، آفتن کان بچائي ۽ سلامت
رکي. آءٌ وصيت ٿو ڪريانوَ ته پرهيزگار رهجو ۽ خدا کان
ڊڄندا رهجو. آءٌ اوهان کي الله جي عذاب کان ڊيڄاريان
ٿو ۽ اميد ٿو ڪريان ته اوهين به ماڻهن کي الله جي عذاب
کان ڊيڄاريندا رهجو. اوهان تي لازم آهي ته هٺ، وڏائي
۽ وڏي هلڻ جي عادت کي، خدا جي ٻانهن ۽ خدا جي
ڳوٺن ۾ وڌڻ نه ڏيو. آخرت به انهن لاءِ چڱي ٿيندي،
جي دنيا ۾ وڏي ٿيا هان ۽ ملڪ ۾ فساد ٿيا وجهن. نيڪ
عاقبت پرهيزگارن لاءِ آهي. ۽ هٿن به حضور جن عليه الصلوات
والسلام فرمايو ”مون کي اهي فتحون ۽ فتحمنديون معلوم
آهن ۽ آءٌ اهي ڏسان پيو، جي اوهان کي نصيب ٿينديون.
مون کي هاڻي هن ڳالهه جو ڪو ڊپ ڪونهي ته اوهين
وري ڦري ڪافر ۽ مشرڪ ٿيندؤ، بلڪل نه، پر هي ڊپ
اٿم ته آخر انسان آهيو، اٿين شل نه ٿئي جو دنيا جي محبت
۾ ڦاسي ڪنهن وڏي آزمايش ۽ فتني ۾ پنجي وڃو، جنهن
فتني ۾ پنجي اڳيون امتون هلاڪ ۽ چٽ ٿيون“. پڇاڙيءَ ۾
فرمايائون ته ”سلام اوهان سڀني تي ۽ انهن سڀني تي جي اڄ
کان وٺي قيامت تائين اسلام جي واسطي سان منهنجي بيعت
۾ داخل ٿيندا“.

## قبرستانن جي زيارت لاءِ حضور جن جي تشريف.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، حضور جن عليه الصلوات والسلام
جبل اُحد تي تشريف فرما ٿيا ۽ اُحد جي شهيدن لاءِ موڪلائيءَ
جي نماز پڙهيائون. پوءِ وري مديني شريف جي قبرستان ۾
جنت بقيع ۾ سڀني ۽ آراميان جي حق ۾ دعا گهرڻ لاءِ اٿ

رات مهل روانا ٿيا ۽ جنهن ۾ قبرستان ۾ ويا ته هي لفظ زبان مبارڪ تي آنداٿون، "انابڪم للاحقون" امين اوهان کي جلدئي اچي ملنداسين.

## حضور جن صلعم جي آخرين بيماري ۽ تنهن کان پوءِ وفات.

سومر جي ڏينهن، ٢٩ تاريخ مهيني صفر جي، کين بيماري ٿي، تپ ۽ مٿي جي سور سخت شدت ڏيکاري ۽ تڪليف ڏني. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنه جو چوڻ آهي ته رومال حضور جن صلعم جي مٿي مان ٻڌل هو. مون ان کي هٿ لائي ڏٺو ته منجهانس باهه جي سيڪ وانگي سيڪ پئي آيو. جسم مبارڪ اهڙو ته گرم هون، جو هٿ سهي نه سگهي. مون عجب ڪيو ۽ حيرت ۾ پيس. پاڻ فرمايائون ته نبين کان وڌيڪ تڪليف ڪنهن ٻئي کي ٿيڻي ڪانهي، انهي ڪري اجر به عظيم ملين ٿو.

## بيماريءَ جي وقت دعا.

بيبي ام المومنين عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي ته پاڻ سڳورا جڏهين بيمار ٿيندا هئا، ته هيءَ دعا پڙهي جسم تي هٿ گهمائي ڇڏيندا هئا:

اذهب الناس رب النباس واشف انت الشافي لا شفاء الا شفائک شفاءً لا يغادر سقما.

[اي ماڻهن جا پالڻهار (رب) هي درد دفع ڪر ۽ شفا ڏي. تون ئي شافي آهين، ٻئي ڪنهن جي به شفا ڪانهي، تنهنجي شفا کان سواءِ. اهڙي شفا ڏي، جو وري بيماري نه ٿئي.]

بيبي صاحبه فرمايو ٿي ته مون کي اها دعا ياد هئي، مون پڙهي، خيال ڪيو ته سندن جسم مبارڪ تي هٿ

گھمايان، پاڻ منهنجو هٿ پري ڪري ھي لفظ زبان مبارڪ مان ڪڍيائون:

اللهم اغفرلي والحقني بالرفيق الاعلىٰ
[خدايا بخشيم ۽ رفيق اعلىٰ سان ملائيم.]

## حضور جن قبر پرستي بابت وصيت طور سخت منع ڪئي.

وفات کان پنج ڏينهن اڳ فرمايائون "اي منهنجي امت، توهان کان اڳ هڪ قوم ٿي گذري آهي، جنهن نبين، نيڪن ۽ صالحن جي قبرن کي پنهنجو سجده گاه بڻايو هو. توهين هرگز ائين نه ڪجو." پاڻ هيءَ به فرمايائون ته "خدا انهن يهودين ۽ نصارن تي لعنت ڪري، جن نبين جي قبرن کي سجدي گاه بنايو ۽ بتن وانگي پوڄيو: اي خدا منهنجي قبر کي مون کان پوءِ بت نه بڻائجانءِ جو منهنجي پوڄا ٿئي." پڻ فرمايائون ته "اُن قوم تي خدا جو سخت غضب ٿئي ٿو جن نبين جي قبرن کي سجدي گاه بنايو. مسلمانو، ڏسو آءٌ اوهان کي ان ڳالهه کان منع ڪريان ٿو. آءٌ اوهان کي خدا جو پيغام پهچائي چڪس: خدا، تون ان بابت شاهد هج" وري چيائون، جو مٿي سان پيندي (پٽي) ٻڌي، ٻن شخصن جي ڪلهن تي ٽيڪ ڏئي مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ سيني مسلمانن کي گڏ ڪري، انصارن ۽ مهاجرن بابت چڱيءَ طرح هدايتون ۽ نصيحتون فرمايائون. پوءِ فرمايائون ته "جيڪڏهن ڪنهن به شخص جو مون تي ڪو حق هجي ته آءٌ حاضر آهيان، سو مون کان بيشڪ گهري." هڪڙي آئي عرض ڪيو ته يا حضرت! حضور جن هڪڙي دفعي مون کان ٽي درم اڌارا ورتا، هڪڙي محتاج کي ڏنا هئا، سي اڃا مون کي نه مليا آهن. پاڻ انهيءَ وقت ٽي درم

ڏنائون، پوءِ جنهن جنهن جو، جو جو حق هو، تنهن تنهن پنهنجي حق جي عيوض ۾ دعا ۽ برڪت گهري.

جملي چوڏهن ڏينهن حضور جن صلعم بيمار هئا، تن مان ٻارهن ڏينهن تہ حضور جن عليه الصلوات والسلام مسلمانن کي پاڻ نماز پڙهائي. ٻارهين ڏينهن سومهڻي نماز جي وقت مسجد ۾ وڃڻ لاءِ سچا ٽي دفعي خيال ڪيائون، مگر ٽئي دفعي بيهوش ٿي ويا: ليٽ فرمايائون تہ ابوبڪر رضہ نماز پڙهائي.

## حضور جن صلعم جي بيماريءَ وقت حضرت ابوبڪر، حضور جن صلعم جي حڪم موجب امام ٿيو.

جڏهن حضرت ابوبڪرصديق رضي الله تعالیٰ عنه، حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي مصلي تي بيٺو تہ خود حضرت ابوبڪر رضہ ۽ ٻين اصحابن جي اهڙي اچي دل ڀڃي ۽ اهڙو اچي روئڻ لڳا جو سندن روئڻ جو آواز حضور جن عليه الصلوات والسلام جي ڪنن مبارڪن تائين وڃي رسيو. انهيءَ وقت البت طبيعت ۾ وري آرام ٿيو هو، انهيءَ ڪري آخر مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا، ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي ڪنهي پاسي ويهي نماز پڙهايائون. ۽ نماز کان پوءِ وري سيني کي مخاطب ڪر فرمايائون "تہ مسلمانو! آءٌ اوهان کي الله جي حوالي ڪريان ٿو، الله جي پناهہ، نگاهہ ۽ مدد جي حوالي ڪريان ٿو، الله اوهان تي مون کان پوءِ واهي آهي. اوهين پرهيزگار ۽ سندس بندگي ڪندڙ رهندؤ، تہ پاڻ بہ اوهان کي سنڀاليندو. آءٌ هاڻي دنيا کان ڌار ٿيڻ ۽ دنيا کي ڇڏڻ وارو آهيان."

## حضور جن صلعم جي دنيائي ۾ سالي حالت پڇاڙيءَ ۾.

حضور جن عليه الصلوات والسلام جي حويلي شريف ۾ جيڪي به انهيءَ وقت موجود هو، سو سڀ پاڻ راه خدا ۾ ڏئي ولي ڇڏيائون، ۽ هٿيار جيڪي وٽن هئا، سي مسلمانن کي بخشش ڪيائون. جنهن رات جي صبح جو لاڏاڻو ٿيو تنهن رات ڏئي ۾ تيل نُي ڪونه هو- بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها پاڙي مان آڌارو ولي آئي- ۽ حضور جن عليه الصلوات والسلام جي جيڪا زره هئي سا به ٽيهن ٽوين جوَن جي قرض ۾ گِهه رکيل هئي!

## پوئين ڏينهن.

پوئين ڏينهن صبح جو، حجري مبارڪ جو پردو حضور جن صلعم پاسي ڪرائي ڇڏيو، جو مسجد جي پاسي هو. سندن نظر مبارڪ مسجد ۾ پئي پئي، ڏٺائون ته مسلمانن جون صفون تيار آهن ۽ هڪ الله پاڪ لاشريڪ جي عبادت ۾ بيٺا آهن. اهو پاڪ ۽ دل تي اثر ڪرڻ وارو نظارو جو سندن ئي ڪوشش ۽ صداقت جو نتيجو ۽ نشان هو، پاڻ سونهارا ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ سندن چهري مبارڪ تي خوشيءَ جا آثار ظاهر، ۽ چپن مبارڪن مان مُرڪڻ جو نمونو معلوم ٿيو ٿي. اصحابن کي جو نماز ئي ۾ خبر پئي ته پاڻ مسجد ڏانهن نهارين ٿا ۽ اسان کي ڏسن ويٺا، سو اصحابن کي سندن ديدار جو اهڙو ته اچي شوق غالب ٿيو، جو پائين ته ڏانهن نهارين مگر حضور جن عليه الصلوات والسلام هٿ مبارڪ جي اشاري سان کين دلجاءِ ڏئي ۽ روڪيو.

## حضور جن صلعم پوئين نماز، حضرت صديق اڪبر رضہ جي پويان پڙهي.

پاڻ سڀورن صبح جي نماز، حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي پويان پڙهي. هن نماز کان پوءِ ٻئي ڪنهن بہ فرض نماز جو وقت حضور جن صلعم تي ڪونہ گذريو. جڏهن انهيءَ ڏينهن نزع جي حالت ٿي، تڏهن هڪ پيالو پاڻيءَ جو پرائي سيرانديءَ کان رکائي ڇڏيو هئائون، جنهن مان پاڻ هٿڙا ٻوڙيو منهن مبارڪ تي ٻئي رکيائون؛ چهرو مبارڪ ڪڏهن ڳاڙهو ڪڏهن پيلو ٿيو ٿي ويو. آخري وقت بہ زبان مبارڪ تي هيءَ لفظ هئا:

لا اله الا الله ان للموت سڪرات.

[هڪ خدا ذاران ٻيو ڪو خدا ڪونهي، موت ۾ گهڻي قدر تڪليفون آهن.]

انهيءَ وقت پاڻ بيبي فاطمہ بتول رضي الله تعاليٰ عنها کي فرمايائون، "اماں! اهو موت، لذتون ڇڏيندڙ، سڌون ۽ خواهشون ڪپيندڙ، جماعتون جدا ڪندڙ، عورتن کي رنڊ ڪندڙ، ٻارن ۽ ڏيئن کي يتيم ۽ ڇورڙو ڪندڙ آهي." اهي لفظ ٻڌي بيبي صاحبہ روئي ڏنو ۽ اکين مان پاڻي وهايو. حضور جن عليه الصلوات والسلام پنهنجي هٿن مبارڪن سان بيبي صاحبہ جون اکيون اگهيون، ۽ فرمايائون تہ بابا، نہ نہ، روءِ نہ. پوءِ حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنهما کي گهرايائون، امام سونهارا، خدا جي مقدس نبي ۽ متبرڪ ناني جو هڙو وقت ڏسي رنڻ لڳا. حضور جن عليه الصلوات والسلام ٻنهي کي چميون ڏنيون ۽ سندن عزت بابت وصيت فرمايائون. پوءِ وري حرمن پاڪن کي گهرايائون ۽ نصيحتون ڏنائون. وري حضرت علي مرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کي گهرايائون، جنهن اچي سر مبارڪ

جوٽ تي رکيو ۽ حضور جن عليه الصلوات والسلام ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪندا رهيا. ڳالهائڻ ۾ البت ڪجهه وات مبارڪ مان ٻاڻي آئيو ٿي ته حضرت علي رضه جي منهن مبارڪ تي ڦٽڪون پيون ٿي- ۽ حضرت علي رضه کي خاص طرح هيءَ نصيحت ڏنائون ته ٻانهن ۽ ٻانهين سان چڱا ٻير ڪئجو، خدا کان ڊڄجو، انهن غريبن کي چڱو کارائجو، چڱو چوڙائجو ۽ چڱو ماڻائجو ۽ ساڻن هميشه نرم ٿي هلجو. ۽ فرمايائون ته علي (رضه) صبر سان رهجانءِ.

رب پاڪ جو محبوب رسول عربي،
مڪي، مدني، هاشمي و مطلبي؛
جي مشڪ وجهي وات کي خوشبوءِ سان پريان،
حضرت جو ولڻ نانءُ ته به بي ادبي.
قربان وڃان شان ڪريميءَ تان سندن،
صدقي ٿيان احسان جي عميمي تان سندن؛
ٿيان گهور، مٿن گهوريان پنهنجي جان ۽ مال؛
رحمت تان، ڪرم تان ۽ رحيميءَ تان سندن.

حضرت علي رضه آخر حضور جن صلعم وٽان اٿي روانو ٿيو ته بيبي عائشه صاحبه رضي الله تعاليٰ عنها سر مبارڪ کڻي گوڏي تي رکيو. اتي عبدالرحمان بن ابي بڪر رضه به اندر آيو، جنهن جي هٿ ۾ تازو ڏندڻ هو. آهو ڏندڻ ولي پاڻ سونهارن ڪم آندو. تنهن کان پوءِ هي لفظ زبان مبارڪ مان نڪتن:

الصلوات الصلوات و ما ملڪت ايمانڪم

(نمازا نمازا! يعني نماز نه ڇڏيو ۽ ٻانهن ۽ ٻانهين جي سنڀال ڪندا رهجو).

انهن لفظن کان پوءِ هي لفظ فرمايائون:

اللهم الرفيق اعليٰ

(اي خدا مٿاهين رفيق سان ملائينم.)

بيبي عائشه صديقي رضہ جو فرمودو آهي تہ اهي لفظ چيائون تہ انهيءَ کان پوءِ اکين جا تارا مبارڪ ٿورا ڦري ويا: ۽ تاريخ ١٢ مهيني ربيع الاول سنہ ١١ هجريءَ سومر جي ڏينهن ٦٣ سال ۽ چئن ڏينهن جي عمر ۾ منجهند مهل روح پاڪ جسم مبارڪ مان نڪري عالم قدس ڏي هليو ويو، "إنا لله و إنا اليه راجعون". انهيءَ دل ڏکوئيندڙ حادثي، ۽ رسول الله، نبي الله، حبيب الله، رحمت للعالمين، محبوب رب العالمين، تاج الحرمين، سيد الثقلين صلي الله عليه وسلم جي ظاهري فراق ۽ وڇوڙي جي غم ۽ گوندر ۾ ڪنهن اهل بيت، ڪنهن بہ اصحاب سونهاري شريعت جي خلاف نہ رڙيون ڪيون ۽ نہ واڪا ڪري رنو. غم ۽ اندوه جي تلخ آب سان سندن دل ۽ جگر جو پيمانو ۽ پيالو ڀرجي ويو، مگر الله ۽ الله جي رسول صلي الله عليه وسلم جا مضبوط ۽ موچارا حڪم ياد ڪري، انهيءَ ڪڙاڻ ڪي خيال ۾ بہ نہ آندائون. خيال جي جاءِ آهي تہ جن انسانن، مٺي مرسل مدني محبوب جي مٺي ۽ من موهڻي مجلس هڪ دفعي ڏٺي هوندي، جن دنيا جي اولين ۽ آخرين نبين جي سردار، حڪمين ۽ فلاسفرن جي مهندار، قانون قدرت جي مطالعي ڪندڙن جي سرتاج، دنيا کي سڌاريندڙن ۽ سنئين رستي تي آڻيندڙن جي امام جي صحبت حاصل ڪئي هوندي، تن کي اهڙي گوهر گرانمايہ، اهڙي جواهر ناياب جي جدائيءَ جو ڪيڏو نہ غم ۽ الم رسيو هوندو! مگر واهہ ڙي سندن همت ۽ شريعت جي متابعت، جو هڪ آواز بہ خلاف حڪم رسول الله جي ڪو نہ ڪڍيائون!

## بيبي خاتون جنت جو حال حضرت جن جي وفات وقت.

سند بن نور نظر نياڻي بيبي خاتون جنت رضي الله تعالي عنها انهيءَ حادثي جي وقت ڏاڍي حيرت ۾ پئجي، حضور جن عليه

الصلوات والسلام جي مٿان ٻيهي اکين مان دل جا ڳوڙها ڳاڙي، هي درد ڀريا لفظ چيا، "منهنجا عاليشان ابا! او هان الله سائينءَ جو سڏ سٺيو ۽ قبول ڪيو، بهشت ۾ جاءِ ورتي. غم فقط هيترو آهي، جو هاڻي جبرئيل ڪنهن تي ايندو ۽ خدائي پيغام ڪنهن وٽ آڻيندو؟ يعني افسوس اهو سلسلو بند ٿي ويو. خدايا فاطمه جي روح کي پنهنجي پاڪ نبي محمد عليه الصلوات والسلام جي روح سان ملاءِ ۽ سندن ديدار سان مون کي هميشه خوش رکـ! خدايا هن مصيبت جي ثواب کان تون مون کي بي نصيب نه ڪر ۽ روز محشر ۾ رسول الله صلعم جي شفاعت کان محروم نه ڪريئم." آمين.

## بيبي عائشه صديقه جو حال حضور جن جي وفات وقت.

بيبي عائشه صديقه ام المومنين رضي الله تعاليٰ عنها هي جذبي وارا لفظ زبان مبارڪ مان ڪڍيا، "افسوس هن ڳالهه جو آهي ته آهو خدا جو پيارو نبي، جنهن مسڪينيءَ کي دولتمنديءَ تي، فقيريءَ کي دنياداريءَ تي اختيار ڪيو، جنهن امت جي غم ۾ ڪڏهن سڄي رات آرام نه ڪيو ۽ فرحت نه ڪئي، جنهن هميشه وڏي همت سان نفس جو مقابلو ڪيو، جنهن خدائي منع ٿيل ڳالهين ڏي رخ نهاريو به ڪين، جنهن کي حق جي تائيد ۾ دشمنن جي ظلمن جو ڪو به خيال ڪونه ٿيندو هو، جنهن جي مهربانين ۽ احسانن جو دروازو مسڪينن ۽ محتاجن تي سدائين کليل هو، جنهن جا موتيءَ جهڙا ڏند حق جي اظهار ۾ پٿرن سان ٽوڙيا ويا، جنهن جي مبارڪ پيشاني زخمي ڪئي وئي، جنهن پياري رسول فقط جوَن جي ماني به ڍ ڍ ڏينهن لاڳيتا ڍؤ ڪري نه کاڌي، اڄ اهڙو پاڪ نبي دنيا مان لڏي ٿو وڃي". البت اصحابن جي دلين تي هن مصيبت جي بجلي اهڙي ته ڪري، جو اهو سور اندر ۾ سانڍي جوش وچان کي ته چريـن جهڙا ٿي

پيا، ڪي رڻ پٽ ڏئي ٻاهر نڪري ويا، ڪي جتي هئا آتي ئي حيران پريشان رهجي ويا.

## حضرت امير عمر جو حال حضور جن صلعم جي وفات وقت.

حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو تہ اهڙو حال ٿيو، جو ڪيس ڪئي نہ پئي ٿئي تہ ڪو حضور جن عليه الصلوات والسلام دنيا مان لڏيو هوندو، بلڪ هٿن چوڻ لڳو تہ جيڪو چوندو تہ محمد عليه الصلوات والسلام مري ويو تہ آءٌ انهيءَ جي سري ترار سان لاهيندس.

## حضرت ابوبڪر صديق جو حال حضور جن جي وفات وقت.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه، حضور جن جي حويليءَ ۾ وڃي ڪين ڍڪر پاڻي پيشاني تي چمي ڏئي اکين مان ڳوڙها ڳاڙيائين ۽ لڙڪ وهايائين ۽ هي لفظ چيائين تہ "منهنجو ماءُ پيءُ توتان صدقي: قسم خدا جو، توتي اي نبي خدا جا، الله پاڪ ٻہ ڀيرا موت ڪين موڪليندو، هي هڪڙو ئي موت آهي، جو اوهان وٽ خدا جي لکئي موجب آيو آهي." حضرت ابوبڪر وري مسجد نبوي ۾ آيو ۽ اصحابن جي سخت حالت ڏسي سيني کي هڪ مغزدار ۽ تسلي بخشيندڙ وعظ هن طرح فرمايو:

اما بعد- فمن ڪان يعبد محمدا فان محمدا قد مات و من ڪان منڪم يعبد الله فان الله حي لايموت قال الله تعاليٰ وما محمد الارسول قد خلت من قبله الرسل افان مات او قتل انقلبتم علىٰ اعقابڪم و من ينقلب علىٰ عقبيه فلن يضر الله شيئا وسيجزي الله الشاڪرين.

[الله جي تعريف ۽ رسول جي صلوات کان پوءِ، ظاهر هجي تہ جو شخص حضرت محمد صلعم کي پوڄيندو

هو، تنهن کي معلوم هئڻ گهرجي ته حضور جن تحقيق وفات ڪئي ۽ جو اوهان مان الله پاڪ کي پوڄيندو هو، سو جيئرو ۽ سدائين قائم آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي ته حضرت محمد فقط رسول آهي، جو ٻيا رسول به ڪناس اڳ گذري ويا آهن. ڇا جيڪڏهين حضرت محمد عليه الصلوات والسلام مري پوي، يا قتل ٿئي ته اوهين پوئين پيرين موٽندؤ ڇا ۽ جيڪو اوهان مان پوئين پيرين موٽندو ته الله کي ڪو نقصان رسائي ڪين سگهندو ۽ الله تعاليٰ شڪر گذار ٻانهن کي اجر بخشيندو.]

حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي خطبي پڙهڻ سان اصحابن کي هڪڙي قسم جي همت ۽ زياده صبر جي توفيق حاصل ٿي ۽ اڳ پوءِ جاچڻ لڳا.

## حضرت علي رضہ جو حال حضور جن صلعم جي وفات وقت.

جنهن وقت حضور جن عليه الصلوات والسلام کي غسل ڏيڻ پئي آيو ٿي آن وقت حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه هي پيارا لفظ زبان مان ڪڍيا:

بابي انت وامي لقد انقطع بموتک مالم ينقطع بموت غيرک من النبوت و الانباء و اخبار السماء. خصصت حتي صرت مسليا عمن سواک. و عممت حتيٰ صار الناس فيک سواء ولولا انک امرت بالصبر و نهيت عن الجزع لا نفدنا عليک ماء الشيون ولکان الداء مما طلا والکبد مخالفا و قلا لک ولکنه ماتملک رده ولا يستطاع دفعه. بابي انت وامي اذکرنا عند ربک و اجعلنا من بالک.

[منهنجو ماءُ پيءُ توهان تي صدقي: اوهان جي وفات سببان اهڙيون شيون بند ٿي ويون، جي ٻين جي وفات سببان هوند ڪين ٿين، يعني نبوت، غيب جون

خبرون، ۽ آسماني وحي. اوهان وفات ڪئي ۽ منهنجي دل پين مصيبتن کان سرد ٿي وئي. تنهنجي موت جي مصيبت اهڙي ته گهٽي آهي، جو سيني لاءِ هڪ جهڙي ٿي پئي آهي، جيڪڏهين تون (اي رسول خدا جا) صبر جو حڪم نه ڪرين ها ۽ واڪا ڪري روئڻ کان نه روڪين ها ته ضرور اسين ماتم جو پاڻي وهائي وهائي سڪائي ڇڏيون ها. تحقيق هي درد لادوا ۽ هي زخم لا علاج آهي، جنهن جو غم جيترو ڪجي، اهو ٿورو آهي، پر اسين هن غم کي پاسي ڪري ٿا سگهون ۽ نڪا هن درد جي دفع جي ڪا طاقت ٿي اٿون. صدقي منهنجو ماءُ پيءُ تو تان؛ پنهنجي رب وٽ اسان کي ياد ڪجانءِ ۽ دل تان نه وسارجانءِ.]

حضور جن عليه الصلوات والسلام کي ٽن ڪپڙن ۾ ڪفنيو ويو، جيئن شرعي حڪم آهي. پهرين سندن قبيلي وارن، پوءِ مردن، پوءِ عورتن، پوءِ ننڍڙن ڇوڪرن مٿن نماز پڙهي. انهيءَ نماز ۾ امام ڪونه ٿيو، هن ڪري جو حجرو مبارڪ تنگ هو، جنهن سببان ڏهن ڏهن ڄڻن وجي ٿي اندر نماز پڙهي. هڪڙا نماز پڙهي ٿي آيا ته پيا ٿي ويا. اهو سلسلو گهڻو وقت پئي هليو. انهيءَ ڪري دفن ۾ دير پئجي ويئي ۽ اربع رات اهو خدائي خزانو خدا جي حوالي ڪيو ويو.

اللهم صلي علي محمد و علي آله و اصحابه و بارڪ وسلم.

سندن جنازي نماز ۾ هيءَ دعا پڙهي ويئي هئي:

ان الله و ملائڪته يصلون علي النبي. يا ايها الذين آمنوا صلوا عليه وسلمو تسليما. اللهم ربنا لبيڪ و سعد يڪ. صلوات الله البر الرحيم و الملائڪة المقربين و النبيين والصديقين والصالحين وما سبح لڪ من شيءِ يا رب العالمين علي محمد بن عبدالله خاتم النبيين و سيد المرسلين و امام المتقين و رسول رب العالمين الشاهد البشير الداعي با ذنڪ السراج المنير و بارڪ عليه وسلم.

الحمد لله! منهنجي هن جان کان پياري ۽ سچيءَ محنت سان تيار ٿيل، مبارڪ ۽ شريف ڪتاب جو خاتمو، اڄ مبارڪ ۽ شريف ڏينهن يعني جمعي جي ڏينهن تاريخ ۱۳ جمادالاوليٰ سنه ۱۳۳۲ هجري مقدس، مطابق ۱۰ اپريل سنه ۱۹۱۴ عيسوي جي ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ مون کي پيو ڪجهه به وڌيڪ لکڻو ڪينهي فقط هيترو عرض ڪرڻو اٿم ته منهنجي هن ڪتاب جا پڙهندڙ، خدا جي واسطي سچي دل واريءَ دعا کان مون کي نه وسارين. انهيءَ ۾ منهنجو به فائدو آهي ۽ دعا ڪندڙ جو به فائدو آهي. والسلام عليٰ من اتبع الهديٰ

هن کان پوءِ "اخلاق محمدي" هٿ ۾ ڪندس جو به گويا هن ڪتاب جو ٻيو جلد ٿي سمجهڻ گهرجي. انشاءَ الله تعاليٰ.

ڪراچي } حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.
۲۰- اپريل ۱۹۱۴ع }

اڄ تاريخ ۲۱ رجب المرجب سنه ۱۳۴۴ هجريءَ جمعي جي ڏينهن هن ڪتاب کي ٻئي دفعي نظر مان ڪڍي سڌاري پورو ڪيم.

الحمد لله، جو هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيل انجام ۽ ڏيکاريل اميد موافق "اخلاق محمدي" به هن ڪتاب کان پوءِ جلد ٿي لکي پورو ڪيو هوم، جو ڇپجي ۽ کپي به ويو، هاڻي ان جو به ڪو جلد ڪنهن ڪتب فروش وٽان ڪونه ٿو ملي. اميد ته اهو به نئين سر سڌاري پنهنجي هن ڪتل حياتيءَ ۾ ٿي وري ڇپارائيندس.

ڪراچي } دعا جو طالب، الله جو عاجز ٻانهو
۵ فيبروري، ۱۹۲۶ع } حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.

# سنڌي ادبي بورڊ جا ڇپايل ڪجھ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١ـ | چچ نامو | مترجم مخدوم امير احمد |
| ٢ـ | سنڌ جي اقتصادي تاريخ | مترجم سراج الحق |
| ٣ـ | سنڌ جي دربار | مترجم محمد حنيف صديقي |
| ٤ـ | سيٺ نائونمل جون يادگيريون | مترجم محمد حنيف صديقي |
| ٥ـ | تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دؤر ٻه جلد | مترجم ابن حيات پنهور ۽ شمشير الحيدري |
| ٦ـ | تذڪره امير خاني | مولف: سيد حسام الدين راشدي |
| ٧ـ | تحفة الڪرام | مصنف مير علي شير "قانع" |
| ٨ـ | لب تاريخ سنڌ | مصنف خانبهادر خداداد خان |
| ٩ـ | تاريخ مظهر شاهجهاني | تاليف: يوسف ميرڪ |
| ١٠ـ | اسلام جي تبليغ يعني اسلام جي اشاعت جي تاريخ | منصف ٽي، ڊبليو آر نولڊ |
| ١١ـ | تذڪره مشاهير سنڌ ٣ ڀاڱا | مولانا دين محمد وفائي |
| ١٢ـ | تاريخ معصومي | مخدوم امير احمد |
| ١٣ـ | تاريخ ريگستان | استاد رائچند |
| ١٤ـ | تحفة الطاهرين | شيخ محمد اعظم بن شفيع ٺٽوي |
| ١٥ـ | پراڻو پارڪر | منگهارام اوجها |
| ١٦ـ | سنڌ، هڪ عام جائزو | ايچ. ٽي. لئمبرڪ |
| ١٧ـ | قديم سنڌ | ڀيرومل مهرچند آڏواڻي |